# ڪالا باغ ڊيم

ڪالا باغ ڊيم نامنظور

سائين سدائين ڪرين
مٿي سنڌ سڪار
دوست مٺا دلدار
عالم سڀ آباد ڪرين
شاه

برڪت علي پٽو - نعمت الله. ايچ پٽو

# ڪالا باغ ڊيم

برڪت علي پٺو
نعمت الله ايڇ پٺو




پيپلس پبلشنگ اڪيڊمي شڪارپور

نالو: ڪالا باغ ڊيم

سهيڙيندڙ: برڪت علي پٽو
نعمت الله ايچ پٽو

ڇپائيندڙ: پيپلس پبلشنگ اڪيڊمي
شڪارپور

سال: سيپٽمبر ١٩٩٨

تعداد: هڪ هزار (١٠٠٠)

ڪمپوزنگ: رفيق احمد، علي حسن عباسي

قيمت
سادي ڪاپي: =/125 روپيه
هارڊ بائنڊنگ: =/150 روپيه

Printed By: P.P.L (Larkana)

# فهرست

# انتساب



سنڌ ڌرتيءَ جي نياڻي
محترمه بينظير ڀٽو صاحبه
جي نالي

# پنهنجي پاران

ملڪ جي آزاديءَ واري پنجاهه ساله تاريخ تي نظر ڊوڙائبي ته
اهو چٽيءَ طرح نظر ايندو ته پنجابي حڪمرانن پنهنجي ذاتي مفادن
خاطر هميشه ملڪي مفادن ۽ ان جي سالميت کي ڇيهو رسائڻ جي
ڪوشش ڪئي آهي. سنڌ، سرحد ۽ بلوچستان جي عوام مٿان جيڪي
ويل ڪيا ويا آهن تن جو داستان تمام ڏکهو آهي. خاص ڪري سنڌ
جي ماڻهن سان پنجابي ڪامورن جو ورتاءُ ماٽيلي ماءُ وارو رهيو آهي.
سنڌين کي انڊيا جو ايجنٽ ظاهر ڪري ملڪ دشمن ڪوٺڻ، نوڪرين
مان ڪڍي بيروزگار ڪرڻ، سيڪريٽري ليول جي نوڪرين تان سنڌي
آفيسرن کي هٽائي ڪنهن پاسيري پوسٽ تي رکڻ، چونڊيل سنڌي
وزيراعظمن جي تذليل ڪري انهن کي گهر ويهڙو ڪرڻ، احتساب جي
نالي ۾ ڪوڙا ڪيس ٺاهڻ ۽ ذهين ماڻهن کي ڦاسيءَ تي چاڙهڻ پنجابي
حڪمرانن جي ڪاهي هٿ جو کيل رهيو آهي ۽ اهو سڀ ڪجهه هو
قومي، ملڪي ۽ مذهبي مفادن جي آڙ ۾ ڪندا رهيا آهن.

پنجابي حڪمران پنهنجي مفادن واري بندوق هميشه ٻين جي
ڪلهن تي رکي هلائيندا رهيا آهن. ليڪن تازو پنجابي وزيراعظم
طرفان ڪالاباغ ڊيم جي تعمير جي اعلان ڪانپوءِ لڳي ٿو ته پنجاب وارا
هاڻي پاڻ مڙس ماڻهو ٿي چڪا آهن. هاڻي هو نروار ٿي ڪري سنڌ جو
پاڻي روڪي سرسبز سنڌ کي بنجر ۽ بٽ، ويران ۽ غيرآباد ڪري
سنڌين کي بک، بدحالي، بيروزگاري ۽ مهانگائي جي ڏهڻ ۾ ڦاسائڻ
جي ڪوشش ڪري رهيا آهن.

تعجب جهڙي ڳالهه اها آهي ته ڪالاباغ ڊيم جي تڪراري رٿا
کي فني، مالياتي ۽ ماحولياتي سببن جي آڌار تي ملڪ جي ٽن صوبن
سنڌ، سرحد ۽ بلوچستان جي نه صرف عوام پر صوبائي اسيمبلين به
اڪثريتي راءِ سان رد ڪري ڇڏيو آهي. پر ان جي باوجود ملڪ جو

وزيراعظم صرف ”پنجابي مفادن“ کي تحفظ فراهم ڪندي اتفاق راءِ جو بي سرو راڳ الاپي رهيو آهي ۽ چئي رهيو آهي ته ”جيستائين ٻنهي صوبن جو هڪڙو به ماڻهو ڊيم ٺاهڻ لاءِ تيار نه هوندو خاص ڪري سنڌ صوبي مان تيستائين ڪالاباغ ڊيم تعمير ڪرڻ لاءِ هڪ سر به نه رکي ويندي ۽ ڊيم ٺاهڻ لاءِ هر هنڌ وڃي هر ماڻهوءَ کي اعتماد ۾ ورتو ويندو.“ سمجهه ۾ نٿو اچي ته وزيراعظم صاحب ڪهڙن ماڻهن جو ذڪر ڪري رهيو آهي؟ شايد ڪيس سنڌ ۾ ٿيندڙ ڪالاباغ ڊيم خلاف احتجاج ۽ بک هڙتالون ڏسڻ ۽ ٻڌڻ ۾ اچن ئي ڪونه ٿيون. لڳي ائين ٿو ته ميان نواز شريف سنڌو درياءَ جي پاڻيءَ تي ڌاڙو هڻي سنڌ سڪائي ملڪ جي سالميت ۽ وحدت خلاف راهه هموار ڪري رهيو آهي. هونءَ به هنن کي ملڪ جي پيٽ ۾ پنهنجا ”پنجابي مفاد“ وڌيڪ عزيز آهن. هڪ ڀيرو اڳ به هو ملڪ ٽوڙي چڪا آهن ۽ جيڪڏهن هاڻي به ٽٽو ته هنن کي ان جي ڪا پرواهه ڪونه هوندي.

ڪالاباغ ڊيم جي روپ ۾ سنڌ خلاف ٿيندڙ هن نئين سازش خلاف اڄ سنڌ اٿلي پئي آهي. سنڌ جي هر ماڻهوءَ جي اکين ۾ نفرت جي باهه ڀڙڪي اٿي آهي. هو ماڻهو سراپا احتجاج بڻجي چڪو آهي. ڪو اهڙو ڏينهن خالي ناهي جنهن ڏينهن سنڌ جي هر ڳوٺ ۽ شهر ۾ ڪالاباغ ڊيم خلاف احتجاج نه ٿيندو هجي. ليڪن حاڪمن جي ڪن تي جونءِ ئي ڪونه ٿي چُري ۽ هو اَنڌ جي گهوڙي تي چڙهيا، روزانو نشرياتي ادارن ذريعي نام نهاد ”اتفاقِ راءِ“ جو راڳ الاپي رهيا آهن.

اهڙي نازڪ وقت ۾ جڏهن سنڌ جا سمورا سياستدان، دانشور، اديب، شاعر، فنڪار ۽ سمورا سنڌي پنهنجا سياسي ۽ نظرياتي ويڇا وساري هڪ آواز ٿي ويا آهن تڏهن اسان به پنهنجو قومي فرض محسوس ڪندي ڪالاباغ ڊيم بابت لکيل اهم تجزياتي مضمونن کي سهيڙي اوهان تائين ان اميد سان پهچائي رهيا آهيون ته قومي بقا واري هن اهم جنگ ۾ اسان به اوهان سان گڏ آهيون ۽ اسان جي هيءَ ڪوشش قبول پوندي.

برڪت علي پٿو.

# پيش لفظ

ڪالاباغ ڊيم جهڙي نازڪ ۽ ڳنڀير مسئلي، جنهن سان سنڌين جي زندگي ۽ موت جو واسطو آهي. ان سلسلي ۾ سنڌ واسين ۽ پين کي آگاهي ڏيڻ لاءِ هي مضمون ڪتابي شڪل ۾ پيش ڪري رهيا آهيون ته جيئن سنڌ جو عوام سجاڳ ٿئي ۽ کين پتو پوي ته ساڻن ڪهڙي نه ويساهه گهاتي ڪئي وئي آهي ۽ سنڌ، بلوچستان، ۽ سرحد جي عوامي نمائندن طرفان اسيمبلين ۾ ڪالاباغ ڊيم خلاف مسلسل ٺهراءُ پاس ڪيا ويا هئا ۽ انهن جي بہ پرواهہ نہ ڪندي پنجاب سامراج ڪالاباغ ڊيم منصوبي کي پايہ تڪميل تي پهچائي رهيو آهي.

هي تاريخي حقيقتون رڪارڊ تي موجود آهن تہ پنجاب اٽڪل 70-80 سالن کان ڪنهن نہ ڪنهن روپ ۾ ڪالاباغ ڊيم يا ڪنهن ٻئي نالي سان ڊيم ٺاهي سنڌ جي پاڻيءَ تي ڌاڙو هڻي رهيو آهي. پنجاب جڏهن بہ ڪي پاڻيءَ جا معاهده ڪيا آهن انهن کي عملي جامو نہ پهرايو آهي ۽ هميشه پين صوبن جا حق غضب ڪيا آهن. تاريخ شاهد آهي تہ پاڻي تي وڌيڪ حق هميشه پوڇڙي وارن جو هوندو آهي ۽ شرعي لحاظ کان پڻ مستند، عالمن ان بابت پنهنجون فتوائون بہ ڏنيون آهن.

موجوده حڪومت بار بار اهو چئي رهي آهي تہ سڀني صوبن جي Consesus کانسواءِ ڪالاباغ ڊيم نہ ٺهندو پر حقيقت ان جي بلڪل برعڪس آهي. ايتري تائين جو اهڙا اعلان بہ پرنٽ ميڊيا ۾ آيا آهن تہ 14 آگسٽ 98 تي ڪالاباغ ڊيم جو افتتاح ڪيو ويندو. هوڏانهن وري سٽمر ظريفي اها آهي تہ ڪالاباغ ڊيم جي ڊزائن وغيره لاءِ ڪروڙين روپيہ مختص ڪيا ويا آهن. انهن ڳالهين مان ٽنين صوبن جا خدشا ويتر وڌي ويا آهن تہ ڪهڙي ڳالهہ صحيح آهي ۽ ڪهڙي غلط.

صوبي سرحد جي عوام جو موقف اهو آهي تہ ڪالاباغ ڊيم ٺهڻ ڪري نوشهرو ۽ ان جي پرپاسي وارا علائقا زيرآب ٿي ويندا.

بلوچستان کي بہ پاڻي گهٽ ملندو ۽ سڀ کان وڌيڪ سنڌ کي نقصان رسندو ڇو تہ هتي پاڻيءَ جي شديد کوٽ سبب زمينون بنجر ٿي وينديون. ڍنڍون سڪي وينديون، پيلا ختم ٿي ويندا ۽ درياءَ لڏجي ويندو جڏهن تہ پاڻيءَ جي سطح گهٽجڻ سبب پيئڻ جي پاڻيءَ جو بہ شديد بحران پيدا ٿيندو.

وقت جي حڪمرانن کي گهرجي تہ عوامي مطالبن جي پيش نظر ڪالاباغ ڊيم جي منصوبي کي فوري طور تي رد ڪيو وڃي ۽ ان ۾ ئي وفاق جي سلامتي مضمر آهي.

نعمت الله.ايچ پٽو



بي نظير ڀٽو

# بدنيتيءَ تي ٻڌل ڪالاباغ ڊيم رٿا

ڪالا باغ ڊيم جو منصوبو ان جي منڍ واري تصور ڪرڻ واري مرحلي کان وٺي هڪ متنازعہ رٿا رهيو آهي.

ابتدائي طور تاثر اهو ڏنو ويو هو تہ اهو منصوبو پاڻيءَ کي ذخيرو ڪرڻ لاءِ ڊيم هوندو. پوءِ وري دعوي ڪئي وئي تہ اهو سستي پن بجليءَ جو وسيلو بڻجندو. هاڻي جيئن اسان کي خبر پئي آهي، اهو هڪ آبپاشي سرشتو پڻ بڻبو.

شهرين کي اهو معلوم ڪرڻ جو پورو حق آهي تہ رٿا جي ڊزائينن، انهن تي ڪل لاڳتن، ماحولياتي ۽ سماجي، اقتصادي ڪٽ، قومي سرڪاري اوليتن ۽ سنڌو نديءَ تي هڪ وڏيڪ منصوبي جي مجوزه تعمير لاءِ مالياتي منصوبن جي باري ۾ سمورين واسطيدار حقيقتن ۽ انگن اکرن بابت عام اعلان ڪيو وڃي.

اسٽراسبرگ واٽر فورم (١٢ کان ١٤ فبروري ١٩٩٨ع) هن سلسلي ۾ جيڪو پاليسي بيان جاري ڪيو آهي، تنهن ۾ چيل آهي تہ:

”پاڻي جي جمهوري انداز جو انتظام، شراڪت ۽ شفاف عمل ذريعي جوڙيو وڃي ۽ پاڻي استعمال ڪندڙن جي نمائندن کي اهڙي منصوبي جي انتظام سنڀالڻ وارن ادارن ۾ اختيار حاصل هجڻ گهرجن.

ان لاءِ ضروري آهي تہ:

- اهو تسليم ڪيو وڃي تہ پاڻيءَ جي وسيلن جي معاملي ۾ مشترڪ ورثي جي تقسيم وارو اصول نجي شعبي يا رياست هٿان ان جي ورڇ جي اجازت نہ ٿو ڏئي.

• سنڌي حاڪميت جي اصولن کي يقيني بڻايو وڃي ته جيئن سرڪاري اختياربون، پاڻيءَ جي ورڇ ان جي سمورن استعمال ڪندڙن لاءِ انصاف جوڳي هجڻ جي پڪ ڪن.

• اها پڪ ڪئي وڃي ته پاڻيءَ بابت فيصلا ڪندڙ ادارن ۾ شهرين کي تحفظات ۽ نمائندگي ملي.

• معلومات جي ڏي وٺ جي بنياد تي ٻڌل مواصلاتي حڪمت عمليءَ ذريعي واسطيدارن وچ ۾ شفاف ۽ اعليٰ تعلقات کي همٿايو وڃي.

• پاڻي اسان جو سماجي - معاشرتي سرمايو آهي. جنهن جو انتظام اقتصادي انصاف جي ڪسوٽيءَ سان ميل رکندڙ هجڻ گهرجي. ان جي معنيٰ اها ناهي ته اهو اشتهاري مفادن جو ذريعو بڻايو وڃي. پاڻيءَ سان واسطو رکندڙ ڍانچي جي فني ۽ اقتصادي ڪار آمدگي ۽ روزگار جي ضمانت هجڻ گهرجي. فني ۽ اقتصادي قدمن جي حوالي سان سماجي ۽ سياسي قبوليت جو لحاظ رکيو وڃي. تنهن جي معنيٰ ته:

• اقتصادي ذميداري ۽ فيصلن ڪرڻ وچ ۾ صحيح توازن رکيو وڃي، جنهن لاءِ چونديل نمائندن جي ذميواري وڌ ۾ وڌ برقرار رکي وڃي ۽ سرمائي جي اثاثن کي خانگائڻ کان پاسو ڪيو وڃي.

• اهڙين رٿائن کي آندو وڃي ۽ انهن تي خرچ ڪيو وڃي جن سان اهڙن ننڍين توڙي وڏن باهمي، ٻطرفن ۽ مڪاني ادارن کي فائدو پهچي جيڪي روزگار پڻ فراهم ڪن.

• پاڻي استعمال ڪندڙن کي اهڙا روايتي طريقا مهيا ڪيا وڃن جن ۾ انتظامي آدرشن جي حوالي سان مناسب نعم البدل به مهيا ٿيل هجن.

• خدمتن کي اهڙو اقتصادي قدر ڏنو وڃي جن سان واڌو پاڻيءَ جي جوڳي استعمال جي همت افزائي به ٿئي ۽ پاڻيءَ جي کپت جو معاوضو ضابطي ۾ رکجي.

ڪالاباغ ڊيم جي معاملي ۾ پاڻيءَ جي بين الاقوامي قانونن جي ڀڃڪڙي ڪئي وئي آهي. وقت جي سرڪار ٽن صوبائي اسيمبلين جي توهين ڪندي سندن سفارشن کي رد ڪري ڇڏيو آهي. فني لحاظ کان ماحولياتي اثرن جو اڀياس به ناهي ڪيو ويو جن جي نتيجي ۾:

**(الف)** سنڌوءَ جي پاڻيءَ ۾ ڪثافت وڌندي ۽ ان جي وهڪ گهٽجندي (٦-٧ ملين ايڪڙ فوٽ) ڇاڪاڻ ته لوٽيان وغيره گهٽ گهم ۽ خشڪ آبهوا ۾ وڌن ٿا. ڪالاباغ ڊيم کان پوءِ سمورا مکيه وڏا شهر متاثر ٿيندا. ان کان علاوه سنڌوءَ جي ٻنهي ڪنارن آباد ننڍن وڏن شهرن جو گندو پاڻي وهڻ ڪري پاڻيءَ ۾ موجود آڪسيجن جو مقدار پڻ گهٽجي ويندو جيڪو آبي جيوت ۽ انساني زندگين لاءِ مهلڪ بڻجندو.

**(ب) زلزلن جا خطرا:** ڪالاباغ ڊيم اهڙي هنڌ تي ٺاهيو پيو وڃي جتي ٻونءِ ڪنپ ۽ زمين جا ڦاٽ آهن ۽ اهو هنڌ اڳ ئي هلڪن زلزلن وارو علائقو پڌرو ڪيل آهي. ڪالاباغ وارو ٻونءِ ڪنپ مکيه ۽ مستقل خطري وارو آهي جنهن کي ڪنڪريٽ وجهي ڀري نٿو سگهجي.

**(ج) ٻوڏ جا هاڃا:** پاڻيءَ جي ذخيري جي گنجائش ۾ گهٽتائي جو مطلب آهي ڊيم اندر مينهن جي پاڻيءَ جو گهٽ ۾ گهٽ داخل ٿيڻ. ان سان متاثرين ايراضين ۾ جتي ڊيلٽا نهيل آهي، ٻوڏون ايندڙيون ۽ انهن ٻوڏن دوران زمين جي سطح جهرندي. ان ريت پشاور وادي ٻوڏ جي نذر ٿيندي.

**(د) سم:** سنڌوءَ سان جهلم ڪئنال کي ڳنڍڻ لاءِ ٢٦٠ ڪلوميٽر ڊگهو لنڪ ڪئنال ۽ ان سان ڀرواربن زمينن کي آباد ڪرڻ سان سم پيدا ٿيندي. جهلم کي سنڌوءَ سان ڳنڍڻ لاءِ چشما وٽ چشما - جهلم ڪئنال اڳ ئي سم پيدا ڪئي آهي ۽ ان جي وهڪري ٿورن سالن اندر زمين جي ڪاڻ ڪئي آهي.

(ر) **سنڌ جو ڪچو:** سنڌوءَ ۾ پاڻيءَ جي اڻاڻ سبب سنڌ جو ڪچو وڻن کان پالهو ٿي ويندو جنهن سان اٽڪل ڇهه لک ايڪڙ ٻيلو ختم ٿي ويندو ۽ ان ڪري ڌرتيءَ تي گرمي پد وڌندو.

(س) **ماحول:** هن سان هڪ لک ماڻهو رولڙن جو شڪار ٿيندا جن جي ثقافت ۽ زندگيءَ جو معيار تباهه ٿيندو.

(ش) **ڪارآمدگي:** ٻڌايو ٿو وڃي ته ڊيم ڪي ٧٢ سالن مان ڪل ١٢ سال پاڻي ملندو. ڪلراٺي مان لنگهندي پاڻي ڪلراٺو ٿيندو جنهن سان ڏکڻ پنجاب ۽ سنڌ، ٻنهي صوبن ۾ سم ۽ ڪلر وڌندا. ڊيم لٽ گڏ ڪندو جنهن سان زمين کاڌ ڪندي. زمين اڳ ئي ڪلراٺي آهي، سا ڪلراٺي علائقي ۾ هجڻ سبب موٽروي وانگر برباد ٿي ويندي.

ان ڪري پ پ پ ان خيال تي اٽل آهي ته ڪالاباغ ڊيم پاڪستان جي سمورن ماڻهن لاءِ شديد هاڃيڪار آهي.

(سنڌي ترجمو: پروفيسر وزير علي مهر)

# پيغامِ

اسان جي ملڪ ۾ مظلوم قومن جا مشترڪ درد آزادي ملڻ ڪان وٺي سفر جا ساٿي رهيا آهن. جياپي جي ذريعن ۽ پيداواري عمل تي قابض رهڻ جي جنون ۾ مبتلا قوتون ۽ مخصوص ٽولا جيڪي انساني شعور جا بگاڙ آهن، پنهنجي گرفت جنگي حڪمت عمليءَ وسيلي مضبوط ڪندا رهيا آهن. طاقت جي سهاري منصفاڻا پارلياماني فيصلا هجن يا بين الصوبائي ڪميشن جا ٺهراءَ هجن مٽي موڙيندا رهيا آهن.

هينئر به ڪالاباغ ڊيم جو منصوبو شروع ڪيو پيو وڃي. انڌير جي ته حد ٿي وئي جو پاڪستان جي ٽن صوبائي اسيمبلين ان منصوبي کي هڪ ڪان وڌيڪ دفعا مسترد ڪري ڇڏيو آهي. هنن جنوني حڪمرانن کي ڪهڙي خبر ته اسيمبلين جا ٺهراءَ ڪيترا نه مقدس هوندا آهن. ڪنهن دوست چواڻي ته سائين هنن کي اِها ڄاڻ ئي نه آهي ته مقدس ادارا ڪهڙا هوندا آهن، جيڪڏهن هَنن کي اها ڄاڻ هجي ها ته پاڪستان جي وڏي ۾ وڏي عدالت جي بيحرمتي ڪونه ڪن ها. هنن دوستن کي صرف اهو گهرجي ته اقتدار ڪيئن مضبوط ٿيندو آهي، ان نيچ ۾ نيچ ڪم ڪرڻ لاءِ به تيار پيا ڏسجن. حڪمران ٽولو چوي ٿو ته بجلي پيدا ڪرڻ لاءِ ڊيم پيا ٺاهيون، جيڪڏهن بجليءَ لاءِ ڊيم پيا ٺاهيو ته وڃي ڀاشا ڊيم ٺاهيو جتي 2000 ميگاواٽ بجلي پيدا ڪرڻ جي گنجائش موجود آهي. هنن جنوني حڪمرانن کي زرعي مقصد حاصل ڪرڻ آهن جيڪي ڀاشا ڊيم مان حاصل نٿا ٿي سگهن. ڇاڪاڻ ته ڀاشا ڊيم جي چوڌاري جبل آهن، پر اهو ڪٽان جو دستور آهي، ڪٽان جون روايتون آهن، جو هڪ صوبي جون زمينون آباد ڪرڻ لاءِ

سرحد صوبي جي تاريخي شهر نوشهري ۾ ٻين علائقن کي ٻوڙيو وجي ۽ سنڌ ۾ ريت جا طوفان اُڏاريا وڃن. تربيلا ڊيم کي ڏسو ته ان جي ٺهڻ سان ڪيترو نقصان پيو ٿئي جيڪو ڊيم دنيا ۾ مٽيءَ جو وڏي ۾ وڏو ڊيم آهي، ڊيم ٺهڻ کان اڳ سنڌو درياهه تقريباً 600 ملين ٽن سلٽ هيناهين سطح ڏانهن کڻي ويندو هو، جنهن مان اڌ سمنڊ تائين پهچندي هئي ۽ اڌ ميداني زرخيزيءَ لاءِ فرٽيلائيزر طور تي ڪم ايندي هئي ۽ هيٺئين ٻنراجن ۾ ڊيم جي ڪري صرف 50 ملين سلٽ هيناهين سطح ڏانهن اچي ٿي. انهيءَ ڪري تربيلا جا ٽربائن 40 سالن جي اندر سلٽ سان ڀرجي بند پيا آهن. ان جا بند ٿيل ٽربائن چونه ٿا کوليا وڃن ته معيشت ۾ واڌارو ٿئي.

ڪالاباغ ڊيم سراسر گلن جي واعدي تي مٽيءَ جو سودو آهي، ڇاڪاڻ ته آرڪيالاجي جا ماهر ان ڳالهه تي متفق آهن ته سنڌ جي اوائيلي تهذيب ۾ جيڪا بربادي ٿي هئي سا "Irrigated Water" ۾ سلٽ جي جمع ٿيڻ جي ڪري ٿي هئي. ڪالاباغ ڊيم سموري سنڌ کي موئن جو دڙو ناهڻ واري سازش آهي.

واپڊا دعويٰ ڪئي آهي ته، موجوده صافي پاڻي 17 ملين ايڪڙ فوٽ آهي پر حقيقت ان جي برعڪس آهي، بلڪ اسان کي 16 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻيءَ جي گهرج آهي، تنهن ڪري ڪالاباغ ڊيم ناهڻ لاءِ اضافي پاڻي بلڪل ڪونه آهي. جيڪڏهن موجوده حڪومت بجليءَ جي پيداوار وڌائڻ ۾ ايترو سنجيده آهي ته ٿر ۾ 22 بلين جو اعليٰ ڪوالٽي جو ڪوئلو موجود آهي جنهن جي استعمال سان معيشت ۾ سڌارو ايندو ۽ ڪيترا هزار ماڻهن کي روزگار ميسر ٿيندو ۽ ڪنهن به صوبي کي ان پراجيڪٽ تي اعتراض نه آهي ۽ نه هوندو. صرف اعتراض اسان جي وڏي ڀاءُ کي آهي، جيڪو نٿو ڏسڻ چاهي ته ٿر جو پنتي پيل عوام ڪو سکيو ساهه کڻي ۽ سنڌ سرسبز ٿئي. سابقه پ پ پ جي حڪومت اهڙو معاهدو ڪيو هو پر موجوده مسلم ليگ جي حڪومت ان معاهدي کي ختم ڪري ڇڏيو. ان مان صاف ظاهر ٿئي ٿو ته موجوده

حڪومت سنڌ جي ترقي ڏسڻ نه ٿي چاهي ته ڪو سنڌ سرسبز ۽ شاداب هجي بلڪ ريگستان هجي.

اسان جي مخلص دوستن محترم نعمت الله ڀٽو ۽ محترم برڪت علي ڀٽو جن ڪي جس آهي جو هنن "ڪالاباغ ڊيم" متعلق قيمتي ڪتاب سنڌ جي عوام کي جاڳرتا ڏيڻ لاءِ سهيڙيو آهي، آءٌ اميد ٿو ڪيان ته اڳتي هلي هو ٻين قومي مسئلن تي پڻ قلم آزمائي ڪندا ۽ پنهنجي وطن واسين کي صحيحي معلومات ڏيندا.

شڪارپور سنڌ.　　　　آفتاب شعبان ميراڻي
ايم اين اي



سنڌ دشمن منصوبي ڪالاباغ ڊيم خلاف سنڌي اخبارن جيڪو تاريخي ڪردار ادا ڪيو آهي ان لاءِ سموري سنڌي قوم کي فخر آهي ته "سنڌي ميڊيا" وڪائل نه آهي ۽ ان هر ڏکئي وقت ۾ پنهنجي مارو ماڻهن جو ساٿ ڏنو آهي.

---

عبرت

ڪالا باغ ڊئم ۽ آدمشماري خلاف مختلف شهرن ۾ مارچ ۽ مظاهرا

ماهرن ڪالا باغ ڊيم کي ملڪ لاءِ خطرناڪ قرار ڏئي ڇڏيو

سنڌ جا خدشا درست آهن، اڪوڙه، خٽڪ ۽ نوشهره شهر ٻڏي ويندا: بي بي سي جي رپورٽ

روزانه ڪاوش

ڪالاباغ ڊيم خلاف سنڌ سراپا احتجاج: شٽربند هڙتال: مظاهرا

سنڌ جي مختلف شهرن ۾ ڪاروبار بند: ٽريفڪ به معطل رهي: مختلف علائقن ۾ روڊن تي ٽائر ساڙي، گاڏين تي پٿراءُ ڪري ۽ وڻ ڪيرائي روڊ بلاڪ ڪيا ويا

جاڳو

ڊئم خلاف جدوجهد ۾ سر ڏينداسين، غداري برداشت نه ڪبي: ڊاڪٽر قادر مگسي

سنڌ جي لاءِ لانگ بوٽن هيٺان لتاڙجڻ بعد اسان سمجهون ٿا ته اسان جي بزرگن پاڪستان ۾ شامل ٿي غلطي ڪئي هئي

ڪالاباغ ڊئم خلاف ڪراچي سميت سڄي سنڌ ۾ احتجاجي ريليون، مارچ ۽ بک هڙتال

روزانه سنڌ

نواز شريف ۽ لياقت جتوئي ڪالاباغ ڊيم لاءِ ملڪ قربان ڪرڻ گهرن ٿا

وفاقي سرڪار اڄ کان ڊيم جي مشهوريءَ لاءِ اشتهارن جو نئون سلسلو شروع ڪري رهي آهي

سال 2000ع جي ...

ڪراچيءَ ۾ هزارين سنڌين جو ڪالاباغ ڊيم خلاف مارچ: گورنر هائوس آڏو مظاهرو

جسقم جي سڏ تي پريس ڪلب کان شروع ٿيل مارچ "ڊيم ڊيم - شيم شيم، ڊيم ٺاهڻ سنڌ سڪائڻ بند ڪريو" جا نعرا هڻندو گورنر هائوس پهتو

عوامي آواز

صحيح مهم جو اڻوکو انداز

ڪالاباغ ڊيم خلاف صحيحن سان ڀريل ڪپڙو ميوزيم ۾ رکايو ويندو

پنجي ڪالاباغ ڊيم فرنٽ طرفان 50 ميٽر ڊگهي ڪپڙي تي صحيحون ورتيون ويون

ڪالا باغ ڊيم خلاف ڀرپور احتجاج جاري، هزارين ماڻهن جا جلوس

بختاور

نواز شريف ڪالاباغ ڊئم جو اعلان واپس نه ورتئي ته اهو تولاءِ ڊيٿ وارنٽ هوندو

سنڌي ماڻهن جي ديگر دير سان ٽپندي آهي ۽ جڏهن ٽپندي آهي ته مدد خان، علاالدين، طيبلو، ايوب جهڙا پاش پاش ٿي ويندا آهن

ڪالاباغ ڊيم خلاف سنڌ تاسر بنيل: پي پي، قومپرست ۽ ٻيون ڌريون هڪ ٿي ويون، تحريڪ لاءِ تياريون

ڪوشش

ڊيم خلاف ڪلش حيدرآباد ۾ سنڌباچايو تحريڪ جي سالاني ساٿين سميت ... جو مشعل بردار مارچ

رات جو 8 وڳي کان شروع ٿيل مارچ 2 - ميل پنڌ ڪري ڊسٽرڪٽ ملير پهتو: سنڌ باچايو تحريڪ جي اڳواڻن سرواڻي ڪ

# پيغام

جسٽ هجي مسٽر برڪت علي ڀٽو ۽ مسٽر نعمت الله ڀٽو صاحب کي جن پيپلس پبلشنگ اڪيڊمي شڪارپور طرفان "ڪالاباغ ڊيم" واري موضوع تي سنڌ، سرحد، بلوچستان ۽ پنجاب صوبي جي سرائيڪي محققن، اديبن ، عالمن ۽ سياستدانن جي مضمونن ۽ پيغامن کي هڪ تاريخي ڪتاب منجهه ڪٺو ڪري عوام تائين پهچائڻ جو قومي فرض نڀايو آهي. اُن قومي سڏ ۾ مونکي پنهنجيون عوامي ۽ قومي جوابدريون نڀائڻ لاءِ عوام سان رجوع ڪرڻ جو موقعو فراهم ڪيو آهي. مان سندن بيحد مشڪور ۽ شڪر گذار آهيان.

سنڌ جا باشعور ۽ غيرت مند سنڌ واسيو!

پيپلس پارٽيءَ جي حڪومت ڪانپوءِ ملڪ جي مجموعي صورتحال انتهائي نازڪ مرحلي ۽ حساس دور مان گذري رهي آهي. بلڪ ان ذڪي اٿاڳي دور ۾ وفاق طرفان سنڌ صوبي سان جيڪي نا انصافيون ڪيون ويون آهن، تن کي سنڌ جو سجاڳ ۽ باشعور عوام ته يلي‌ءَ پت پرکي ٿو. پر پوءِ به مان انهن ويساهه گهاتين نا انصافين، ظلم ۽ جبر واري ذڪر ڪرڻ ڪان به رهي نٿو سگهان. حڪومت سنڌ اندر خاص ڪري ڪراچي شهر ۾ قتل و غارت کي فروغ ڏيئي امن امان جي انتهائي غير يقينيءَ واري صورتحال پيدا ڪئي آهي. ملڪ کي معاشي بحران ۾ ڦاسائي ڳاٽي ڀڳي مهانگائي پيدا ڪري عام ماڻهن جو جيئڻ جنجال ڪري ڇڏيو آهي.

حڪومت هن ڪاري ۽ ڪڌي دور ۾ ڪيترن ئي هزارين سنڌي سرڪاري ملازمن کي ملازمت مان ڪڍي گهر ڀيڙو ڪيو آهي. خاص ڪري پيپلس پارٽي واري دور حڪومت ۾ غريب، بيروزگار ۽ تعليم يافته نوجوانن کي حاصل ڪيل نوڪرين مان ڪڍي بيروزگار ڪري

پيپلس پارٽيءَ سان ازلي دشمنيءَ وارو ويو پاڙي رهي آهي.

واپارين مٿان جنرل ٽيڪس لڳائي واپارين مٿان داداگيري ڪرڻ جو ڪليو ثبوت ڏنو ويو آهي. ملڪ مٿان ايمرجنسي لاڳو ڪري جمهوريت جو گلو گهٽيو ويو آهي. گورنمينٽ جي ڪروڙين روپين جي خرچ سان محترمه بينظير ڀٽو صاحبه جو ميڊيا ٽرائيل ۽ ڪوڙا ڪيس قائم ڪري پنهنجو مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ قومي خزاني کي بيدرديءَ سان لٽيو وڃي ٿو.

وزيراعظم ميان محمد نواز شريف اقتدار جي نشي ۾ اڪيون ٻوٽي بس اهو سمجهي ويٺو آهي ته هو ئي هن ملڪ جو اڪيلو نجات ڏياريندڙ غير معمولي شخص آهي. 11 جون ريڊيو ۽ ٽيليويزن تي قومي ايجنڊا پيش ڪندي بس اوچتو ئي اوچتو وڏي فخر سان اعلان ڪيو ويو ته اسان ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ جو فيصلو ڪري ورتو آهي. ايٽمي ڌماڪن ڪرڻ ڪانپوءِ هڪ ٻيو معرڪو به حل ڪري ويٺو، ميان نواز شريف کي بخوبي معلوم هيو ته ڪالاباغ ڊيم سو سال پراڻو ۽ تڪراري بڻيل مسئلو آهي، جنهن منصوبي کي اڳين حڪومتن به پايه تڪميل تي پهچائڻ جون ڪوششون نه ڪيون هيون. اُن ڪانسواءِ سنڌ، سرحد ۽ بلوچستان اسيمبليون به هڪ ڪان وڌيڪ ڀيرا ان منصوبي جي اڌاوت خلاف ٺهراءُ پاس ڪري چڪيون آهن. مگر عوامي اڪثريتي راءِ جو احترام نه ڪندي ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ جو اعلان ان ڳالهه کي ثابت ڪري ٿو ته ملڪ تي مڙهيل پنجاب بيورو ڪريٽ جي لڪل آمريت واري تکي تلوار ننگي نروار ٿي چڪي آهي، جنهن جو وار سڌو سنئون سنڌ صوبي مٿان ٿي رهيو آهي. جنهن جي لپيٽ ۾ سنڌ سڪي ويران ۽ برباد ٿي ويندي هتان جا ٻيلا ختم ٿي ويندا. سنڌ جي ڊٻن تي خراب اثر پوندو. درياهه جو ڊنڍن کي تازو پاڻي نه ملڻ ڪري سنڌ جو قدرتي ذخيرو ضايع ٿي ويندو. اُنهن ڊنڍن مان اُتان جا رهواسي مڇي ۽ پکي ماري پيٽ گذر ڪري رهيا آهن. اُهي بک ۽ بيروزگاريءَ ڪري فاقه ڪڍڻ تي مجبور ٿي ويندا. سمنڊ ۾ درياهه جو پاڻي گهٽ ڇوڙ ڪرڻ ڪري سمنڊ پائيندو ويندو جنهن جي لپيٽ ۾ ٺٽي ۽ بدين وارن علائقن جو پاڻي ڪوڙو زهر ٿي ويندو ۽ زمين ڪلر جي لپيٽ ۾ اچي ويندي،

ڪراچيءَ ۾ پيئڻ جو پاڻي اڻ لڀ ٿي ويندو.

سنڌ جا باشعور ساٿيو اسان ته سنڌ اسيمبليءَ اندر ڪالاباغ ڊيم خلاف آواز اُٿارڻ ۽ ان جي تعمير جي ڀرپور مزاحمت ڪري رهيا آهيون. اُهو سوچي ته ڪالاباغ ڊيم ٺهڻ وارو مسئلو نه صرف سنڌ، بلوچستان ۽ سرحد جو گڏيل مسئلو آهي پر هڪ قومي فرض به آهي جيڪو اسان وڏي جوابداريءَ سان نڀائي رهيا آهيون.

لاڙڪاڻو

نثار احمد کهڙو
صدر پ پ پ سنڌ.



عوامي تحريڪ



AWAMI TAHREEK

فون ڪراچي 571429

فون حيدرآباد 653277-20477

تاريخ ........

حوالو ........

# پيغام

مونکي اهو معلوم ڪري انتهائي خوشي ٿي آهي ته شڪارپور جا ڪجهه سجاڳ دوست ڪالاباغ ڊيم جي موضوع تي لکيل اهم مضمونن کي سهيڙي هڪ ڪتاب ترتيب ڏئي رهيا آهن. اسان وٽ اهڙي رڪارڊ جي وڏي کوٽ آهي. سنڌ هن وقت پنهنجي 5 هزار ساله تاريخ جي وڏي مان وڏي آزمائش مان گذري رهي آهي. اسان کان، اسانکي زندگي ڏيندڙ درياءُ کسيو پيو وڃي جنهن جي سهاري اسان جون زمينون ۽ اسان جيئڻون پيا. ڪالاباغ ڊيم جي تعمير سان رڳو پنجاب کي فائدو ٿيندو ان ڪري پنجابي وزيراعظم ڊيم جي تعمير تي زور ڏئي رهيو آهي. جڏهن ته ملڪ جا ٽي صوبا سنڌ، بلوچستان ۽ سرحد ان جي شديد مخالفت ڪري رهيا آهن. سنڌ ۾ ڪالاباغ ڊيم خلاف روزانو مظاهرا ٿي رهيا آهن ۽ حالتون ڏينهون ڏينهن وڃن پيون خراب ٿينديون. جيڪڏهن ڊيم ٺهيو ته پاڪستان جي سالميت کي سخت ڇيهو رسندو. ليڪن پنجابي حڪمرانن کي ان جي ڪابه پرواهه ڪونه آهي، ڇوته هو اهو سڀ ڪجهه آمريڪا جي اشاري تي ڪري رهيا آهن، جنهن جا هو

ٻڌا ٻانها آهن. ليڪن اسان قانوني دائرن ۾ رهندي ڪالاباغ ڊيم جهڙي سنڌ دشمن، ملڪ دشمن ۽ عوام دشمن منصوبي خلاف هر سطح تي جدوجهد جاري رکنداسين.

اميد آهي ته اوهان جو سهيڙيل ڪتاب "ڪالاباغ ڊيم"، ملڪ ۾ موجود پاڻيءَ جي وسيلن ۽ ان جي ورڇ بابت رڪارڊ کي درست رکڻ لاءِ مددگار ثابت ٿيندو. ان لاءِ مان اوهان سميت تمام سنڌ واسين کي ڪالاباغ ڊيم نامنظور ڪرڻ واري جدوجهد لاءِ تلقين ٿو ڪريان.

رسول بخش پليجو
پرنس ٽائون حيدرآباد.

# پيغام

هن ملڪ جي نام نهاد آزاديءَ کان پوءِ ملڪ جو انتظام هلائيندڙ مشنريءَ ملڪ جي اڪثريتي عوام سان ڪڏهن به ڪو چڱو ورتاءُ ناهي ڪيو. ملڪ جي انتظامي مشنريءَ ۾ پنجابي ڪامورن جي گهڻائي سبب ملڪ جي ٻين صوبن جي عوام ۽ ٻاهران آيلن سان پهرين ڏينهن کان وٺي غير برادرانه سلوڪ روا رکيو ويو آهي. هن وقت به ڪي ڏريون وڏي واڪ اهو چئي رهيون آهن ته پاڪستان جو موجوده وفاقي نظام اسان کي جاگير طور ڏنو ويو آهي. جنهن ۾ "ڏاڏي جي لٽ کي پُٽ مٿا" وارو قانون هلندو آهي. پنجابي حڪمران ٽوڙي ڪامورا ٻين صوبن جي عوام سان آقا ۽ غلام، فاتح ۽ مفتوح وارو رويو رکندا آيا آهن. ملڪ ۾ بنگالين جي اڪثريت هوندي انهن کي اقتدار کان محروم رکيو ويو. بنگالين جي چيلهه ڀڃڻ ڪرڻ خاطر اتي فوجي ڪارروائي ڪئي وئي. بنگال جي 20 لک عوام جو قتل عام ڪيو ويو. ليڪن انهن کي حڪومت ڪرڻ جو حق نه ڏنو ويو.

اُن ڏينهن ۾ پاڪستان عوامي ليگ جي مرڪزي ڪاميٽيءَ جو ميمبر هوس ۽ ڪاميٽيءَ جي ميٽنگ سبب ڍاڪا ۾ ترسيل هوس تڏهن ڪجهه پنجابي ڪامورا ڍاڪا پهتا ۽ شيخ مجيب کي چيائون ته تون پنهنجي "صوبائي خودمختياريءَ" واري نعري کي مشرقي پاڪستان تائين محدود رک ته اسان توکي حڪومت ڏيڻ لاءِ تيار آهيون. ليڪن شيخ صاحب سندن انهيءَ پيشڪش کي ٺڪرائي ڇڏيو ۽ چيائين ته جيڪي حق بنگالين لاءِ وٺندس، اهي ئي حق سنڌين، بلوچن ۽ پٺاڻن لاءِ به وٺندس. جنهن ڪري سندن ٺاهه نه ٿي سگهيو ۽ موٽ ۾ فوجي ايڪشن ذريعي 20 لک بيگناهه بنگالي مسلمانن جو قتل عام ڪيو ويو. دانشورن، پروفيسرن ۽ شاگردن کي يونيورسٽين ۾ گولهي گولهي قتل ڪيو ويو. جيئن بنگال سان گڏ ٻين ننڍن صوبن جو آواز به دٻجي وڃي.

پنجابين اڄ بچيل پاڪستان ۾ ننڍن صوبن جو وڏيڪ استحصال

ڪرڻ لاءِ سنڌ مان ذوالفقار علي ڀٽو کي اڳتي آندو. جنهن 1973ع ۾ ملڪ کي آئين ته ڏنو ليڪن ان آئين ۾ به ننڍن صوبن جي حقن جو ڪو جوڳو تحفظ موجود ڪونه هيو. ذوالفقار علي ڀٽي جنهن وفاق کي مضبوط ڪرڻ پئي چاهيو تنهن کي به ڪم نڪرڻ ڪانپوءِ پنجابين ڦاهيءَ چاڙهي ڇڏيو.

ننڍن صوبن جي جملي وسيلن جهڙوڪ بلوچستان جي گئس ۽ معدنيات، سنڌ جي پيٽرول، ڪوئلي، بندرگاهه، نوڪرين ۽ سرحد جي بجلي ۽ معدنيات تي ملڪ جو وڏو ڀاڱو پنجاب قابض آهي. موٽر وي تي خرچ ٿيندڙ پيسا سنڌ ۽ بلوچستان ۾ خرچ ٿيڻا هيا ليڪن اهي سڀ پنجاب ۾ خرچ ڪيا ويا.

هينئر هو (پنجابي) ننڍن صوبن تي آخري وار ڪرڻ چاهين ٿا. سنڌ جو پاڻي بند ڪري ڪالاباغ ڊيم ٺاهي سنڌ کي مفلوج ڪرڻ چاهين ٿا. ڪالاباغ ڊيم ٺهيو ته سنڌ سڪي ٺوٺ ٿي ويندي. سرحد جا تاريخي شهر نوشهرو، جهانگيرا، رسالپور وغيره سم جي ور چڙهي ويندا ۽ عوام جو وڏو تعداد بي گهر ٿي ويندو. هينئر اسان کي آخري موقعو آهي ته سنڌ ۽ ٻيا ننڍا صوبا پنجابين جي سخت مزاحمت ڪن ۽ انهن جي دائمي غلاميءَ مان پاڻ کي آزاد ڪن.

اها ڳالهه رڪارڊ تي موجود آهي ته 1986ع ۾ ڪالاباغ ڊيم خلاف سنڌ اسيمبليءَ ۾ پهرين قرارداد مون آندي هئي ۽ 1988ع ۾ به جڏهن پ پ پ جي حڪومت هئي تڏهن به مون سنڌ اسيمبليءَ ۾ ڪالاباغ ڊيم خلاف قرارداد پيش ڪئي هئي. هينئر به اسانجا آبپاشي ماهر جهڙوڪ منظور احمد شيخ (سابق وفاقي سيڪريٽري)، انجنيئر عبدالرسول ميمڻ (سابق چيئرمين ارسا)، عبدالنبي عباسي (سابق سيڪريٽري آبپاشي)، سينيٽر عبدالمجيد قاضي ۽ ٻيا ڪالاباغ ڊيم بابت گهڻو ڪجهه ڪري رهيا آهن. نه صرف ملڪي بلڪه بين الاقوامي سطح تي هو ڪالاباغ ڊيم خلاف مضبوط ڪيس وڙهي رهيا آهن.

حيدر منزل ڪراچي امداد محمد شاهه.

# پيغام

اوهين اڪيلا ناهيو!

جڏهن اسين جوان هئاسين ته هتي سنڌ ۾ ايندا هئاسين. سائين جي ايم سيد صاحب اسانجو "سائين" هو. عبدالمجيد سنڌي صاحب اسان جو ليڊر هو، حيدر بخش جتوئي ...... ڇا ڇنجي اهو ته هڪڙي تحريڪ هو. مظلوم عوام جي ۽ مصطفيٰ ﭘرﮔﮍي صاحب وٽ ته اسان جو ٺڪاڻو هوندو هو. ڪنهن ڪنهن جو نالو وٺان؟ بهر حال اڄ هڪ عرصو ٿي ويو آهي ۽ اُهي بزرگ ناهن ۽ اسين سندن پٽن، سائين سندن رت، سندن ذهن، سندن غيرت، سندن احساس سان گڏ وينا آهيون. سنڌ جي باري ۾ آءٌ ڇا چوان؟ اوهين ڄاڻو ٿا پر گهٽ ڄاڻو ٿا. آئون ڄاڻان ٿو ته سنڌين تاريخ ۾ هن ڌرتي مهراڻ ڌرتيءَ لاءِ ۽ اُن رشتي سان انسانيت لاءِ ڪهڙيون خدمتون انجام ڏنيون آهن. اڄ به هن ملڪ سان ڪيڏ ڪيڏي ٿي وڃي اسان پنجاهه سالن تائين چيو، "مسلمان آهيون" "پائر آهيون" پوءِ به نٿا مڃين، اوهانجي سامهون چتاءُ ٿا ڏيون، آخري پيرو ته پائرن وانگر رهڻ لاءِ تيار آهيون پر غلامن وانگر رهڻ لاءِ تيار ناهيون.

سو اُن لاءِ آءٌ اوهان سان ملڻ آيس اوهان لاءِ خوشخبري آهي ته "اوهين اڪيلا ناهيو"

ڪالاباغ ڊيم هڪ علامت آهي، ايمرجنسي هڪ شرارت آهي پهرين قوم هئاسين، قوم ختم ڪري قوميت ڪيو ويو هاڻي اُن ڪي به پورو ٿا ڪن وفاق ڪي به ختم ڪرڻ چاهين ٿا. سينيٽ ڪي به ختم ڪرڻ چاهين ٿا. ڪهڙيون ڪهڙيون ڳالهيون ياد ڏياريون ۽ انهن سان ڇا جون ڳالهيون! اوهين اهو ٺهراءُ ضرور پاس ڪريو پر اُنهن بد عهدن ماڻهن سان، اُنهن بي واعده ماڻهن سان ۽ ڌوڪو ڏيندڙ ماڻهن سان اسان هڪڙي وڪ به هلڻ لاءِ تيار ناهيون. مذهب عقيدي جي فرق بنا

پاڪستان جي هر شخص سان گڏ ويهڻ لاءِ تيار آهيون. جنهن اسان کي ڏوکو ڏنو آهي، ڪوڙ ڳالهايو آهي، تنهن سان ڪا ڳالهه ٻولهه ڪانه ٿيندي. ڪالاباغ ڊيم سميت سڀ سازشون ختم ڪنداسين. پشتو ۾ هڪ شعر آهي، جنهن جو ترجمو هيٺ ڏجي ٿو ته:

يا مغل نه رهندو يا پختون ختم ٿي ويندو.

اجمل خٽڪ
عوامي نيشنل پارٽي.



**Sindh**
**Taraqi Passand Party**



**سنڌ**
**ترقي پسند پارٽي**

Date:________ Ref:________

# پيغام

اوهان جو خط مليو. ياد ڪرڻ جي وڏي مهرباني.

ڪالاباغ ڊيم سنڌ جي موت ۽ حيات جو مسئلو آهي، ڇوته هيءَ ڳالهه هاڻي ڳجهي ڪانهي رهي ته ڪالاباغ ڊيم بنيادي طور آبپاشي جو منصوبو آهي، جنهن ذريعي حڪمران، پنجاب جي 45 لک ايڪڙ بنجر زمين آباد ۽ سنڌ جي زرخيز زمين کي ريگستان بنائي سنڌ کي تباهه ڪرڻ گهرن ٿا.

پاڻي جي گهٽتائي سبب هن وقت سنڌ جي آبادي لائق زمين مان صرف 35 سيڪڙو آباد ٿئي ٿي پر جيڪڏهن ڪالاباغ ڊيم ٺهيو ته:

1). پاڻي جي شديد کوٽ پيدا ٿيندي ۽ اها 35 سيڪڙو زمين به آباد ٿي نه سگهندي، جنهن ڪري سنڌ جون زمينون ويران ٿينديون. اناج جي تصور ۾ نه ايندڙ قلت ڪري ڏڪار پوندو.

2). زرخيز زمين جي بنجر ٿيڻ ڪري زرعي بنيادن تي بيٺل

صنعتون جھڙوڪ کنڊ ۽ ڪپڙي وغيره جا ڪارخانا بند ٿي ويندا.

3). زمينن جي وايراني ۽ صنعتن جي بند ٿيڻ ڪري بيروزگاري جو اهڙو سيلاب ايندو جنهن کي ڪوبہ بند روڪي نہ سگهندو.

4). ڏهہ لک ايڪڙ فوٽ پاڻي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري نہ سگهندو، جنهن ڪري ڪراچي، ٺٽو، بدين، حيدرآباد ۽ ميرپورخاص جا انتهائي زرخيز ضلعا سامونڊي تباهين کان پاڻ کي بچائي نہ سگهندا.

5). پاڻي نہ هئڻ ڪري سنڌ جا ٻيلا ۽ ماحوليات تباهہ ٿي ويندا.

6). صاف سڌن لفظن ۾ ڪالاباغ ڊيم سنڌ کي تباهہ ۽ برباد ڪرڻ جو منصوبو آهي. پنجاب ڊيم ٺاهي سنڌو درياهہ تي سنڌ جي قدرتي ۽ ڪائناتي حق کي ختم ڪرڻ، سنڌ جي قومي وجود کي فنا ڪرڻ، سنڌ جي 5 هزار سالن جي عظيم تهذيب جو نالو نشان مٽائڻ ۽ سنڌ کي سدائين لاءِ پنهنجو غلام رکڻ چاهي ٿو.

سنڌ، پختونخواهہ ۽ بلوچستان جي اسيمبلين پاران ڪيئي ڀيرا ڪالاباغ ڊيم خلاف ٺهراءَ منظور ڪرڻ، سنڌي قوم جي هر طبقي، پرت ۽ حلقي پاران ڪالاباغ ڊيم کي مڪمل طور رد ڪرڻ جي باوجود پنجابي حڪمرانن پاران ڪالاباغ ڊيم جي اڏاوت جو اعلان سنڌ خلاف سڌي ۽ ننگي جارحيت آهي، جنهن جو ڪاميابي سان مقابلو ڪرڻ لاءِ سڄي قوم کي متحد ٿيڻو پوندو. ڪالاباغ ڊيم خلاف جدوجهد ڪنهن هڪ يا ٻن پارٽين جو معاملو ناهي پر هي سنڌ جي قومي وجود بچائڻ جي مقدس قومي جنگ آهي، جنهن ۾ سنڌ جي هر فرد کي شريڪ ٿي پنهنجو قومي فرض ادا ڪرڻو پوندو.

اوهان پيپلز پبلشنگ اڪيڊمي شڪارپور پاران ڪالاباغ ڊيم جي اصل خطرن کان سنڌ جي عوام کي آگاهہ ڪرڻ لاءِ تحقيقي نوعيت جي مواد تي مشتمل ڪتاب ڇاپي قومي فرض جي ادائگي لاءِ وک کنئي آهي، ان ڪتاب سان سنڌي عوام ۾ جاڳرتا پيدا ٿيندي ۽ حڪمرانن پاران پرنٽ ۽ اليڪٽرانڪ ميڊيا تان ڪالاباغ ڊيم لاءِ هلندڙ لاڳيتي

ڪوڙي پروپيگنڊا کي بي اثر ڪرڻ ۾ مدد ملندي. جنهن لاءِ اوهان سڀ دوست جس لهڻو. ان قومي ڪم ۾ اسان جو اوهان سان ساٿ رهندو. هڪ ٻئي سان ساٿ ۽ سهڪار قائم رهيو ته ضرور ڪاميابي ماڻينداسون.

ساٿ سلامت
نيڪ تمنائون

**ڊاڪٽر قادر مگسي**
**چيئرمين سنڌ ترقي پسند پارٽي**



سنڌ وديش مقدر آ  سائين جي ايم سيد رهبر آ

Bashir Ahmed Qureshi
Chairman

JEAY SINDH QAUMI MAHAZ
SINDH

Hyd. Off : 654616
Fax : 654087

# پيغام

سنڌ سدائين سونهن، سنڌ سدائين سون،
سنڌ سدائين سائي، سنڌ سدائين سچ،

سنڌ جي تاريخ جا ورق ورائي پڙهنداسون ته سنڌ اسان کي صدين کان زرخيز سائي ۽ سکي ستابي نظر پئي ايندي، ماڻهو هتان جا محبتي، صحتمند سهڻا ۽ جفاڪش نظر پئي آيا آهن. سنڌ صوبي جو وڻج واپار دنيا جي تقريبن سيني ملڪن سان هلندو پيو آيو آهي. شروع کان وٺي پاڪستان سنڌ صوبي مان چانور، ڪڻڪ، ڪپهه ۽ ٻيون زرعي پيداوار واريون چيزون، ٻاهرين ملڪن کي ايڪسپورٽ ڪري، جهجهو پيسو ڪمائيندو رهيو آهي. ان کان علاوه شروع کان وٺي سنڌ صوبي پاڪستان مان آيل ماڻهن جي لوڏ کي ڪراچي توڙي سنڌ جي ٻين شهرن اندر جيءَ ۾ جايون ڏيئي ساهه ۾ سمايو آهي. روزگار جا موقعا فراهم ڪيا ويا آهن. تنهن ڪانپوءِ به سنڌ سان ويساهه گهاتيون ڪيون ويون آهن. ڪڏهن جنگين جي

صورت ۾ پراڻي زماني ۾ سنڌ جي شهرن تي ڪاهون ڪيو ويون ته ڪڏهن اقتدار جي نشي ۾ اچي حاڪمن سنڌ واسين مٿان ظلم ڍايا، ڪڏهن ون يونٽ جو ڦندو وجهي سنڌ جا حق غصب ڪيا ويا ته ڪڏهن فوجي جنريلن سنڌين کي ماريو ڪٽيو. ڪڏهن سنڌو درياهه منجهان لنڪ ڪئنال قائم ڪري سنڌ جو پاڻي چوري ڪيو ويو ته ڪڏهن سنڌو درياهه مٿان بند ۽ بئراجون قائم ڪري معاشي استحصال ڪيوويو.

سنڌ سان هيڏيون وڏيون نا انصافيون ڪرڻ ڪانپوءِ به وزير اعظم ميان نواز شريف سنڌو درياهه مٿان ڪالاباغ وٽ ڊيم ٺاهڻ جو منصوبو جوڙيو آهي. اها نه صرف پنجاب ڪانسواءِ ٽنهي صوبن سان نا انصافي آهي بلڪه ميان صاحب جي غنڊا گرديءَ جو هڪ ڪليل ثبوت به آهي. بين الاقوامي، شرعي ۽ اسلامي قانوني مطابق سنڌو درياهه تي سنڌ جو حق آهي سنڌو درياهه جي پاڻيءَ تي سنڌي ماڻهو پنهنجو حق هاڻي نه پر گهڻو وقت اڳ جو قديمي ۽ تاريخي حق جتائي رهيا آهن. پنجاب سامراج جي سوچيل منصوبي مطابق ڪالاباغ ڊيم جي اوچائي سامونڊي سطح ڪان 925 فوٽ اوچي طئي ٿيل هئي مگر سال 1988ع ۾ سرحد صوبي وارن جي گوڙ ۽ گهمسان ڪري سندس 10 فوٽ اوچائي گهٽائي 915 فوٽ رکي وئي. ڊيم جي گهرائي 260 فوٽ ۽ ڊگهائي 5 هزار فوٽ هوندي. اهو 7.9 ملين ايڪڙ فوٽ ڪان 6.1 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻيءَ جو ذخيرو ڪري سگهي ٿو.

شروع ۾ هي منصوبو بجلي پيدا ڪرڻ جي لاءِ ٺاهيو ويو هو، مگر سال 1989ع ۾ واپڊا وارن رپورٽ ۾ ڏيکاريو آهي ته ڪالاباغ وٽ ڪاٻي ۽ ساڄي پاسي ڪان به وڏا واهه ڪڍيا ويندا. واپڊا جي اُن رپورٽ ۾ ڄاڻايو ويو آهي ته ساڄي پاسي جيڪو ڪئنال ڪڍيو ويندو اُهو 272 ڪلوميٽر هوندو ۽ اُن ۾ 15 هزار ڪيوسڪ پاڻي وهايو ويندو ۽ اُهو سڄو سال پاڻي وهي ته اهو وڃي ٿيندو 6.6 ملين ايڪڙ فوٽ. اُن مان ميانوالي، خوشاب، بکر، ليه ۽ جهلم ضلعن ۾ پوڻا چار لک زمين آباد ٿيڻي آهي. ڪاٻي ڪپ تي 157 ڪلوميٽرن جو هڪ ٻيو واهه کوٽجڻو آهي، 1500 ڪيوسڪ وهڪري واري اُنهيءَ ڪئنال مان 6.2 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي ساليانو وهڻو آهي، ان مان ديره اسماعيل خان ۽ خرم

بيسن وارن علائقن جون زميون آباد ٿينديون ڪالاباغ ڊيم لاءِ 6.3 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي کپندو. پر ان جي واهن لاءِ 12.75 ملين ايڪڙ فوٽ کپندو. هاڻ اسان سنڌ کي فني لحاظ کان جيڪو ڪالاباغ تي اعتراض آهي انڊس رور سسٽم ۾ (سيني درياهن ۾) ايترو پاڻي موجود آهي ئي ڪونہ جو سنڌو درياهہ جو مٿي پاڻي روڪيو وڃي ۽ سنڌ جي ضرورت جيترو پاڻي بچي بہ سگهي. اُنهي ڪري سنڌ جي زمين غيرآباد، ويران ۽ بنجر بڻجي ويندي، ٻيو تہ ڪالاباغ ڊيم ٺهڻ کانپوءِ سنڌ جي ڍنڊن تي پڻ خراب اثر پوندو سنڌ جون ڍنڊيون سنڌ جي سوين ماڻهن جي گذر جو وسيلو آهن، جن مان هو مڇي ۽ پکي ماري گذران ڪندا آهن، اُنهن ڍنڊن کي تازي پاڻيءَ جي رسد جو وڏو ذريعو سنڌو درياهہ آهي. مثال طور منڇر، حمل ۽ ڪينجهر وارين ڍنڊن جي ايراضي سوا لک ايڪڙن تي مشتمل آهي. رڳو اُنهن ڍنڊن کي تازي پاڻيءَ جي رسد بند ڪئي ويئي تہ اُهي ڍنڊيون سڪي ٺوٺ ٿي وينديون. منڇر ڍنڍ ۾ تازي پاڻي نہ اچڻ ڪري 40 هزار ماڻهو لڏپلاڻ ڪري ويا آهن، رڳو ضلعي لاڙڪاڻي ۾ 250 ننڍيون ۽ وڏيون ڍنڊيون آهن، جيڪي سرڪاري طور ليز تي ڏنيون ويون.

منڇر بابت واپڊا جي رپورٽ آهي تہ اڳ ۾ 2300 ٽن ساليانو مڇي مرندي هئي جڏهن تہ درياهہ مان تازو پاڻي نہ ملڻ ڪري ساليانو فقط 400 ٽن مڇي مري رهي آهي، ڪالاباغ جي ڪري ڪچي تي بہ خراب اثر پوندا. سنڌ جو ڪچو 19 لک ايڪڙن تي پکڙيل آهي جنهن مان ڇهہ لک ايڪڙ ساليانو ٻوڏ جي ڪري پوک ٿئي ٿي. اُنهيءَ پاڻيءَ جي ڪري ٻيلا وڌن ٿا. اُنهن ٻيلن تي بہ ڪيترن ئي ماڻهن جو گذر سفر آهي اُهي ماڻهو بہ بيروزگار ٿي ويندا.

ٽمر وارو ٻيلو دنيا جو پنجين نمبر وارو ٻيلو آهي اهو درياءَ جي چوڙ وارو علائقو آهي، اُتي مڇين جا 44 قسم پلجن ٿا جيڪي اُنهن ٻيلن جي ڪري پلجن ٿيون. ساحلي پٽي ۽ چوڙ واري پٽيءَ ۾ ساليانو ڏيڍ ارب روپين جي مڇي ماري وڃي ٿي جن مان تقريبن پوڻا ٽي هزار مهاڻن جا خاندان گذران ڪن ٿا. ڊيم ٺهڻ جي صورت ۾ پاڻي يقينن ڪونہ ملندو ۽ پاڻي نہ ملڻ جي صورت ۾ مهاڻن جا خاندان متاثر ٿيندا.

سمنڊ ۾ درياهہ جي پاڻيءَ جو چوڙ گهٽجڻ ڪري سمنڊ پائيندو ويندو، جنهن ڪري ٺٽي ۽ بدين وارن علائقن جو زميني پاڻي

لوٽائو ٿي ويندو. مٺي پاڻي نہ ملڻ ڪري اُتان جون زمينون بنجر ٿي وينديون. مطلب تہ سڄي سنڌ پاڻي نہ هئڻ جي صورت ۾ ويران ۽ برباد ٿي ويندي. اسان "جيئي سنڌ قومي محاذ" طرفان پنجاب سامراج منصوبي ڪالاباغ ڊيم ٺهڻ خلاف مزاحمتي جنگ جو اعلان ٿا ڪريون ۽ سنڌ واسين کي اپيل ٿا ڪريون تہ اسان جي سڏ سان سڏ ڏين ۽ قومي ٻڌي ۽ ايڪي جو ثبوت ڏيئي پنجاب سامراج مٿان واضح ڪن تہ جيسين سنڌ ۾ رهندڙ هڪ سنڌيءَ بہ جيئرو آهي اوستائين سنڌ خلاف ٺهندڙ ڪالاباغ ڊيم منصوبو ٺهي نٿو سگهي.

آخر ۾ مان برڪت علي پيٽو صاحب جو شڪر گذار آهيان جنهن مون کان ڪالاباغ ڊيم جي حوالي سان منهنجي در ۽ رتيديري واري گهر اچي قوم جي لاءِ پيغام ورتو.

رتوديرو

19-7-98

بشير خان قريشي.

چيئرمين جيئي سنڌ قومي محاذ

# پيغام

ڪالاباغ ڊيم يا ڪٿي ائين چئجي ته پاڻيءَ جي ورچ وارو تڪرار سنڌ لاءِ ڪو نئون ڪونهي. پاڻيءَ تي ڌاڙو ته پنجاب سامراج صدين کان پيو هٽندو اچي ڪڏهن چشما جهلم لنڪ ڪئنال قائم ڪري پاڻي پيو چورائي ته ڪڏهن سنڌو درياهه مٿان بندن ۽ ڪئنالن وسيلي پنهنجي زمينن کي پيو آباد ڪري. جڏهن ته موجوده دور ۾ بم ڌماڪن ڪانپوءِ پارٽ سان به وڏيڪ رساڪشيءَ واريون حالتون پيدا ٿي چڪيون آهن. دنيا جي امداد ڏيندڙ ملڪن به اقتصادي پابنديون لڳايون آهن، ملڪ انتهائي طرح اقتصادي بحران ۾ ڦاسجي چڪو آهي، هن دور ۾ نه عزت محفوظ آهي نه وري ملڪيت، نڪو بي خوف خطر سفر ٿو ڪري سگهجي نه وري تاجر يا ڪارخانيدار ڪٿي انويسٽمينٽ ڪري سگهي ٿو. انهيءَ رساڪشيءَ واري دور ۾ ميان نواز شريف پاڪستان جي تڪراري مسئلي ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ جو اوچتو ئي اوچتو اعلان ڪري جڻ ته بم جو وڏيڪ اضافي ڌماڪو ڪري ڇڏيو. خبر نه آهي ته، اعلان پويان ڪهڙا ملڪ ٽوڙ سازشي عناصر آهن، جيڪي ههڙا پيچيدا اعلان ڪرائي ملڪ ٽوڙڻ گهرن ٿا.

هينئر اسان ڏسندا سين ته هيڏي وڏي ڏکي مسئلي کي حڪومت سولائيءَ سان ڪرڻ انگن اکرن جي هيرا ڦيري ڪري عوام کي ڊيم ٺاهڻ تي آماده ڪري رهي آهي.

واپڊا جي چيئرمين 10 ڊسمبر 1997ع تي سينيٽ جي اسٽينڊنگ ڪميٽيءَ جي ميٽنگ ۾ ڪالاباغ ڊيم ٺهڻ جي لاڳت 7.24 ارب آمريڪي ڊالر ٻڌائي هئي. وزيراعظم ميان نواز شريف جي ڊيم ٺاهڻ واري اعلان کان پوءِ جلد ئي پاڪستان جي سرحد صوبي به

اعتراض واريا. بلوچستان جي عوامي نمائندن بہ هاءِ گهوڙا ڪئي، اُن ڪانپوءِ سندس جي عوامي نمائندن تہ ڪالاباغ ڊيم خلاف سنڌ اسيمبليءَ ۾ آواز اُٿاريا. سنڌ جو عوام روڊن تي نڪري آيو هڙتالون ٿيون، روڊ بلاڪ ڪيا ويا. مطلب تہ سنڌ جو سمورو عوام ڪالاباغ ڊيم ٺهڻ جي خلاف احتجاجن اُٿي کڙو ٿيو. پوءِ نواز حڪومت انگن اکرن جو جادو هلائيندي پاڻيءَ واري وفاقي وزير راجا نادر پرويز ڊيم ٺهڻ جي لاڳت 5.79 ارب آمريڪي ڊالر ٻڌائي. ملڪ ۾ اقتصادي بحران هجڻ جي باوجود حڪومت عوام کي صحيح خرچ ڏيکارڻ کان ڇو ڪيٻائي رهي آهي. عوام سوچڻ تي مجبور ٿي پيو آهي تہ ايترو جلد خرچ جو تخمينو ڪيئن گهٽجي ويو.

موجوده حڪومت جي اعلان ۽ پبلسٽيءَ مطابق ڊيم ٺاهڻ جو واحد مقصد بجلي پيدا ڪرڻ آهي پر حقيقت هي آهي تہ واپڊا پنهنجي رٿا ۾ ڪالاباغ ڊيم مان بہ هاءِ ليول ڪئنال ڪڍڻ چاهي ٿي هڪ کاٻي ڪپ تي ۽ ٻيو ساڄي ڪپ تي جن کي کاٻو ڪالاباغ ڪئنال ۽ ساڄو ڪالاباغ ڪئنال ڪوٺيو ويندو. اُهي ٻيئي ڪئنال پنجاب جي 11 لک 37 هزار ايڪڙ زمين آباد ڪندا. کاٻي ۽ ساڄي ڪئنالن ۾ 15 هزار ڪيوسڪ پاڻي پوندو، اُنهن ٻنهي ڪئنال کي 12.5 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻيءَ جي ضرورت رهندي.

هاڻي اچو تہ ڏسون ڊيم ٺهڻ گهرجي يا نہ اهو هڪ بنيادي مسئلو آهي مان ٻهريائين بنيادي معاملي کي ٿو وٺان اُهو آهي اتفاق راءِ. ٿيڻ ائين گهربو هو تہ، ايڏو وڏو حساس معاملو وزيراعظم پنهنجي قومي ايجنڊا ۾ آڻڻ گهري پيو تہ گهٽ ۾ گهٽ پارليامينٽ کي اعتماد ۾ وٺي ها، پارلياماني پارٽيءَ کي اعتماد ۾ وٺي ها. ايتري قدر جو ڪابينا کي بہ اعتماد ۾ نہ ورتو ويو. توهان اندازو ڪريو ايڏو وڏو معاملو قوم کان لڪائڻ لائق هيو؟ نہ نہ اهڙو پيچيده مسئلو تہ عوام آڏو آڻڻ گهربو هو. جهڙي ريت نيوڪليئر کي دنيا جي سيٽلائيٽ کان لڪائي ڌماڪو ڪيو ويو اهڙي طرح ميان نواز شريف پڻ اهو سوچيو تہ ان کي لڪائي اعلان ڪريون تہ اعلان ڪرڻ کانپوءِ واري تڪرار کي ڏٺو ويندو.

جيئن تہ پاڪستان چئن صوبن تي ٻڌل آهي، چئني صوبن لاءِ پاڪستان جو آئين تمام چٽو آهي، اُن ۾ آرٽيڪل نمبر 155 سي، سي آءِ (ڪائونسل آف ڪامن انٽريسٽ) اجازت ڏئي ٿو تہ جڏهن ڪنهن معاملي کي ملڪي ليول تي ڪنيو وڃي پوءِ اهو پاڻيءَ جو معاملو هجي يا گئس جو معاملو، اُنهيءَ کي چئني صوبن جي اتفاق راءِ سان حل ڪرڻ گهرجي. ميان نواز شريف اهڙا قانوني معاملا بہ اتفاق راءِ سان حل ڪرڻ نٿو گهري.

آخر ۾ مان ٿورائتو ۽ ممنون آهيان برڪت علي پٺو صاحب ۽ نعمت الله ايچ پٺو صاحب جو جن مونکان ڪالاباغ ڊيم نامنظور واري حوالي سان پيغام وٺي عوام تائين پهچائڻ جي ڪوشش ڪئي.

سکر

سيد خورشيد شاهہ
ايم اين اي



Dr. Khalid Mahmood Soomro
Secetary General
Jamiat-e-Ulama-e-Islam Sindh
Nazim-e-Aala
Jamia Islamiaishaiatul-Quran Wal-Hadith
Khateeb
Jamia Masjid Siddiqu-e-Akbar
Dodaly Road, Larkana (Sindh), Pakistan



ڈاکٹر خالد محمود سومرو
• سیکرٹری جنرل: جمعیۃ علماء اسلام ـ صوبہ سندھ ـ
• ناظم اعلیٰ: جامعہ اسلامیہ اشاعت القرآن والحدیث
• خطیب: جامع مسجد صدیق اکبرؓ لاڑکانہ سندھ

Date : __________ Ref. No. __________

# پيغام

مونکي اهو معلوم ڪري انتهائي خوشي ٿي آهي ته اوهان پيپلس پبلشنگ اڪيڊمي شڪارپور پاران ڪالاباغ ڊيم جهڙي انتهائي حساس مسئلي تي ناميارن محققن، سياستدانن، اديبن ۽ عالمن جا مضمون ۽ مقالا ڪتابي شڪل ۾ شايع ڪري رهيا آهيو. اوهان جو اهو قدم يقيناً اهليان سنڌ لاءِ انتهائي فائديمند ثابت ٿيندو. جيئن ته اوهان بخوبي ڄاڻو ٿا ته جميعت علماءِ اسلام هڪ وفاقي جماعت آهي جيڪا پاڪستان جي چئن ئي صوبن ۾ ڪم ڪري ٿي ۽ اسلامي انقلاب برپا ڪرڻ لاءِ پاڻ پتوڙي رهي آهي. پر قرآن ۽ سنت جي پاڪيزه تعليمات مان اسان کي اهو سبق ٿو ملي ته اسلام قومن کي قتل نه ٿو ڪري پر اسلام سيني قومن جي جائز حقن جو تحفظ ٿو ڪري.

اسان سمجهون ٿا ته پاڪستان جا چارئي صوبا ائين آهن جيئن چار ڀائر هجن هر ڀاءُ جو پنهنجو گهر ۽ پنهنجي ٻني ۽ پنهنجي وني هجي ڪنهن ٻه ڀاءُ کي اهو حق نه ٿو پهچي ته اهو ٻئي ڀاءُ جي ملڪيت تي

قبضو ڪري. جيڪو ائين ڪندو اهو ظالم ڇنبو ۽ ظالم سان ويڙهاند اسلام پاڻ سيڪاري ٿو. ميان نواز شريف صاحب پنهنجي غلط فيصلن ۽ احمقاڻه اقدامن سان ملڪ ٽوڙڻ جي ڪوشش ڪئي آهي پر انشاءَ الله ان جي سازش کي ناڪام بڻائيندا سين.

جميعت علماءِ اسلام جو ڪردار هميشه سامراج دشمن رهيو آهي ۽ انشاءَ الله اسان پنهنجي سامراج دشمنيءَ واري شناخت کي برقرار رکندا سين. اسان جي جماعت سان لاڳاپيل سنڌ جي برک عالمن پهرين مارچ 88ع تي ڪالاباغ ڊيم جي خلاف جيڪا شرعي فتويٰ ڏني هئي جيڪڏهن اها به اوهان پنهنجي ڪتابچي ۾ ڇپيو ته بهتر ٿيندو.

ان فتويٰ ۾ واضح ڪيو ويو آهي ته درياءَ جي پاڻيءَ تي سڀ کان وڏيڪ حق پڇڙيءَ وارن جو آهي، جيستائين آخر وارا ڍئو نه ٿا ڪن، ڍاپجن نه ٿا، سيراب نه ٿا ٿين ۽ انهن جون ضرورتون پوريون نه ٿيون ٿين تيستائين مٿين علائقن وارا نه پاڻي روڪي ٿا سگهن ۽ نه ئي وري ذخيرو ٿا ڪري سگهن. ميان نواز شريف صاحب جنهن نموني ڪالاباغ ڊيم جي تعمير جو اعلان ڪيو آهي، اسان ان اعلان کي ميان صاحب جي سنئين سڌي غنڊا گردي ۽ داداگيري سمجهون ٿا.

ميان صاحب کي گهرجي ته اهو پنهنجي غلطيءَ جو اعتراف ڪندي ڪيل اعلان واپس وٺي، ننڍن صوبن جي جذبن جو احترام ڪري ۽ شريعت محمدي عليٰ حاصبها الصلواة والسلام جو حياءُ ڪري. جيڪڏهن ميان صاحب هوش کان ڪم ورتو ته نيڪ نه ته ملڪ کي بحران کان ڪوبه نه بچائي سگهندو.

شال الله تعاليٰ ملڪ ۽ عوام جي حفاظت فرمائي. (آمين).

لاڙڪاڻو

ڊاڪٽر خالد محمود سومرو
جنرل سيڪريٽري
جميعت علماءِ اسلام سنڌ.

# پيغام

مهَرباني سنڌ جي سجڻن جي جن اج جي اُهم اشو ڪالاباغ ڊيم واري حوالي سان مونکان سنڌ واسين لاءِ پيغام وٺڻ جي گهر ڪئي آهي، جس هجي مسٽر برڪت علي پٽو ۽ مسٽر نعمت الله پٽو صاحب جن کي جن ڪالاباغ ڊيم تي لکيل سنڌي محققن، اديبن، مذهبي عالمن، ڊيم سان لاڳاپيل انجنيئرن، هن ڪاري ۽ ڀيانڪ موضوع تي لکندڙ قلمڪارن جي مضمونن کي وڏي جاکوڙ سان سهيڙي هڪ ڪتابي صورت ۾ عوام آڏو آڻڻ جي پوري پوري ڪوشش ڪري رهيا آهن، وري به مان ان قومي ڪم لاءِ کين مبارڪباد ڏيڻ چاهيان ٿو.

وزيراعظم ميان نواز شريف 11 جون تي ٽيلويزن ذريعي ڪالاباغ ڊيم جهڙي انتهائي تڪراري معاملي ۾ ننڍن صوبن جي راءِ جو احترام نه ڪندي فقط هڪ صوبي پنجاب جي مفادن کي آڏو رکي ڪالاباغ ڊيم تعمير ڪرڻ جو باضابطه اعلان ڪري ڇڏيو آهي. اعلان ڪرڻ ڪانپوءِ جلد ئي پاڪستان جي ٽنهي صوبن سنڌ، بلوچستان ۽ سرحد جي عوام ته ڊيم ٺهڻ جي ڀرپور مخالفت ڪئي ۾ خاص ڪري سنڌ سراپا احتجاج بڻجي ويئي. ميان صاحب عوام جي طاقت کان ڏڪندي هڪ ڀي هيراڦيريءَ وارو اعلان ڪيو ته ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ ۾ عوام جي اتفاق راءِ ورتي ويندي. سڄي پاڪستان ۾ اگر هڪ به ماڻهو ڊيم ٺاهڻ جي مخالفت ڪندو ته ڊيم ٺاهڻ واري جڳهه تي هڪ سر به نه لڳندي. ميان صاحب جي اهڙي وعدي ڪانپوءِ ڏسجي ٿو ته پاڪستان جي ٽن صوبن تي مشتمل اڪثريتي عوام ڪالاباغ ڊيم ٺهڻ کي ٽيڪنيڪي، ماحولياتي، سياسي، معاشي ۽ اقتصادي حوالي سان رد ڪري چڪو آهي.

ٽيڻ ته ائين گهرجي جو ميان نواز شريف پنهنجي زبان کي پاڻي

ڏيندي عوام جي آواز کي لبيک چئي ڪالاباغ ڊيم ٺهڻ وارو اعلان واپس وٺي. اگر وزير اعظم ميان نواز شريف پنجاب جي انا پرستن ۽ اسٽيبليشمينٽ جي چوڻ تي ڊيم ٺاهڻ جي ناڪام ڪوشش ڪئي ته، نه صرف پاڪستان جي وجود کي نقصان رسي سگهي ٿو، بلڪ پنجاب به ان ڏمر کان پاسيرو رهي نٿو سگهي.

تاريخ تي نظر ڦيري ڏسنداسين ته اسان کي سنڌ صوبو هميشه مصيبتن ۾ مبتلا نظر ايندو. هن ڌرتيءَ تي ڪونه ڪو ظالم اچي ڪونه ڪو نئون ظلم مٿان مڙهيندو رهندو آهي پوءِ اهو ظالم جنرل ضياءَ الحق جي صورت ۾ هجي يا ڪٽي چام صادق جي روپ ۾، جنرل ايوب خان جي حوالي سان اچي ملڪ مٿان ڊڪٽيٽر بڻجي ويهي يا جنرل يحيٰ خان ننڊ ۽ نشي ۾ ملڪ مٿان بادشاهي ڪري، سنڌ سدائين مصيبتن ۾ رهندي آئي آهي.

ڏسجي ٿو ته اسان سنڌ واسين کي جناب ذوالفقار علي ڀٽو جي دور حڪومت ۾ يا ڪٽي محترم بينظير ڀٽو صاحبه جي جمهوري دور ۾ اسان سنڌين کي گهٽي ڀاڳي رليف ضرور مليو آهي. مگر واڳ ڏٽي وري به ورائي ورائي پيا وار ڪندا آيا آهن.

جيڪڏهن اسان پنجاب سامراج جي خلاف متحد ٿي ميدان ۾ لهي پئون ته نه صرف ڪالاباغ ڊيم ٺهڻ وارو منصوبو رد ٿي سگهي ٿو بلڪ سنڌ خلاف ٻين هاڃيڪار منصوبن کان به نجات ملي ويندي.

**حاجي مظفر شجراع**
سابق ايم اين اي
جنرل سيڪريٽري پ پ پ ڪراچي.

ڪراچي





SINDH FANKAR WELFARE TRUST

H/No. 14/770 Dai Street Shikarpur Sindh. Phone: 0761-512912

Nazimuddin A. Dahar
M.A, A.M.C, B.Ed:, LL.B.
CHAIRMAN

Dated: ____________

# پيغام

محترم برڪت علي ٻٽو ۽ محترم نعمت الله ٻٽو صاحب جن کي جس ۽ آفرين هجي جن ڪالاباغ ڊيم نامنظور واري حوالي سان سنڌ واسين کي قومي جاڳرتا ڏيڻ لاءِ سنڌ جي محققن، اديبن، دانشورن، ديني عالمن ۽ آبپاشي و بجليءَ جي ماهرن جي مضمونن کي وڏي جاکوڙ سان سهيڙي "ڪالاباغ ڊيم" ڪتاب ۾ گڏ ڪيو آهي ۽ مونکي به ان عظيم قومي ڪم ۾ شريڪ ڪري سنڌي قوم جي لاءِ ڪجهه نه ڪجهه ڪرڻ جو مقصد فراهم ڪيو.

جَسُ ۽ شاباس هجي انهن رهنمائن، ديني عالمن، سياستدانن، اديبن، شاعرن، قلمڪارن ۽ فنڪارن کي جن الڳ الڳ نموني پنهنجي ڏنل خدائي ڏات سان هن قومي ڪم کي پنهنجو اولين فرض سمجهي قومي يڪجهتيءَ جو ثبوت ڏنو آهي.

سنڌ سچڻ دوستو!

سنڌ فنڪار ويلفيئر ٽرسٽ جيڪا هڪ غير سياسي تنظيم آهي ۽ سڄي سنڌ جي ضلعن ۽ تعلقن ۾ 126 شاخن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ فنونِ لطيفه سان تعلق رکندڙ فنڪار، اديب، شاعر، صحافي،

مصور، گلوڪار، موسيقار ۽ اداڪار شامل آهن. 19 جولاءِ 98ع تي حيدرآباد ۾ "ڪالاباغ ڊيم" خلاف سنڌ جي ڪنڊ ڪُڙڇ مان آيل فنڪارن هڪ تمام وڏي احتجاجي ريلي سنڌ ميوزم کان پريس ڪلب تائين پيادل ڪڍي جنهن ۾ يڪراءِ فيصلا ڪيا ويا ته ڪالاباغ جي حامي سرڪاري مِلازمن، ايم.پي. اي، ايم.اين.اي يا وزير وغيره کي ڪنهن به فنڪشن ۾ نه گهرايو ويندو ۽ نه وري ڪنهن به فنڪشن ۾ انهن قومي غدارن جي موجودگيءَ ۾ فنڪار پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا. ريڊيو پاڪستان ۽ ٽيليويزن جي پروڊيوسرن ۽ اتنظاميه کي تنبيهه ڪئي ويئي ته هو ڪالاباغ ڊيم ٺهڻ جي حق ۾ پروگرام ترتيب ڏيڻ ۽ ڊيم جي حمايت ڪرڻ کان باز اچن.

حڪومت طرفان جيستائين ڪالاباغ ڊيم ٺهڻ وارو فيصلو برقرار آهي، سڄي سنڌ اندر فنڪار بينرن، اشتهارن، پلي ڪاردن، تصويرن، گيتن، اسٽيج پروگرامن ۽ ٽيبلو وسيلي قوم کي ڪالاباغ ڊيم ٺهڻ وارن نقصانن کان آگاهه ڪندا رهندا. فنڪار محبت ۽ امن جو امين هوندو آهي پر ڪالاباغ ڊيم جهڙن هاڃن خلاف هر فنڪار فولادي ديوار بڻجي ويندو.

آخر ۾ مان فرزندان سنڌ، قومي رهنمائن، ڊيم نه ٺهڻ جي حمايتي سياستدانن کي يقين ٿو ڏياريان ته هن قومي ڪم ۾ اسان سنڌ جا سڀ فنڪار هر وقت اوهان سان گڏ آهيون.

شڪارپور
21-7-98

ناظم ڏهر
چيئرمين سنڌ فنڪار ويلفيئر ٽرسٽ.



# پيغام

مان، محترم برڪت علي پنهور، محترم نعمت الله پنهور ۽ محترم ناظم الدين ڏهر صاحب جن جو بيحد ٿورائتو آهيان جن مونکي منهنجي اباڻي ڳوٺ دڙو(ٺٽو) ۾ خط لکي ياد ڪيو ۽ موجوده دور جي انتهائي اهم مسئلي ڪالاباغ ڊيم جي حوالي سان شايع ٿيندڙ ڪتاب بابت پيغام ڏيڻ لاءِ چيو آهي.

سنڌ جي ٻچي ٻچي کي بخوبي علم آهي تہ ڪالاباغ ڊيم هڪ تڪراري منصوبو آهي، جنهنکي ملڪ جون ٽي صوبائي اسيمبليون اڳ ۾ ئي رد ڪري چڪيون آهن ۽ عوامي سطح تي بہ هن تڪراري منصوبي کي مسترد ڪيو ويو آهي. ليڪن ان جي باوجود موجوده حڪومت سردخاني حوالي ٿيل ان لولي لنگڙي منصوبي کي ٽن صوبن جي عوام مٿان مڙهڻ جي ناڪام ڪوشش ڪري رهي آهي. حڪومت جو ڊيم ٺاهڻ وارو فيصلو نہ صرف ڏاڍ تي مبني آهي پر صوبائي اسيمبلين جي ٺهرائن جي پڻ انحرافي آهي.

اهڙي سنڌ دشمن منصوبي خلاف سنڌ جا سچڻ دوست، پاڪستان جي ناميارن اديبن ۽ دانشورن جي چونڊ معلوماتي مضمونن کي سهيڙي سنڌ جي عوام کي هن ”سنڌ دشمن“ منصوبي بابت انتهائي اهم معلومات فراهم ڪري رهيا آهن. اميد تہ هي ڪتاب سنڌ جي ادبي تاريخ ۾ اهم جاءِ والاريندو.

ارباب وزير ميمڻ
دڙو (ضلع ٺٽو)





JAMOT QAUMI MOVEMENT PAKISTAN

جاموٹ قومی موومنٹ پاکستان

30.7.98 تاریخ

حوالہ نمبر ______

# پيغام

ڪالاباغ ڊيم جي تعمير سان نہ فقط سنڌ ۽ سرحد صوبي جي رهواسين کي نقصان رسي رهيو آهي، بلڪہ پاڪستان جي وڏي ايراضيءَ واري صوبي بلوچستان جي معيشت کي بہ سخت نقصان پهچندو. اسان ڄاموٽ قومي موومينٽ جي پليٽ فارم تان سنڌي ڀائرن کي اهو يقين ٿا ڏياريون تہ ڪالاباغ ڊيم خلاف مزاحمتي جنگ ۾ اسان هر سطح تي ساڻن گڏ آهيون. ڇو تہ ڪالاباغ ڊيم جو منصوبو نہ صرف سنڌ بلڪہ ملڪ دشمن پڻ آهي، جنهن جي تعمير جو اعلان ڪري ميان نواز شريف پنهنجي ”پنجابي“ ذهنيت جو مظاهرو ڪيو آهي.

بشير احمد سولنگي.
صوبائي صدر
ڄاموٽ قومي موومينٽ بلوچستان.


S.Q.M.

*Makhdoom Muzzafer Hussain Hashmi*
**Advocate**
CENTRAL CHAIRMAN
**SARAIKI QAUMI MOVEMENT**
PRESIDENT
**SARAIKI NATIONAL ALLIANCE**


S.N.A.

Ref.No. 28296 Date 10-7-98

# پیغام

مجھے یہ جان کر بہت خوشی ہوئی ہے کہ سندھ کے تاریخی شہر شکارپور سے آپ احباب "کالا باغ ڈیم" سے متعلق ایک ایسی کتاب شایع کر رہے ہیں جس میں اس ڈیم کے حوالے سے قارئین کو بہت ساری معلومات فراہم ہوگی۔

تاریخی اعتبار سے سرائیکی اور سندھیوں کے انتہائی گھرے روابط رہے ہیں۔ سرائیکی عوام نے ہمیشہ مشکل وقت میں سندھی عوام کا ساتھ دیا ھے اور اس وقت بھی جب سندھ کی سرسبز و شاداب سرزمین کو بنجر بنانے کیلئے کالا باغ ڈیم کی تعمیر کا اعلان کیا گیا ہے تو سرائیکی عوام، سندھی بھائیوں کے ساتھ شانہ بہ شانہ اس قومی جدوجہد میں ہر وقت ساتھ دینے کو تیار ہے۔

اس ضمن میں، میں اپنا ایک مضمون ارسال کر رہا ہوں، مناسب سمجھیں تو مذکورہ کتاب میں ضرور شایع کریں۔

خیرانديش

**مخدوم مظفر حسین هاشمی**

**چیئرمین**

سرائکی قومی موومینٹ.

# KALA BAGH DAM

The Kalabagh Dam has been a controversial project since its conceptualiazation stage. It is ill conceived and badly planned project.

Initially the impression was given that this shall be a reservoir dam. Then it was proclaimed as the source of cheap hydel power. Now as we learn it is to be an irrigation system also.

The citizens have a right to ask for the public disclosure of all the relevant facts and figures regrding project designs, cost estimates, environmental and socio-economic assessment, national government priorities and methods of financing the planned construction of another harness on the Indus River.

The STRASBOURG WATER FORUM (Feb: 12-14, 1998) has adopted the policy statement on the democratic management says as under:

The democratic management of water should be developed by means of participatory and transparent practice and representatives of water users should have a say in the work of institutions responsible for its management. It is necessary to.

- acknowledge that the sharing of the 'common heritage' represented by water resources prohibits its appropriation by the private sector or the state;
- apply the principles of good governance so that the public authorities will ensure a fair apportionment of water for all its uses;
- ensure that citizens are protected and represented in the decision making bodies of water services;

encourage transparent and dynamic relations between those concerned by means of a

communications strategy based on exchange of knowledge.

Water is also a social capital asset whose management must comply with certain criteria of economic efficiency. This does not mean that it should become a source of speculative profits. The technical and economic viability of water related infrastructure and employment should be guaranteed. Technical and financial choices must take account of social and political acceptability. This mean:

- striking the right balance between economic responsibility and decision making powers, by maintaining as far as possible, the responsibility of elected representatives and avoiding the privatization of capital assets;
- facilitating the financing of projects that benefit small and medium sized co-operatives, mutual and municipal enterprises that create jobs;
- offering water users the means of comparing traditional techniques with suitable alternatives the respect the diversity of management models;
- giving an economic value to services that encourage a sparing use of water and monitoring of system used to charge for water consumption."

In the case of Kala Bagh Dam the international rules on water rights have been violated. The Government of the day has insulted three provincial assemblies and over ruled their recommendations. Technically speaking the environmental impact study has not been conducted. The main impacts shall include.

a) <u>Scarcity and pollution of the Indus drinking water supply:</u> pollution of water increases with decrease in flow (6-7 MAF) as the salts, effluents are

concentrated in the low humidity and dry weather conditions. All the major cities post Kala Bagh Dam shall suffer. Apart from this the waste water disposal in the Indus from the cities and towns on both sides of Indus shall contribute in decreasing biological Oxygen density of the low flow waters and it shall be determental for acquetic and human life.

b) Earthquake Risk: The Kala Bagh Dam is located in an area known to have faults and fractures and the site is classified as a zone of moderate seismiacity. The Kala Bagh fault is a major and permanent threat and can not be rectified by attempts to plug it with concrete.

c) Flood Hazards: A reduction in storage capacity of reservior means less storm water can be accepted or intercepted by the dam. This will increase the danger of flooding in the upland areas of the takes as the delta is built up, thus rushing the level of water during floods. As such flooding in vulnerable Peshawar vale will be accentuated.

d) Water logging: The 260 km long link Canal to connect the Indus with the Jehlum and provide irrigation for adjacent land will inherit the water logging problems. The Chashma-Jhelum link linking the Indus with Jhelum from the Chashma reservior has experienced seepage and erosion with in a couple of years of its operation.

e) Katcho of Sindh: These shall be deforestation of Katcho due to the lack of water in Indus. About 600,000 acre forest shal be ruined which shall contribute to global warming.

f) Environment: Will displace more than one hundred thousand persons affecting their culture and quality of life.

g) Viability: It is projected that the dam will have water for only 12 years out of every 72 years. The water passing through the saline area, will be saline adding to the water logging and salinity of southern Punjab and Sindh. The dam will clog up further silt thus leading to soil erosion. The earth, being salty, is porous and will collapse similar to the Motorway in the Salty range.

The **Pakistan Peoples Party** is of firm opinion that this project shall be disaster for all people of Pakistan.

**Benazir Bhutto**
Chair Person
Pakistan Peopoles Party.



# ڪالاباغ ڊيم جي تعمير غير شرعي آهي.

هي فتويٰ سنڌ جي برک عالمن حضرت مولانا عبدالڪريم صاحب قريشي (بير شريف)، حضرت مولانا عبدالصمد صاحب هاليجوي (هاليجي شريف)، حضرت مولانا سراج احمد شاهه صاحب امروٽي (امروٽ شريف) ۽ علامه ڊاڪٽر خالد محمود سومرو صاحب (جنرل سيڪريٽري JUI سنڌ) جن طرفان جاري ڪئي وئي آهي.

**سوال:** سنڌو درياهه جي پاڻي تقسيم ڪرڻ جي باري ۾ ڪافي بحث مباحثو ٿي رهيو آهي ۽ سنڌو درياهه جي مٿان ڪالاباغ ڊيم تعمير ڪرڻ جون ڪوششون ڪيون پيون وڃن، جڏهن ته انهيءَ ڊيم جي تعمير سان سنڌ کي نقصان پهچندو ۽ سنڌ جا رهاڪو انهيءَ ڳالهه تي سخت اعتراض به وارين ٿا. شريعت جي روءِ سان پاڻيءَ جي انهيءَ تقسيم ۽ ڊيم جي تعمير جي باري ۾ اوهان اسان جي رهنمائي فرمايو؟

**جواب:** شريعت جي روءِ سان انهيءَ قسم جو ڪوبه ڊيم جيڪو پاڻيءَ کي سردست جاري رهڻ کان روڪي، ناهڻ ممنوع آهي. جيڪڏهن هيٺيان وارن کي نقصان پهچي يا انهيءَ تي هو راضي نه ٿين ۽ اجازت نه ڏين ته انهن صورتن ۾ مٿيان نه پاڻي روڪي ٿا سگهن ۽ نه ئي پاڻي ذخيرو ڪري سگهن ٿا.

## دليل نمبر-1:

مٿين کي حق نه آهي جو هيٺين کان پاڻي روڪين، ڇوجو هيٺيان مٿين جا امير آهن جيستائين انهن جون زمينون سيراب نه ٿين مٿيان پاڻي

ڪي روڪي استعمال نہ ڪري سگھندا. جيئن امام معظم حضرت عبدالله بن مسعود رضہ فرمايو آهي، پراڻي زماني کان مٿيان پاڻي روڪي استعمال ڪندا آيا هجن تہ بہ انهن ڪرڻ جائز نہ آهي ڇو جو اها مشترڪ درياهہ جي پيٽ ۾ شريڪن جي مرضي بنا دخل اندازي آهي ۽ شريعت ۾ انهن ڪرڻ ناجائز آهي ۽ ناجائز ڪم ڪرڻ کان شريعت روڪي ٿي. (العقود الدريہ في تنقيح فتاويٰ حامديہ جلد ٢ صفحہ ٢٤٨).

## دليل نمبر-2:

حديث ٻڌائي اسان کي ابو عمليس قاسم بن عبدالرحمان کان تہ ان حضرت عبد الله بن مسعود رضہ کان تحقيق ان فرمايو تہ هيٺيان پيچ وارا مٿين تي حاڪم آهن، ايستائين جو (انهن جون زمينون) ڍڪ ڪن. (ڪتاب الخراج لابي يوسف صفحہ ١٠٢).

## دليل نمبر-3:

حضرت عبدالله بن مسعود رضہ فرمايو آهي تہ درياهہ جا هيٺيان مٿين تي حڪم هلائيندڙ آهن، جيستائين اهي هيٺيان پنهنجون زميون سيراب نہ ڪن. ان ۾ دليل آهي تہ مٿين کي حق نہ آهي جو درياهہ کي بند ڪن ۽ هيٺين کان پاڻي روڪين. ڇو جو حق سيني جو ثابت آهي تہ پوءِ انهن مان ڪن کي هيءُ اختيار نہ آهي تہ ٻين کي حق کان محروم ڪن ۽ سڄو پاڻي پاڻ سان مختص ڪري ڇڏين ۽ انهيءَ روايت ۾ دليل آهي تہ جيڪڏهن درياهہ جو پاڻي اهڙي طرح آهي جو ڪنهن جي بہ زمين تائين سواءِ بند ڪرڻ جي پهچي نہ سگھندو تہ شروعات هيٺين کان ڪئي ويندي. جڏهن انهن جون زمينون سيراب ٿي وڃن تہ پوءِ مٿيان پاڻي کي روڪين جيئن روڪڻ سان پاڻي مٿي چڙهي ۽ انهن جي زمينن کي آباد ڪري. حضرت ابن مسعود رضہ جي روايت ۾ هيٺين کي مٿين جو امير ڪوٺيو ويو، هن ڪري جو هيٺيان مٿين کي پاڻي روڪڻ کان منع ڪري سگھن ٿا ۽ ان ۾ مٿين تي هيٺين جي فرمانبرداري ڪرڻ لازم آهي. جنهن جي توتي فرمانبرداري لازم هجي اهو تنهنجو امير آهي. (المبسوط السرخسي رح ج ٢٣ صفع ١٦٣)

## دليل نمبر-4:

اسان کي خبر ڏني اسماعيل، ان چيو تہ اسان کي حديث ڏني حسن، حسن چيو اسان کي حديث ٻڌائي يحييٰ، يحييٰ چيو تہ اسان کي حديث ٻڌائي ابو معاويہ محمد بن اسحاق کان ۽ ان محمد ابو مالک بن ثعلبه کان، ابو مالک پنهنجي پيءُ کان، چيائين تہ فيصلو فرمايو رسول الله صلي الله عليه وسلم، مهزور وادي بني قريظہ جي متعلق تہ بيشک پاڻي ٻن حصن جي طرف آهي، پرمٿيان ان کي هيٺين لاءِ بند نٿا کري سگهن ۽ هيٺيان ان کي مٿين لاءِ بند کري سگهن ٿا.

(ڪتاب الخراج يحييٰ بن آدم ص ١٢١ مطبع: مکتبه علميہ لاهور).

## دليل نمبر-5:

سوال ڪيو ويو ابو يوسف رحہ کان نهر مرو جي باري ۾ جا وڏي نهر آهي تہ هک شخص غيرآباد زمين آباد ڪئي جيڪا مرو نهر جي مٿيان اهڙي جڳهہ تان آهي جيڪا ڪنهن جي ملڪيت نہ هئي. ان نهر مان واهہ کوٽي غيرآباد زمين ڏانهن پاڻي وهايائين. امام ابو يوسف فرمايو جيڪڏهن مرو وارن کي انهيءَ پاڻي وهائڻ سان نقصان پهچي ٿو تہ پوءِ ان کي اهو حق نہ آهي پرجيڪڏهن نقصان نہ ٿو پهچي تہ ڪيس اهو حق آهي ۽ ان کي روڪڻ جو حق نہ آهي جو سبب مٿي ڄاڻايل آهي.

(بدائع صنائع جزءُ ٦ صفحہ ١٩٢).

## دليل نمبر-6 :

پوءِ توڙي جو مٿيان پاڻيءَ مان پلي نہ پيئندا هجن تہ بہ نهر کي بند نہ ڪن، ڪين اهو حق حاصل نہ آهي انهيءَ ڪري جو ان سان ٻين جي حق تلفي ٿئي ٿي پر بند ڪرڻ کانسواءِ پاڻي پي سگهي ٿو. پوءِ جيڪڏهن هيٺيان راضي ٿين تہ مٿيون نهر کي بند ڪري پنهنجو حصو پيئي يا نهراءَ ڪيائون هن ڳالهہ تي تہ بند ڪري هرهک ماڻهو انهن مان پنهنجو پنهنجو حصو پيئي تہ اهو جائز آهي. ڇوتہ حق انهن جو آهي پر اهو ڪڏهن بہ طاقت ۽ زور جي بنياد تي ان نهر کي بند نہ ڪندو، سواءِ رضامنديءَ جي، ڇوتہ اهو هيٺين کي نقصان ڏيڻ آهي. (هداية ج ۴).

## دليل نمبر-7:

پوءِ جيڪڏهن پاڻي جهلڻ جي ڪري نقصان ٿئي ۽ ماڻهن جا حق فاسد ٿين يا وڏي نهر کان پاڻي ختم ٿي وڃي يا پيئڻ جو هلڻ رڪجي وڃي پوءِ هر هڪ کي چاهي مسلمان هجي ذمي يا مڪاتب کي حق آهي ان جي روڪڻ جو (شامه جلد ٥ صفحو ٢٩١ مطبوعه مصر)

**والله اعلم بالصواب- وآخر دعوانا ان الحمد لله رب العالمين.**

اڄو ته سيئي سنڌي ماڻهو گڏجي سنڌ جي بقا جي جنگ وڙهڻ لاءِ علماءِ حق جي قيادت ۾ ميدان عمل تي نڪري اچون ۽ سنڌ جي پاڻيءَ تي ڌاڙو هڻندڙ سنڌ دشمن پنجابي وزير اعظم جي خلاف جدوجهد ڪريون.



رسول بخش پليجو

# ڪالاباغ ڊيم سنڌ جي معيشت کي تباهه ڪرڻ جي سازش آهي.

سنڌو جي مک وهڪري سنڌو درياهه ۽ ان جي اوڀر وارين پرتي ڪنڌڙ ندين جهلم، چناب، راوي، بياس ۽ ستلج ۽ اولهه وارين پرتي ڪنڌڙ ڪابل، سوات، هارو، ۽ سوان ندين تي ٻڌل آهي، انهن مان اوڀر وارين ٽي نديون راوي، بياس ۽ ستلج 1960ع واري "سنڌ طاس معاهدي" تحت ڀارت کي لکي ڏنيون ويون. ڀارت کي اولهه وارن انهن ندين جي پاڻيءَ ذريعي 13 لک 43 هزار 477 ايڪڙ آبادي ڪرائڻ جي اجازت ڏني وئي.

ايندڙ وقت ۾ پاڻي جي مقدار معلوم ڪرڻ جو ڪوبه طريقو موجود ناهي. خوش قسمتيءَ سان اسان وٽ 1922-23ع کان وٺي درياهه جي وهڪري جو رڪارڊ موجود آهي. ان رڪارڊ جي تاريخ جي مطالعي مان خبر پئي ٿي ته اسان جي درياهن جو وهڪرو انتهائي گهٽ وڌ رهيو آهي. ان حقيقت جو چٽو ثبوت اهو آهي ته 72 سالن جي تاريخ 1922 کان وٺي 1994ع تائين سڀ کان وڏيڪ پاڻيءَ جو وهڪرو 186.97 ملين ايڪڙ فٽ(ايم اي ايف) 1959-60ع ۾ رهيو آهي. جڏهن ته ان جي مقابلي ۾ گهٽ ۾ گهٽ وهڪرو سال 1974-75ع ۾ 97.74 ايم اي ايف رهيو آهي. پاڻي جي وهڪري جي ساليان سراسري 138.96 ملين ايڪڙ فٽ رهي آهي. جنهن مان 83.6 سيڪڙو خريف ۾ ۽ 16.4 سيڪڙو ربيع ۾ هجي ٿو. جڏهن ته 1924-25 کان 1932-33 تائين جي 9 سالن جو وهڪرو ان سراسري وهڪري کان به گهٽ رهيو آهي. شروع کان وٺي ئي پاڻي جي موجودگي جي حساب ڪتاب ڪرڻ کان لنوايو ويو آهي. 1987ع تائين ان سلسلي ۾ ڪوبه قدم نه کنيو ويو، جڏهن پهريون ڀيرو واپڊا جي واٽر ريسورسز اينڊ مئنجمينٽ نيشنل

ڪميشن آف ايگريڪلچر ڪميٽي پاڻي جي موجودگي جو حساب ڪتاب ڪرڻ شروع ڪيو. ان عمل مان 2 نتيجا ظاهر ٿيا. هڪ نتيجو سنڌ طاس معاهدي وارين حالتن کان اڳ جي 64 سالن يعني 86-1922ع تائين تي مشتمل آهي ۽ ٻيو 5 سالن مان چئن سالن جي سراسري وهڪري تي مشتمل آهي(جنهن جي صحيح هجڻ جا 80 سيڪڙو امڪان آهن.) درياهه ۾ موجود رهندڙ پاڻيءَ تي غور ڪرڻ کان پوءِ عملوم ٿئي ٿو تہ هر سال پاڻي جي وهڪري جو مقدار تبديل ٿيندو رهي ٿو ۽ جيستائين ايندڙ سالن لاءِ متي ڄاڻايل پاڻي جي وهڪري جي سراسري کي ذخيرو ڪرڻ جي گنجائش هوندي ، تيستائين ڊولپمينٽ 5 سالن جي وهڪري مان گهٽ ۾ گهٽ 4 سالن جي وهڪري تي ئي مشتمل هوندي.

ڪل موجود پاڻي – ساليانِي سراسري 86.61،
5 سالن مان 4 سالن جي سراسري: 14.5.

هو 250 ارب روپين جي خرچ سان ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ چاهن ٿا.

1). اهو تاثر ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي ٿي وڃي تہ پاڻي جي

ڪوٽ ۽ بجلي پيدا ڪرڻ جو واحد ذريعو ڪالاباغ ڊيم ئي آهي. جنهن تي جلد عمل ٿي سگهي ٿو. ڪالاباغ ڊيم کي اٽڪر سمجهي واپڊا درياءَ جي ٻين رٿائن کي سرد خانن ۾ دفن ڪري ڇڏيو آهي ۽ ٿر مان ملندڙ ڪوئلي جي تمام وڏي ذخيري ذريعي بجلي تيار ڪرڻ لاءِ ڪوبہ سنجيده قدم نہ ٿي کڻي.

2). ذخيري ڪرڻ لاءِ پاڻي صرف وڏين ٻوڏن دوران تڏهن موجود هوندو، جڏهن اهو خريف جي فصل ۽ جاري ڪوٽ کي پورو ڪرڻ کانپوءِ بہ بچندو هجي. واپڊا جا انگ اکر ٻڌائين ٿا تہ ايڏي وڏي سطح جي ٻوڏ 72 سالن جي تاريخ ۾ 12 ڀيرا آئي آهي. اهو پاڻي صرف ۽ صرف ذخيرا اندوزيءَ واري ڊيم تعمير ڪرڻ سان ذخيرو ڪري سگهجي ٿو. خريف جي مند ۾ سڀ کان وڏي وهڪري واريون ٻوڏون 51-1950 (151.28 ايم اي ايف) ۽ 60-1959 (154.74 ايم اي ايف) ۾ آيون. اهڙن سالن ۾ وڌ ۾ وڌ 25 کان 30 ايم اي ايف پاڻي موجود هجي ٿو،

جيڪو ڪالاباغ جهڙي ڊيم ۾ ذخيرو نٿو ڪري سگهجي. شروع ۾ ڪيل ڪجهه بنيادي تحقيقات ٻڌائن ٿيون ته اسڪردو ۾ پاڻي ذخيرو ڪندڙ ڊئم بنائڻ لاءِ مناسب جڳهه آهي، ممڪن آهي ته ڀاشا ڊيم کي به ٻيهر ڊزائين ڪري، ان کي ذخيرو ڪندڙ ڊيم بنايو وڃي. ان صورت ۾ به ان جي ذخيرو ڪرڻ جي گنجائش ايتري نه هوندي جيتري اسڪردو ۾ ذخيرو ڪندڙ ڊيم جا هيٺيان فائد آهن.

i). اهو وڏين ٻوڏن جو سمورو اضافي پاڻي ذخيرو ڪري وٺندو ته جيئن ان کي ايندڙ سالن لاءِ استعمال ڪري سگهجي.

ii). ذخيرو ڪندڙ ڊيم مان ڪوٽ وارن سالن دوران استعمال لاءِ پاڻي ڪڍي سگهجي ٿو.

iii). اهو پاڻي جي ذخيري ۾پاڻي ۾ مٽي جي گڏجڻ واري اثر کي به روڪي سگهي ٿو.

iv). اهو ٻوڏ کي روڪڻ لاءِ تمام گهڻو ڪارائتو ٿي سگهي ٿو. ڇاڪاڻ ته اهو ٻوڏ جي سموري اضافي پاڻي کي پاڻ وٽ جمع ڪري وٺندو. جڏهن ته موجود ذخيرا (ذخيرا ڪندڙ ڊيون) ٻوڏ تي قابو پائڻ لاءِ ايترو مؤثر ناهن، ڇاڪاڻ ته انهن جي (ذخيرو ڪرڻ واري) گنجائش ٿورڙي هجي ٿي ۽ ٻوڏ واري وقت تي اهي ڀريل هجن ٿيون.

3). پاڻي جي گهٽي استعمال سبب دريا جي ڇوڙ ڪرڻ واري علائقي ۾ ايڪولاجيڪل حالتون بگڙجي ويون آهن. انگ اکر ٻڌائن ٿا ته 91ع واري پاڻي جي ناهه ۾ مخصوص ڪيل 10 ايم اي ايف پاڻي 72 سالن مان 48 سالن ۾ مهيا ناهي ٿي سگهيو. هلندڙ رٿائن لاءِ مخصوص ڪيل پاڻي جي مقدار گهٽائڻ يا ذخيري کي نه ڀرڻ سان ان حالت ۾ بهتري نه اچي سگهندي. ان تباهيءَ کان بچڻ لاءِ ذخيرو ڪندڙ ڊيم رٿيا وڃن، جن ۾ جاري رٿائن ۽ ڪوٽ جي پوراءَ بابت وڌيل پاڻي ذخيرو ڪيو وڃي ۽ 3 لک ڪيوسڪ پاڻي جو ڇوڙ سمنڊ ۾ ڪرايو وڃي.

4). تجويز ڪيل ڪالاباغ ڊيم پشاور جي سرسبز وادي ۽ نوشهرا شهر لاءِ خطرو آهي. جڏهن ته رٿا ۾ ذخيرو ٿيندڙ پاڻي کيوڙا ۽ ڪوهاٽ جي لوڻ سبب کارو ٿي گدلو ٿي ويندو.

5). ڪالاباغ ڊيم جا متبادل هن ريت آهن:

1. وڏين ٻوڏن وارن سالن ۾ اضافي پاڻي کي گڏ ڪرڻ لاءِ ذخيرو ڪندڙ ڊيم ٺاهيا وڃن. 2. پاڻي ۽ مٽي جي جمع ٿيڻ جي تلافي طور منگلاڊيم جي پاڻي جي سطح وڌائي وڃي. 3. داسو ۽ بنجي وانگر درياءَ تي آبپاشي وارين رٿائن جي مهم هلائي وڃي. 4. ٿر جي ڪوئلي کي استعمال ڪري بجلي پيدا ڪئي وڃي.

پاڻي ۽ بجلي واري وزير چيو آهي ته جولاءِ 98ع ۾ هو پاور پاليسي جو اعلان ڪندو. ڪيس تجويز تي ڏجي ته درياءَ تي آبپاشيءَ وارين رٿائن جي مهم ۽ ڪوئلي ذريعي تيار ٿيندڙ بجلي سندس پاليسين جا مک نقطا هجڻ گهرجن.

6). اهو واضح آهي ته ڪالاباغ ڊيم رٿا تڪميل لاءِ لازمي بنيادي حالتن تي پورو نٿو لهي. ان جي باوجود جيڪڏهن ٺاهيو وڃي ٿو ته اهو اڪثر سالن ۾ غلط رٿابندي ۽ ضايع ٿيل خرچ جو شاهڪار نظارو هوندو.

*. ڪالاباغ ڊيم مان ٿيندڙ نقصان.

*. واپڊا ڪالاباغ ڊيم جي عاليشان عمارت کي ڊهڻ کان بچائڻ لاءِ بي بنياد سهارا ڏيڻ جون ڪوششون ڪيون آهن. جيڪي لاحاصل آهن.

*. پاڻي جي سراسري وهڪري جي انگن اکرن کي وڌائي چڙهائي 224 ايم اي ايف طور پيش ڪيو ويو آهي.

*. ڪالاباغ ڊيم 6.1 ايم اي ايف جي ڪوٽ 7 ايم اي ايف واري سسٽم جي ڪوٽ کي پورو ڪندي. اوپر وارن دريائن مان 4 ايم ايف پاڻي حاصل ڪيو ويندو.

*. پاڻيءَ جي موجودگيءَ جي انگن اکرن کي وڌائي چڙهائي پيش ڪندڙ، جيڪي ڪن حالتن ۾ پنهنجي حساب ڪتاب ڪرڻ وارن طريقن تان به ڦري وڃن ٿا، سي تمام بهتر نموني ڄاڻن ٿا ته ڪو وڏو پراجيڪٽ جوڙڻ وقت جيڪڏهن ڪا غلطي ڪجي ته اهڙي هنڌ جتي نقصان گهٽ ٿئي ۽ ان کان بچڻ لاءِ ڪي حفاظتي عمل به ڪرڻ گهرجن.

*. 5 مان 4 سالن جي سراسري طور پاڻي جي موجودگي واري 87ع واري پنهنجي ئي جوڙيل معيار/ ڪسوٽي کي هڻي پاڻ ئي تبديل ڪري ڇڏيو. جيتوڻيڪ 90ع ۾ فاروق احمد خان لغاري پاڻي ۽ بجلي واري وزير جي حيثيت ۾ ان کي منظور/ تسليم ڪيو هو.

*. موجوده پاڻيءَ جي ذخيرن ۾ مٽي ۽ واري جي جمع ٿيڻ کي ڪالاباغ ڊيم سان ڳنڍڻ جون ڪوششون ڪيون پيون وڃن. واپڊا منگلا ڊيم ۾ پاڻي جي سطح کي وڌائڻ نه ٿي چاهي، جيڪو ڪنهن خاص خرچ ڪانسواءِ ٿي سگهي ٿو. ان بجاءِ فيصلو ڪندڙن کي ڇٺون ٿا ته ”قدم کڻڻ کان اڳ سوچيو.“

*. ڪالاباغ ڊيم جي تعمير سنڌ جي معيشت کي تباهه ڪرڻ جي ڳوڙهي سازش آهي.

*. ان سلسلي ۾ حڪمران هڪ طرفو فيصلو ڪرڻ کان پاسو ڪن. ڇاڪاڻ ته ان سان سياسي ۽ جاگرافيائي تصور تي تمام خراب اثر پوندا.

*. ميڊيا، ٽي وي ۽ ريڊيو عوام جي ڏنل ٽئڪسن تي هلن ٿا، تنهن ڪري انهن کي عوام خلاف استعمال نه ڪيو وڃي.

*. حڪمران خلق(عوام) سان سچا ناهن. انهن قومي دولت کي لٽيو آهي. دهشگردي کي هٿي ڏني، جمهوريت خلاف عمل ڪيو. عام ماڻهن کي بيروزگار ڪري کين سخت غربت ۽ بدحالي جو شڪار ڪيو آهي ۽ هو انتهائي ضروت وارين شين جي اگهن کي ڪنٽرول ۾ ناهن رکي سگهيا.

*. سرائيڪين کي پنجابي اسٽبلشمينٽ جي سازش سمجهڻ گهرجي، اهي کين پڻ مظلوم قومن کان الڳ ٿلڳ ڪرڻ چاهين ٿا.

*. ڪالاباغ ڊيم ٽيڪنيڪل معاملو ناهي، اهو هاڻ انساني مسئلو آهي، جنهن سان ٽنهي صوبن جي لکين عوام جي قسمت لاڳاپيل آهي.

*. ڪالاباغ ڊيم مخالف جدوجهد شهرت ۽ ڪريڊٽ حاصل ڪرڻ وارو سوال ناهي، اها ڏگهي حڪمت عملي واري جنگ آهي، جنهن ۾ زندگي جي هر شعبي جا ماڻهو شامل هوندا.

*.پرڏيهه ۾ رهندڙ سنڌين کي پنهنجو ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي.

عبدالرسول ميمڻ.

# ڪالاباغ ڊيم جي ڇنڊ ڇاڻ

## تعارف:

ڪافي عرصي کان ڪالاباغ جي پرسان بند ٻڌڻ بابت، مظاهرن، گڏجاڻين، سيمينارن، سياسي پارٽين، ضلعي ڪائونسل، ميونسپل ڪاميٽين ۽ يونين ڪائونسلن وغيره طرفان منظور ٿيل ٺهرائن کان سواءِ ڪيترين ئي قياس آراين، افواهه ۽ اختلافي بحث زورن تي هلي رهيا آهن. اهو معاملو سيني قومي روزنامه اخبارن ۾ شهه سرخين ۾ ڇپيو آهي. اسان جي نيت تيليءَ مان ٿنڀ بنائڻ جي نه، پر داناءَ طبقي کي، عام ماڻهوءَ جي ٻوليءَ ۾ سموري معاملي جي ڇنڊڇاڻ کان واقف ڪرڻ آهي. هتي سمورا تفصيل ڏيڻ ممڪن ناهن، پر ڪالا باغ جي رٿا جي مکيه خاڪن ۽ انهن جي مجموعي جائزي ڏيڻ جي ڪوشش ڪيل آهي، جنهن ۾ عوام جو وڏو حصو دلچسپي رکي ٿو ۽ اهو داناءَ طبقي تي ڇڏيل آهي ته هو انهيءَ مان پنهنجا نتيجا پاڻ ڪڍي.

سڀ کان اول، مئسلي جي نوعيت کي سمجهڻ لاءِ ان جي پس منظر جي واقفيت سان لاڳاپيل بنياد ۽ پوءِ پيدا ٿيندڙ ذهني لاڙن جي ڇاڻ ضروري آهي.

## پيهڪ:

ڪالاباغ بند رٿا پٽاندڙ، سنڌونديءَ تي انهيءَ هنڌ تي بند ٻڌي پاڻيءَ جو ذخيرو گڏ ڪرڻو آهي، جيڪو سنڌوندي ۽ سوئن نديءَ جي سنگم واري هنڌ کان هڪدم هيٺيرو آهي. بند ذريعي پاڻيءَ جو ذخيرو گڏ ڪرڻ لاءِ رٿيل هٺرادو ڍنڍ، سرحد صوبي ۾ سنڌونديءَ جي ساڄي ڪپ تي نوشهرو شهر تائين ڦهليل هوندي، انهيءَ بند ۽ هٺرادو ڍنڍ جي ايراضي، سرحد صوبي جي نوشهري ۽ ڪوهاٽ، ۽ پنجاب صوبي جي

ميانوالي ۽ ڪيمبل پور (اٽڪ) ضلعن جي انتظامي حدن ۾ اچي وڃي ٿي. ڪالاباغ بند جي گڏ ڪيل پاڻيءَ جي ڍنڍ مان ڇڏيل پاڻي، ملڪ جي هيٺاهين وارن بئراجن جي ڪنهن به واهه جي نظام- جناح، چشما، چشما- جهلم لنڪ ڪئنال، تونسا، تونسا-پنج ند لنڪ ڪئنال، گڊو، سکر ۽ ڪوٽڙي بئراجن وسيلي، ملڪ جي ڪنهن به حصي ۾ ڪتب آڻي سگهجي ٿو. تنهن ڪري انهيءَ رٿا واري هنڌ کي "مڪمل سنڌو ماٿري رٿا" ڪوٺي سگهجي ٿو.

## سنڌ ماٿري (Indus River Basin):

سنڌونديءَ جي شروعات سمنڊ جي سطح کان 18 هزار فوٽ مٿي، ڪيلاش جبلن جي قطار جي اترئين برفاني دامن کان، تبت جي پٽن مان ٿئي ٿي، جيڪي مانسرور ڍنڍ جي اتر ۾ آهن. سنڌونديءَ ۾، ساڄي ڪپ کان، زسڪسر، شيوڪ ۽ شيگر نديون شامل ٿين ٿيون، جيڪي اتر طرف کان قراقرم جو پاڻي وهايو، اسڪردو شهر جي پسگردائي ۾ منجهس اچيو پهچن ٿيون. اڳتي هلي، گلگت شهر جي پرسان، منجهس گلگت ندي پڻ اچي شامل ٿئي ٿي. اهي سنڌو نديءَ جون پرتي ڪنڌڙ نديون، پاڻ سان دنيا جون ديو هيڪل برفاني ڇپون ۽ تمام وڏيون برفاني ايراضيون وهايو اچن ٿيون. ڪابي ڪپ کان، سوان ندي ۽ پوءِ ساڄي ڪپ کان، اٽڪ وٽ ڪابل ندي منجهس شامل ٿين ٿيون. ڪابل ندي جيڪا افغانستان ۾ هندوڪش جبلن مان نڪري ٿي، سنڌونديءَ جي اولاهين پاسي واري پرتي ڪنڌڙ هڪ وڏي ندي آهي. اٽڪ جي پرسان، سنڌوندي اٽڪل هڪ سئو ميل ڊگهي جابلو لنگهه ۾ داخل ٿئي ٿي، جيڪو اٽڪ کان ڪالاباغ تائين هليو وڃي ٿو. سنڌوندي ۾ سندس پرتي ڪنڌڙ شاخون ڪابي ڪپ کان سوان، هئرو ۽ سون نديون ۽ ساڄي ڪپ کان ڪوهاٽ نوي ندي آهن. پڇاڙيءَ ۾ سنڌوندي ڪالاباغ جي پرسان ميداني علائقي ۾ داخل ٿئي ٿي ۽ ڪالاباغ کان هيٺ، منهاٽي ميدانن جا اٽڪل 770 ميل سلهاڙي، عربي سمنڊ ۾ چوڙ ڪري ٿي. ميدانن واري علائقي جي سفر ۾ مٺڻ ڪوٽ جي مقام

وٽ، سنڌو نديءَ سان پنج ند ندي اچي شامل ٿئي ٿي، جيڪا اوپر وارين پنجن ندين، جهلم چناب، ستلج، راوي ۽ بياس کي وهايو کڻي اچي ٿي.

## آب و هوا:

پکيڙ ۽ طبعي جاگرافيائيَ طور تي مختلف علائقن واري هن رٿا جي ايراضي جي آب و هوا، انهيءَ ايراضيءَ جي مختلف حصن ۾ هڪٻئي کان ڪافي مختلف آهي. پر "سنڌو ماٿري رٿا" جي اترين حصي جي آب و هوا، رٿا جي سموري ماٿري جي آب و هوا تي هڪ زورائتو اثر ڇڏي ٿي، ڇو جو قراقرم، هماليه ۽ هندوڪش جبلن جون قطارون عام موسمي هوائن جي سطح کان مٿي آهن ۽ رٿا واري سنڌو ماٿري ۽ وچ ايشيا جي وچ وارين هوائن جي حرڪت تي اثرائتي روڪ وجهن ٿيون. قراقرم ۽ هندوڪش جبلن جون قطارون سرد هوائن کي ڏکڻ ڏانهن وڌڻ کان روڪيو ڇڏين ۽ هماليه جبل وري ڏکڻ-اوبر ۽ ڏکڻ-اولهه کان ايندڙ هوائن کي، رٿا واري ايراضيءَ جي وڏي حصي تي اثر انداز ٿيڻ کان روڪيو ڇڏي.

## مينهن (Precipitation) :

رٿا واري ايراضي اونهاري توڙي سياري ۾ موسمي دٻاءَ هيٺ رهي ٿي. سياري ۾ مينهن گهڻ ايراضيءَ ۾ ۽ گهڻ وقت لاءِ پوي ٿو. ڪشميري جابلو ماٿرين ۽ انهن سان لاڳيتين ايراضين ۾، هماليه جي جابلو قطارن جو ڪين چوماسي جي هوائن کان بچاءُ ڪري، سياري ۾ برفاني لاڙن جو تمام گهڻ دٻاءُ پوندو آهي. رٿا واري ايراضيءَ ۾، اونهاري ۾ پوندڙ مينهن جو سبب بنگال جي اپسمنڊ ۽ عربي سمنڊ مان اٿندڙ چوماسي جون هوائون آهن، جيڪي انهيءَ ايراضيءَ کي ڏکڻ-اوبر ۽ ڏکڻ-اولهه کان لڳندڙ هوائن جي اثر هيٺ آڻي ٿيون ڇڏين.

سنڌونديءَ جي طاس (catchment) ۾ وڏ ۾ وڏ سراسري ساليانو مينهن ۴۵ انچن کان مٿي، تربيلا جي اوبر ۽ اتر-اوبر طرف پوندو آهي ۽ اولهه-اتر ۽ ڏکڻ طرفن تي اهو سراسري مينهن گهٽجندي

جالڪوٽ، نوشهري ۽ ڪالاباغ جي پسڪردياين ۾ اٽڪل 10 انچ پوندو آهي. ڪابل نديءَ جي ماٿري واري ايراضيءَ ۾ موسمي دٻاءُ گهٽ هوندو آهي. ڏکڻ-اوڀر ڪنڌ جي هڪ ننڍڙي حصي ۾ اٽڪل ·30 انچ مينهن پوندو آهي، جيڪو اولهه ڏانهن گهٽبو ويندو آهي ۽ پاڪستان جي سرحد کان ٻاهر مڪمل سوڪ ٿيو وڃي.

## وهڪ (Inflows) :

ڪالاباغ بند واري هنڌ وٽ سنڌونديءَ جي سالياني سراسري وهڪ 89.22 ايم اي ايف آهي. 1922ع کان 86-1985ع تائين وڌ ۾ وڌ 130.9 ايم اي ايف ۽ گهٽ ۾ گهٽ 65.76 ايم اي ايف سالياني وهڪ رڪارڊ ڪئي وئي آهي. خريف ۾ وڌ ۾ وڌ وهڪ 102.17 ايم اي ايف (1942ع) ۽ گهٽ ۾ گهٽ وهڪ 53.49 ايم اي ايف (1974ع) رڪارڊ ڪيل آهي. ربيع ۾ وڌ ۾ وڌ وهڪ 20.25 ايم اي ايف (60-1956) ۽ گهٽ ۾ گهٽ وهڪ 9.30 ايم اي ايف (72-1971) رهي آهي. انهيءَ وهڪ جو وڏو حصو برفاني ڇپن ۽ برف جي پگهريل پاڻيءَ تي مشتمل آهي، جيڪو نديءَ جي بنيادي وهڪ وارو پاڻي مهيا ڪري ٿو. نديءَ جي پاڻيءَ جو سانده مقدار سياري ۾ 20 هزارن ڪان وٺي 30 هزار ڪيوسڪس رهي ٿو. جنهن ڪان پوءِ، برف ڳرڻ ۽ ڪڏهن ڪڏهن برساتون پوڻ ڪري، مارچ کان وٺي اهو وڌڻ شروع ڪري ٿو. برف ڳرڻ ۾ واڌ ۽ چوماسي جون هوائون لڳڻ ڪري، اونهاري ۾ وهڪ ۾ تيزي اچيو وڃي.

## لٽ (Sediment) :

سنڌوندي ۽ ان جون ٻرتي ڪندڙ نديون پاڻ سان اڻ ڳرندڙ لٽ جا وڏا انبار ڪٺي ايندبون آهن، جيڪي وقت گذرڻ سان ڪالاباغ جي هٿرادو ڍنڍ جي استعمال جوڳي گنجائش تي اثر انداز ٿيندا. جيئن ته ڪالاباغ بند سنڌونديءَ تي ٻڌو پيو وڃي، تنهن ڪري گڏ ٿيندڙ لٽ جي اثر جو سوال تمام وڏي اهميت ٿو رکي. جيڪڏهن ڪالاباغ هٿرادو ڍنڍ جو، تربيلا وانگي 100 سيڪڙو روڪ سگهه (Trap efficiency) جي

بنياد تي خاڪو ٺاهيو ويو، تہ اها 30 ورهين ۾ سلٽ سان لٽجي ويندي.

جيڪا لٽ ڪالاباغ تائين وهي اچي ٿي، سا 1,10,800 چورس ميلن جي پکيڙ تان مختلف اٿر رکندڙ مختلف قسمن جي لٽ جو انبار آهي. تربيلا بند تائين، 65,500 چورس ميلن مان لنگهندي هيءَ 61,500 برفاني چورس ميلن مان لٽجندي لنگهندي آهي. تربيلا کان 21 ميل اوڀارو، در بند وٽ، انهيءَ لٽ ۾ 60 سيڪڙو واري آهي، جنهن جو سبب مٿاهين برفاني ڇپن جو ڪاڇي وڃڻ آهي. دربند وٽ، سراسري لٽ توري جي حساب سان 0.40 سيڪڙو آهي، جنهن ۾ 59 سيڪڙو واري 34 سيڪڙو سلٽ ۽ 7 سيڪڙو مٽي آهي.

تربيلا ۽ اٽڪ جي وچ ۾، ندي گهٽو ڪري ميدانن مان وهي ٿي، جتان هوريان وهڻ ڪري لٽ ۾ ور وڪڙ ڪائيندڙ وهڪرا ٺاهيندي ويندي آهي. ڪابل ندي جيڪا اٽڪ وٽ سالياني وهڪ جي مقدار جو ڏيون حصو آڻي ٿي، سا اتي ڪل لٽ جي مقدار جو فقط ڏهہ سيڪڙو آڻي ٿي. اٽڪ کان هڪدم هيٺيرو ۽ تربيلا کان 36 ميل لهوارو مندوريءَ وٽ لٽ جو سراسري مقدار 0.276 سيڪڙو آهي، جنهن ۾ 44 سيڪڙو واري، 41 سيڪڙو سلٽ ۽ 15 سيڪڙو مٽي هوندي آهي. در بند ۽ مندوريءَ جي وچ ۾ لٽ جي گهٽجڻ جو سبب گهٽو ڪري ڪابل نديءَ جو گهٽ لٽ آڻڻ آهي.

هٺرو ۽ سون نديون گڏجي 5400 چورس ميل پورو ڪاڇيل زمين جي تهہ وارين، مينهن وٺل ايراضين مان پاٽي ڪٽي اينديون آهن، ۽ ڪالاباغ وٽ سالياني ڪل لٽ جو ڏهہ سيڪڙو شامل ڪنديون آهن، جيتوڻيڪ انهن جي پاڻيءَ جي وهڪ جو حصو رڳو 2.5 سيڪڙو آهي. ڪوهاٽ توڙي گهٽ مينهن واري ايراضيءَ ۾ گذرندڙ ٻيا ننڍڙا وهڪرا/ نالا/ نيون لٽ ۾ نہ هئڻ جهڙو معمولي اضافو ڪن ٿا. چوماسي ۾ هٺرو، سون ۽ ڪوهاٽ توي ندين جي وهڪري ۾ لٽ جو مقدار وڏي هرهڪ ۾ ترتيبوار سراسري 0.972، 1.37 ۽ 1.38 سيڪڙو ٿي پوندو آهي. ساليانو وهڪ جو وڏو حصو جون کان آگسٽ تائين وهندو آهي ۽ ڇميل لٽ جو وڏو حصو بہ انهن ئي ٽن مهينن ۾ وهي ايندو آهي.

منڊوريءَ وٽ ورتل سلٽ جي انگن اکرن پٽاندر، ڪالاباغ بند جي ايراضيءَ ۾ سلٽ جي مقدار جي ساليانو حاصلات MST 469 ڪٿي وئي آهي. اهڙي طرح ڪالاباغ وٽ عام حالتن ۾ سنڌوءَ جي ڏگهي عرصي لاءِ ڪٿيل ساليانو لٽ جو مقدار 287 ايڪڙ فوٽ آهي.

## لٽ جي روڪ:

بند ٺهڻ واري جاءِ تي، سنڌوءَ جي ساليانو لٽ جي مقدار جو اٽڪل 90 سيڪڙو جون کان آگسٽ تائين ڪجهي ايندو آهي. رٿيل ڪالاباغ ڍنڍ ۾، ساليانو سراسري وهڪ جو ڏهه سيڪڙي کان گهٽ مقدار گڏ ڪرڻ جي گنجائش تجويز ڪئي وئي آهي. تنهن ڪري، جيڪڏهن ٻوڏ جي موسم جي شروعاتي وقت ۾، پاڻي کي چوٽ چڙهيو ويندو ۽ ڍنڍ ۾ پاڻي گڏ نہ ڪبو تہ لٽ جي وڏي حصي کي ڍنڍ کان هيٺيرو نديءَ ڏانهن موٽ ڪائڻ جو سٺو موقعو ملندو. ڍنڍ جي ڪارڪردگيءَ جي اڀياس جي باري ۾ جاڻ پٽاندڙ مئي، جون ۽ جولاءِ جي مهينن ۾ پاڻيءَ جي وهڪ کي نہ روڪڻ سان، ڍنڍ جي صلاحيت متاثر نہ ٿيندي ۽ انهيءَ سان ساليانو سلٽ جو اٽڪل2/3 حصو ڍنڍ کان هيٺ، نديءَ ۾ نڪري ويندو. ڪالاباغ ڍنڍ سئو ميل ڏگهي ۽ پڇاڙيءَ ۾، سوڙهي نديءَ سان سنگم واري هنڌ تي سوڙهي آهي. ڪالاباغ ڊيم جي اها نهايت ڪارائتي خوبي آهي. ان ڪري سلٽ صاف ڪرڻ لاءِ، سنڌوءَ جي منهن تي اونهائيءَ واري پاڻي ڪڍڻ لاءِ دروازا رکي سگهبا. رٿا ۾ دروازن ذريعي لٽ تي ضابطي رکڻ جو انتظام ڪيل آهي، جيڪو ان ڏس ۾، هڪ منفرد موقعو فراهم ڪندو. جيڪڏهن دروازا پوريءَ طرح کليل هوندا تہ جون ۽ جولاءِ جي مهينن واري عام وهڪ ۾ ٽي لک ڪيوسڪس پاڻي RL 825 واري هيٺين سطح تي وهندي، لٽ کي پاڻي سان گهلي ڪڍي وجهڻ ۾ ڪارائتو ثابت ٿيندو. ان خطي جي زميني قوت مان، اهو بہ اندازو ڪيو ويو آهي تہ ڍنڍ جي پاسن سان متوقع لاهيءَ وانگي گڏ ٿيل لٽ ۽ گڏيل وهڪ مان رهجي ويل لٽ ٻاهر ڏڪجي ويندي. اهو بہ سمجهيو وڃي ٿو تہ آگسٽ ۽ سيپٽمبر ۾، خريف جي ضرورتن لاءِ ڇڏيل پاڻي، پاڻ سان گڏ بند واري سلٽ ۽ مٽيءَ جو چڱو

خاصو سيڪڙو ڪٽي ويندو. پاڻي ڇڏڻ جو طريقہ ڪار ھيءُ ھوندو.

ڊئم جي سطح مئي ۾ گھٽائي MSL 881 تي بيھاربي. ڊئم جي سطح جون ۾ ڪيرائي MSL 825 تي آڻبي. ڊئم جي سطح جولاءِ ۾ MSL 825 تي بيھاري ڇڏبي.

## ڊئم جي گنجائش تي دٻاءُ:

تربيلا وٽ لٽ جھلڻ، انھيءَ جو ڪالاباغ ڊئم جي مڪمل ٿيڻ واري وقت سان ڀاڪُر، ٻوڏ جي موسم دوران اٽڪ جي لنگھہ جو اثر، سون نديءَ جي پنھنجي گنجائش جيڪا ڊئم جي ڪل گنجائش جو 40 سيڪڙو آھي ۽ جنھن تي ڊئم اڳيان، نديءَ جي منھن تي گڏ ٿيل سلٽ جو ڪوبہ اثر نہ پوندو. انھن ۽ اھڙي مونجھاري جھڙين ڳالھين ڪري، عام حساب سان، ڊئم جي لٽ جھلڻ جي ڪارڪردگي ڪٿڻ ڏکيو ڪم آھي. انھيءَ ڏس ۾ ڊاڪٽر ڊي.بي سائمنس (Dr. D.B.Simons) جي صلاح مطابق، رياضتي چند چاڻ ۽ موقعي مھل ماڊل جي چڪاس ۽ پرک ٻئي طريقا اختيار ڪيا وڃن. ۽ اھو چيو اٿس تہ اھي ٻئي طريقا انھيءَ رٿا کي تفصيلي طرح سمجھڻ واري مرحلي ۾ استعمال ڪيا وڃن، اھو ممڪن آھي تہ ائين سمجھڻ واري مرحلي ڪانپوءِ وڌيڪ چند چاڻ ڪري سگھجي. شروعاتي اندازي مطابق، سون نديءَ جو ذخيرو ڪل ذخيري جو 40 سيڪڙو آھي. اھو ذخيرو تمام گھٽي عرصي تائين جمع ٿي رھي سگھي ٿو، ڇو جو اھا ندي پاسيري آھي ۽ لٽ جو مٿس گھڻو اثر نہ پوندو. باقي رھيل سون ندي جو حصو اٽڪل چاليھہ سالن ۾ لٽجي ويندو. سنڌو نديءَ جي منھن وٽ مئل مادو پاڻيءَ جو نااستعمال ذخيرو اٽڪل 12 سالن ۾ ڀرجي ويندو، پر پوءِ ڊئم ۾ سلٽ ڀرجڻ جي رفتار گھٽجي ويندي. اندازو لڳايو ويو آھي تہ 50 ورھين ڪان پوءِ بہ، سون نديءَ جي گنجائش سان گڏ ڊئم پنھنجي گنجائش جو وڌ ۾ وڌ 1/3 حصو وڃائيندي.

ڊئم ۾، RL 800 سطح تائين ترائيءَ واري سلٽ ڀرجڻ ڪانپوءِ

اندازو آهي تہ ڊيم ۾ پاسن سان لاهيءَ وانگي گذ ٿيل لٽ، هوريان هوريان ڊيم جي دروازن کلڻ واري ڪارڪردگيءَ جي سطحن سان ٺهڪندي ويندي، ۽ پوءِ ايندڙ 50 ورهين ۾ ڊيم جي گنجائش تي وڏيڪ دٻاءُ فقط نالي ماتر رهندو. ائين ڊيم جي ڪارگر عمر 100 ورهيہ يا اڃا بہ وڌيڪ ڳڻي سگهجي ٿي. اهي رايا واپڊا وارن جا آهن. جن سان اسان سهمت ناهيون. اسان جو پڪو خيال آهي تہ هن وقت تائين رياضتي ڇنڊڇاڻ ۽ موقعي مهل وارا تجربا اڃا نہ ڪيا ويا آهن. جڏهن اهو سڀ ڪجهہ ڪيو بہ ويو، تہ بہ حقيقي انگن اکرن ۽ حقيقي حالتن جو اندازو ڪرڻ ڏکيو ٿيندو، ڇو جو ماڊل خاصيتون تہ ڀڏائيندو آهي پر انگن اکرن جي معاملي ۾ ڪوبہ نتيجو نہ ڏيندو آهي. ٻنهن ڪان الڳ، اها بہ حقيقت آهي تہ جن ڳالهين کي حقيقتون سمجهي، انهن تي ماڊل ٺاهيو ويو آهي اُهي ڳالهيون ماڊل کي عمل ۾ آڻڻ وقت حقيقتون ثابت نہ بہ ٿين. ڪوبہ ماڊل حقيقي حالتن جي هر خصوصيت جي نمائندگي نٿو ڪري سگهي. جيئن مثال طور، زمين جو پڪو يا سخت هجڻ يا ڏار-بار خلاف زمين جي قوت جو هجڻ وغيره ڪنهن بہ ماڊل ذريعي نٿا ڏيکاري سگهجن ڇو تہ ڊيم جي پڪيڙ ۾ گڏ ٿيل ۽ يڪجا مادي جي حرڪت، پاڻيءَ جي وڌندڙ دٻاءُ هيٺ مادي جي سنهڙن ذرن جي طاقتور سطح قائم ڪرڻ ڪري ماڊل ۾ ڪَتي نٿي سگهجي. ٻنهن ڪري اهو اندازو ڪرڻ تقريبن ناممڪن آهي تہ ڊيم جي سلٽ روڪڻ واري ڪار گذاري ڊيم جَي ضابطي واري ڪارڪردگي هيٺ حقيقي رٿا ۾ عملي طرح بہ اهڙي چڱي هوندي، جهڙي رٿا واري مرحلي ۾ سمجهي وئي هئي. جيڪڏهن ڪابہ ڳالهہ اندازي جي خلاف ٿي تہ ڊيم جي عمر گهٽو گهٽجي سگهي ٿي ۽ ائين اُبتن نتيجن جي شروعات ٿيو پوي. ٻين لفظن ۾ ائين چئجي تہ ڊيم جي عمر ليهن ۽ سئو ورهين جي وچ ۾ ڪابہ ٿي سگهي ٿي. اهڙين حالتن هيٺ سياڻيڪ طور سوال اٿي ٿو تہ ڇا سچ پچ 100 بلين(ارب) رپيا انهيءَ رٿا ۾ ٻوڙڻ عقلمندي بہ آهي؟ اهو فيصلو نہ رڳو ماهرن کي پر سڄي قوم کي ڪرڻو آهي. ٻيو تہ هن وقت سالٽ صاف ڪرڻ جو ڪنٽرولڊ طريقو دنيا ۾ ڪٿي بہ رائج نہ آهي. هي سالٽ ڪڍڻ جو تجربو صرف پاڪستان ۾ پهريون دفعو ڪيو وڃي ٿو. ڇا

پاڪستان هن طريقي جي ناقابل عمل جو مالي دٻاءُ برداشت ڪرڻ لائق آهي!

## رٿا جي ايراضي (Project Area) :

پاڻي جي نقطہ نظر مطابق، رٿا واري ايراضي P.C.1 ۽ Lief Tinick رپورٽ ۾ هن طرح ڏيڪاريل آهي:

(الف) پهريون ايراضي: اها سڀ کان وڏي ۽ رٿا واري ڪل ايراضيءَ جي وڏي حصي واري ايراضي آهي. انهي ۾ 897,000 ايڪڙ حويلي/ سڌنائي جا، 318,000 ايڪڙ پاڪ پتن جا، 677,000 ايڪڙ مئلسي جا، 596,000 ايڪڙ بهاول جا، 1345,000 ايڪڙ پنج نند جا ۽ 110,000 ايڪڙ عباسيہ ڪئنال جا شامل آهن.

(ب): ٻي ايراضي: انهيءَ ۾ 1455,000 ايڪڙ، خيرپور اپرندو فيڊر، ۽ خيرپور الهندو فيڊر، جا اچي وڃن ٿا.

(ت): ٽين ايراضي: انهيءَ ۾ 104,000 ايڪڙ پهاڙپور ڪئنال جا اچي وڃن ٿا. رٿيل چشما ساجي ڪپ ڪئنال هيٺ جيڪا زمين اچڻي آهي، تنهن مان بہ ڪجهہ زمين انهيءَ ايراضيءَ ۾ اچي وڃي ٿي.

## بند جي اڏاوت:

رٿا جي بنيادي نقطن مطابق 260 اوچو بند ۽ مٽي ۽ پٿر سان 5 هزار فوٽ ڊگهو مکيہ بند ۽ مددي بند اهڙي طرح ٺاهيا آهن، جيڪي استعمال ڪرڻ جوڳي ذخيري جي گنجائش جي هڪ اهڙي ڍنڍ کي وجود ۾ آڻيندا جنهن جي آزاد سطح جي بلندي 915 فوٽ هوندي. انهي بند جي ٺهڻ کي جائز ثابت ڪرڻ لاءِ، قومي مفاد بابت گهٽائي دليل ڏنا ويندا آهن، جهڙوڪ:

(الف) واڌو پاڻيءَ جو اجايو زيان ٿي سمنڊ ۾ وهي وڃڻ، (ب) تربيلا ۾ سلٽ ڀرجي وڃڻ ڪري، پاڻيءَ جي گهٽتائي جو پورائو ڪرڻ، (ت) بجلي پيدا ڪري، بجليءَ جي گهرج پوري ڪري لوڊ شيڊنگ ختم

ڪرڻ. اسان هر هڪ نقطو الڳ ڪٽي، ان جي ڇنڊ ڇاڻ ڪنداسين. ته جيئن غلط فهميون نه رهن.

## واڌو پاڻيءَ جو وهي وڃڻ:

ملڪ جي سڀ کان اعليٰ سطح جي ايوانن ۾ به ڪالاباغ بند ٺهڻ جي حق ۾ ٿيندڙ بحث مباحثن ۾ بنيادي نقطو اهوئي رکيو ويندو آهي ته تمام گهڻو پاڻي اجايو ضايع ٿي سمنڊ ۾ وهي وڃي ٿو ۽ ڪالاباغ وٽ بند ٺاهي، اهو اجايو ضايع ٿيندڙ پاڻي سجايو ڪري سگهجي ٿو. هر سال ڪيترو پاڻي مهيا ٿيندو، جيڪو جمع ڪيو وڃي ان لاءِ اهو ذهن ۾ رکڻ تمام ضروري آهي ته پاڻي جي وهڪ هر سال ساڳي نٿي رهي ۽ جيستائين سراسري وهڪ کان وڌيڪ پاڻي ذخيرو ڪرڻ جي ڪافي گنجائش نه هوندي جيڪا ڪوٽ وارن ايندڙ سالن جي لٽ جو پورائو ڪري سگهي، تيستائين ترقياتي رٿابندي ڪي وهڪ جي اهڙي سطح تي بيهارڻو پوندو جو 5 سالن مان، گهٽ ۾ گهٽ 4 سال پاڻيءَ جي سطح اعتبار جوڳي رهي. اهو نه رڳو سڌي استعمال ٿيندڙ پاڻيءَ سان لاڳو ٿندو، پر پاڻيءَ جي گڏ ڪيل وڌيڪ سطحي انبارن سان پڻ لاڳو ٿيندو.

ماڻهن جي ذهن تي هڪڙو غلط خيال اهو ويهاريو ويو آهي ته تربيلا بند ٺهڻ کانپوءِ به تمام گهڻو پاڻي سمنڊ ۾ وهيو ٿو وڃي. انهيءَ خيال جو بنياد، ڪوٽڙيءَ کان هيٺ وهي ويندڙ پاڻي جي 76-1975ع کان 87-1986 تائين سالن جي انگن اکرن تي ٻڌل آهي، جو انهن سالن ۾ سراسري طرح 40MAF پاڻي وهي ويو هو. هيٺ ڏيکاريل خانن ۾ (1) ڪوٽڙيءَ کان هيٺ وهي ويندڙ پاڻي، (2) اوپر وارين ستلج راوي ۽ بياس ندين مان وهي ويندڙ پاڻي، جيڪي غير شراڪتي بنياد تي هندستان جي استعمال هيٺ آهن، ۽ (3) اولهه وارين ٽن ندين مان وهي ايندڙ پاڻيءَ جو مقدار ڏيکاريل آهي.

| سال | 6 ندين جو ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺ وهي ويندڙ پاڻي جو مقدار MAF (خريف) | پاڪستان ۾ اوير وارين ٽن ندين مان وهي ايندڙ پاڻي جو ڪل مقدار MAF (خريف) | اولهه وارين ٽن ندين جو ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺ وهي ايندڙ پاڻي جو مقدار MAF (خريف) |
|---|---|---|---|
| 1975-76 | 37.76 | 11.79 | 26.31 |
| 1976-77 | 64.05 | 16.81 | 27.63 |
| 1977-78 | 29.00 | 10.36 | 18.86 |
| 1978-79 | 75.02 | 16.50 | 58.52 |
| 1979-80 | 29.38 | 4.21 | 35.18 |
| 1980-81 | 18.74 | 6.77 | 11.97 |
| 1981-82 | 33.53 | 5.28 | 28.24 |
| 1982-83 | 9.43 | 4.16 | 5.27 |
| 1983-84 | 43.81 | 5.97 | 37.84 |
| 1984-85 | 25.11 | 3.75 | 21.36 |
| 1985-86 | 26.70 | 4.10 | 21.58 |
| 1986-87 | 26.70 | 4.55 | 22.15 |

(اهي انگ اڪر واٽر ريسورس مئنيجمينٽ ڊائريڪٽوريٽ، واپڊا، لاهور جي ڇپايل ڪتاب "Indus Basin Irrigation System of Operational Data" تان ورتل آهن)

(اهي انگ اڪر واٽر ريسورس مئنيجمينٽ ڊائريڪٽوريٽ، واپڊا، لاهور جي ڇپايل ڪتاب (Indus Basin Irrigation System of Operational Data تان ورتل آهن.) انهن انگن اڪرن جي سمجهاڻي هن ريت ٿيندي:

(1): هندستان جي استعمال هيٺ اوير وارين ٽن ندين مان وهي ايندڙ پاڻيءَ جو مقدار، جيئن 3 نمبر خاني ۾ ڏيکاريل آهي، گهٽبو وڃي ٿو. حقيقت ۾ 1960ع واري "سنڌو طاس معاهدي" تحت، انهن ندين جو سمورو پاڻي غير شراڪتي بنياد تي استعمال لاءِ هندستان جي حوالي ڪيو ويو آهي، جنهن ستلج ۽ بياس ندين تي ٽي بند اڳي ئي ٺاهي ڇڏيا آهن ۽ راوي نديءَ تي چوٿون بند ٺاهي رهيو آهي. جيڪو 1989ع ۾ ڪتب اچڻ شروع ٿيندو. ان ڪان پوءِ، اوير وارين ٽن ندين مان ايترو پاڻي پاڪستان ۾ پهچندو ئي ڪونه. تنهن ڪري اهو

پڌرو ۽ منطقي آهي. ذخيرو ڪرڻ جي خيال کان واڌو پاڻيءَ جي موجودگيءَ لاءِ، سمنڊ ۾ اوڀر وارين ندين جي ڪل وهي ايندڙ پاڻيءَ جي حصي کي خارج ڪرڻو پوندو. انهيءَ کان الڳ، انهيءَ معاهدي هيٺ، هندوستان کي اهو به حق آهي ته هو اولهه وارين ندين مان 2MAF پاڻي ڪٽي. هندستان اڳي ئي چناب نديءَ تي صلال بند کي ڪتب آڻڻ شروع ڪري ڇڏيو آهي ۽ جهلم نديءَ تي وولر بئراج ٺاهي رهيو آهي. تنهن ڪري هندوستان سولائيءَ سان پنهنجين ندين مان وهي ايندڙ پاڻيءَ جي ڪوٽ جو پورائو انهن 2MAF مان ڪري سگهي ٿو.

(2): ڪالاباغ بند جي سڌاريل رٿا مطابق ڍنڍ ۾ 6.263MAF پاڻي گڏڪرڻ جي گنجائش هوندي. انهيءَ کانسواءِ، پنجاب ۽ سرحد صوبن جي گهر تي ڪالاباغ بند جي رٿا ۾ اهو نقطو به رکيل آهي ته ڍنڍ مان وهندڙ پاڻيءَ کي متاهين سطح تان ڇڏيو ويندو. ”ڪالاباغ ساڄو ڪپ واهه“ جيڪو سرحد صوبي لاءِ هوندو، تنهن جي گنجائش 84 هزار ڪيوسڪس هوندي، ۽ پنجاب ڏانهن ويندڙ ”ڪالاباغ کاٻي ڪپ واهه“ جي گنجائش 13200 ڪيوسڪس هوندي. پوءِ اها به رٿا آهي ته ”عظيم ٿل واهه“ جي ضروت لاءِ ”چشما جهلم واهه“ مان 10500 ڪيوسڪس پاڻي ڏنو ويندو. انهن متاهين سطح وارن واهن مان پاڻي ڪٽي وجڻ وارين ٻن رٿائن ۽ ”عظيم ٿل واهه“واري رٿا لاءِ ڪالاباغ ڍنڍ ۾ گڏ ڪيل 6.263MAF کان سواءِ 0.4 MAF پاڻيءَ جي ضرورت ٿيندي. جيئن مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي.

(3) پاڻي گڏ ڪرڻ جي ڪنهن وڏي بند ٺاهڻ جي رٿا ۾، نديءَ جي پنهنجي نظام پاڻي جذب ٿيڻ جي ڪوتاهين ڪري ٻن وڏيڪ نقصانن جو پڻ حساب رکڻو پوندو. دنيا ۾ جتي به متاهون بند ٺهندو آهي، اُتي بند کان هيٺ وارن علائقن ۾ پاڻي جذب ٿيڻ جي نظام تحت هميشه واري پاڻيءَ جي رسد گهٽو گهٽجي ويندي آهي.

منگلا بند ٺهڻ کان پوءِ، پاڻيءَ جو سراسري ساليانو گهاٽو 8.5MAF کان وڌي 10MAF تي بيٺو ۽ تربيلا بند ٺهڻ کان پوءِ، اهو

گهاٽو وڌي13.3 ايم اي ايف ٿيو. اهڙي مجيل لاڙي مان اندازو ڪري سگهجي ٿو تہ ڪالاباغ بند نهڻ ڪري اهو گهاٽو3MAF اجا بہ وڌندو ۽ ڪل 16.3MAF ٿيندو ۽ نتيجي ۾ اوترو ئي پاڻي يعني 3MAF ڪٽي پوندو. انهيءَ ڳالهہ کي آمريڪا ۾ ٿيل تجربن مان هٿي ملي ٿي. 1955ع ۾ ڇپيل پاڪستاني ڪتاب "Introductor memorandum on Requirements, works and supplies" جي صفحي 50 تي لکيل آهي تہ:

"ڪولو ريڊو نديءَ ۾ هوور بند ڪان هيٺ وارو گهاٽو، انهيءَ گهاٽي ڪان وڌي ويو آهي، جيڪو انهيءَ بند ٺهڻ ڪان اڳ هو. پيڪوز نديءَ تي، ورهاڱي ڪان پوءِ، گهاٽو انهن حدن ڪان چڙهي ويو آهي، جيڪي گهاٽي جون تاريخي حدون هيون، ۽ گهاٽو ايترو تہ وڌي ويو آهي جو ڪجهہ ورهين ڪان ٽيڪساس ۾ استعمال لاءِ پاڻي نٿو پهچي."

(4): ہ نيون رٿائون سرحد ۽ پنجاب لاءِ "چشما ساجو ڪپ واهہ" ۽ بلوچستان لاءِ "پٽ فيڊر" کي ويڪرو ڪرڻ بابت رٿائون منظور ٿي ويون آهن،جن مطابق پنجاب ۽ سرحد ۾ 2.11MAF ۽ بلوچستان ۾ 1.53 MAF پاڻي وڌيڪ استعمال ٿيڻ ۾ ايندو. اهي واهہ اجا تائين پنهنجي پوري گنجائش مطابق پاڻي نہ کڻي رهيا آهن ۽ تنهن ڪري ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺ سنڌو نديءَ ۾ وهي ايندڙ پاڻي اجا بہ گهٽبو، جڏهن اهي واهہ پنهنجي پوري گنجائش مطابق پرجي وهڻ لڳندا. انهيءَ حالت ۾، سنڌوءَ مان وهي ايندڙ پاڻي مان 2MAF پاڻي گهٽجي ويندو. تنهن ڪانسواءِ ڪوٽڙي ۽ گڊو بئراجون پنهنجي منظور ٿيل حصي جو پاڻي اجا نہ کڻي رهيون آهن. انهن ٻنهي بئراجن ۾ وڌيڪ سڌارن ڪانپوءِ اهي بئراجون 2MAF وڌيڪ کڻنديون ۽ ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺتي ايترو ئي پاڻي گهٽجي ويندو.

(5): سمنڊ ۾ چوڙ ڪنڌڙ وهڪ جو گهٽ ۾ گهٽ مقدار: سنڌو ندي ۾ گهٽ ۾ گهٽ ايترو پاڻي ضرور رهڻ گهرجي جو اهو نديءَ کي نديءَ جي روپ ۾ جيئرو رکي ۽ سامونڊي پاڻيءَ کي نديءَ ۾ اندر

گھٽ ۾ گھٽ ڳوٺ جي ٻچي هي جي ويڪري هن ڳچڪاري. (Harza Consul- tants) جي آمريڪي انجنيئر مسٽر ڪارپوف (Mr. Karpov) ڪٿ ڪئي
آهي ته گهٽ ۾ گهٽ 11MAF پاڻيءَ جو مقدار سمنڊ ۾ ضرور وهي
وڃڻ گهرجي ته جيئن اهي ٻئي مقصد پورا ٿي سگهن. ڪيلن ۽ چڪوئن
جي پوکن کي پهچندڙ نقصان، پلي جو هميشه لاءِ غائب ٿي وڃڻ، ٻيلن
جي تباهيءَ ۽ ڪچي واري پوک جو نقصان، اهي نقصانڪار اثرات تنهن
ڪان سواءِ آهن. نديءَ ۾ پاڻي گهٽ مقدار ۾ وهڻ ڪري نديءَ جو پيٽ
ايرجڻ لڳندو ۽ گهٽ مقدار واري وهڪ به اوچي سطح ڏيکاري ڏيندي،
جنهن ڪري هاٽوڪا بچاءُ بند آئينده جي پاڻيءَ جي وڏن مقدارن کي
نديءَ ۾ جهلي نه سگهندا. ان ڪان سواءِ، ڪوٽڙيءَ ڪان لهنوارو پاڻي
وڏيڪ کارو ٿي ويندو، جنهن جي نتيجي ۾ انهن ايراضين جي ماڻهن کي
پيئڻ لاءِ پاڻي هٿ ڪرڻ به وڏو مسئلو ٿي پوندو. (هن سال سورجاڻي بند
کي ڪنڊ پوڻ پڻ انهيءَ ٿوري پاڻيءَ واري وهڻ جو نتيجو آهي.)

(6): مٿي ڄاڻايل حقيقتن جو نچوڙ هي آهي ته سنڌوندي‌ءَ تي
ڪالاباغ جهڙي ڪنهن به وڏي بند ٺاهڻ لاءِ نديءَ ۾ گهٽ ۾ گهٽ ايترو
پاڻي ضرور هئڻ گهرجي جيترو مٿي سمجهائي آيا آهيون ۽ ٿورن لفظن
۾ هيٺ ورجايون ٿا:

| ساڄي ۽ کاٻي ڪپن وارا واهه جيڪو پاڻي کڻندا. | |
|---|---|
| *. ڪالاباغ بند ۾ پاڻيءَ جو ذخيرو | MAF 6.293 |
| *. ڪالاباغ بند ٺهڻ سان هيٺ وهي ويندڙ پاڻي ۾ وڌيڪ گهاٽو. | MAF 3.00 |
| *. چشما ساڄي ڪپ ڪئنال ۽ پٽ فيڊر کي رٿا موجب منظور ٿيل پاڻي ملڻ تي سنڌوءَ جي پاڻيءَ ۾ ڪوٽ. | MAF 2.00 |
| *.گڊو ۽ ڪوٽڙي بئراجن ۾ سڌارن ڪان پوءِ منظور ٿيل پاڻيءَ جو حصو، جيڪو کين ملندو. | MAF 2.00 |
| *. سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪرڻ لاءِ وهڪ (گهٽ ۾ گهٽ) ۽ ضروري پاڻي. | MAF 10.00 |
| گهٽ ۾ گهٽ گهربل پاڻي | MAF 36.663 |

هيٺ ڏنل خانن ۾ پاڻيءَ جو اهو مقدار ڏيکاريل آهي جيڪو صافي موجود رهيو آهي

| سال | اولهه وارين ٽن ندين جو ڪوٽڙي ڪان هيٺ وهي ويندڙ پاڻي جو مقدار MAF | استعمال ٿيندڙ ۽ مخصوص ٿيل پاڻيءَ جو مقدار MAF | اولهه وارين ندين ڪان ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺ باقي بچي آيل پاڻي جو مقدار MAF |
|---|---|---|---|
| 1975-76 | 26.21 | 36.66 | 10.65- |
| 1976-77 | 47.24 | 36.66 | 10.58+ |
| 1977-78 | 18.86 | 36.66 | 18.20- |
| 1978-79 | 58.52 | 36.66 | 21.86+ |
| 1979-80 | 25.18 | 36.66 | 11.88- |
| 1980-81 | 11.97 | 36.66 | 24.89- |
| 1981-82 | 28.24 | 36.66 | 8.62- |
| 1982-83 | 5.27 | 36.66 | 31.59- |
| 1983-84 | 37.84 | 36.66 | 1.98- |
| 1984-85 | 21.38 | 36.66 | 15.50- |
| 1985-86 | 22.58 | 36.66 | 14.28- |
| 1986-87 | 22.45 | 36.66 | 14.71- |

1). اولهه وارين ندين مان هندستان جيڪو پاڻي ڪٽندو. MAF 2.00
2). عظيم ٿل واهه ۽ ڪالاباغ جي پنهي MAF 11.40

مٿي ڄاڻايل انگن اکرن مان صاف ظاهر آهي تہ ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺ وهي ايندڙ پاڻيءَ جي مقدار کي ڏسندي، پاڻيءَ جو انبار گڏ ڪرڻ لاءِ نديءَ ۾ پاڻي ٿيندوئي ڪونہ، سواءِ ڪنهن اتفاقيہ (1978-79) جهڙي سال جي، جڏهن ملڪ ۾ معمول ڪان وڏيون ٻوڏيون آيون هيون. جيڪڏهن ڪوٽڙيءَ ڪان هيٺ وهي ايندڙ پاڻي جي ڪٽ، اولهہ وارين ٽنهي ندين مان وهي ايندڙ پاڻيءَ جي جوڙ جي بنياد تي ڪنداسين، جيتوڻيڪ اهو طريقو صحيح ناهي، تہ ٻہ 12 سالن مان فقط ٽي سال اهڙا هئا جن لاءِ چئي سگهجي ٿو تہ گهربل پاڻي موجود هو. (انهن ٽن سالن مان1976-77ع ۽ 1978-79ع وارا ٻہ سال ٻوڏن جا هئا.)

هر هڪ سال ۾ وهي ايندڙ پاڻيءَ جي سراسري ڪٽ واري حساب تي وهي ايندڙ پاڻيءَ جي ساليانی ڪٽ ڪڍڻ واري سوچ غلط ۽

عقل کان عاري آهي جو ته واڌو پاڻيءَ جو حساب فقط سال بسال واري حساب سان ڪرڻو آهي. صاف ظاهر آهي ته وڏين ٻوڏن وارن سالن جو پاڻي ايندڙ سالن ۾ استعمال ڪرڻ لاءِ پاڪستان ۾ ڪو به اهڙو هنڌ ناهي، جتي انهيءَ مقصد لاءِ ايڏو وڏو بند ٺاهجي.

مٿي ڄاڻايل حقيقتن جي روشنيءَ ۾، انهيءَ ڳالهه ۾ باقي ڪو به شڪ نٿو رهي ته سنڌونديءَ جي نظام ۾، ڪنهن به هنڌ، پاڻيءَ جو ذخيرو گڏ ڪرڻ لاءِ بند ٺاهڻ جو ڪو به جواز ناهي. جو ته پاڻي آهي ئي ڪونه. انهن حالتن ۾ جيڪڏهن سنڌونديءَ تي ڪالاباغ بند يا ياشابند ٺاهيو ويو ته ملڪ جي هيٺين حصي ۾ استعمال ڪندڙ آبادي جي موجوده حقن کي گهٽو ڇيهو رسندو ۽ سنڌ هڪ وڏي بيابان ۾ بدلجي ويندي.

**(ب): تربيلا بند ۾ سلٽ ڀرجي وڃڻ ڪري پاڻيءَ جي رسد ۾ گهاٽو:**

تربيلا ٺهڻ کان اڳ اهو تخمينو لڳايو ويو هو ته هر سال 2MAF جي حساب سان، منجهس جلد سلٽ ڀرجي ويندي تنهن ڪري بينڪ جي صلاحڪارن زور ڏنو ته پاڻيءَ جو انبار گڏ ڪرڻ لاءِ، سنڌو تي ٻيو بند به ٺاهيو وڃي. پر چڱي ڳالهه اها ٿي جو اهڙي ڪا به ڳالهه صحيح نه نڪتي. تربيلا بند سان 10 سالن جي تجربي ۽ منگلا بند سان 20 سالن جي تجربي کانپوءِ، واپڊا وارا هن نتيجي تي پهتا آهن ته تربيلا جي ڪارگر زندگي 55 سالن بدران 12 سال جتا ڪندي ۽ منگلا جي ڪارگر زندگي 75 سالن بدران 175 سال جتاءُ ڪندي، تنهن ڪري واپڊا ۽ بين الاقوامي بينڪ طرفان نشاندهي ڪيل گهٽجندڙ گنجائش جي نقطي جو وجود ئي ناهي. ان ڏس ۾ ڪو به تڪڙو قدم ملڪ کي وڏي نقصان ۾ وجهي ڇڏيندو.

## (ت): بجليءَ جو بار گهٽائڻ:

ستين پنج ساله منصوبي مطابق، واپڊا جي بجليءَ جي لڳايل قوت 88-1987ع جي آخر تائين 5674 ميگا واٽس آهي ۽ اميد آهي ته

بجليءَ جي ضرورت هلندڙ پنج سال منصوبي جي آخري سال1992-93ع تائين وڌي 9570 ميگاواٽ ٿيندي. ٻين لفظن ۾ چئبو ته هر سال 11 سيڪڙو واڌ جي حساب سان 7 سال منصوبي جي دوران 4 هزار ميگا واٽس بجلي جا وڌيڪ کپندا.

پاڪستان جي بجليءَ لاءِ ناهيل منصوبي مطابق، سال 2004ع تائين بجليءَ جي ضرورت وڌي18 هزار ميگاواٽس ٿيندي. 28 جنوري 1988ع تي، پاڪستان جي تڏهوڪي وزيراعظم مسٽر محمد خان جوڻيجي چيو هو ته سال 2000 تائين پاڪستان کي20 هزار ميگاواٽ بجليءَ جي ضرورت ٿيندي ۽ "قوت" ۾ پاڻيرو ٿيڻ لاءِ، پاڪستان کي جوهري توانائيءَ ڏانهن رجوع ٿيڻو پوندو. پاڻي وسيلي بجلي پيدا ڪندڙ مشينون (Hydel Power Units) مختلف مهينن ۾ مختلف مقدار ۾ بجلي پيدا ڪنديون آهن. اهي آگسٽ، سيپٽمبر ۽ آڪٽوبر مهينن ۾ وڌ ۾ وڌ ۽ قدرتي طرح سياري وارن مهينن ۾ گهٽ ۾ گهٽ، جيڪو 30 کان 40 سيڪڙو ٿئي ٿو، بجلي پيدا ڪنديو آهن. تنهن ڪري هائيڊل يونٽس جي ڏينهون ڏينهن وڌندڙ ضرورتن کي مد نظر رکندي، اهو ضروري آهي ته وڌيڪ ٿرمل يونٽس لڳايا وڃن ڇاڪاڻ ته رڳو هائيڊل يونٽس ضرورتن جو پورائو ڪرڻ لاءِ ناڪافي آهن.

لوڊشيڊنگ ختم ڪرڻ لاءِ، هائيڊل يونٽس جي مئي ۽ جون وارن مهينن جي تڪيل قوت سامهون رکي ويندي آهي. جيتوڻيڪ ڪالاباغ ذريعي حاصل ٿيندڙ بجليءَ جو حساب 2400 ميگا واٽس ۽ پوءِ اڳتي هلي ٻئي مرحلي ۾ 3600 ميگا واٽس رکيو ويو آهي. پر مئي ۽ جون وارن مهينن ۾ لوڊشيڊنگ ۾ هن جو حصو فقط 1138 ميگا واٽس هوندو مثال طور، سمجهيو وڃي ته ستين پنج سالہ منصوبي جي آخر ڌاري بجليءَ جي مقدار ۾ سمورن وسيلن کان جيڪو واڌارو ايندو، ان ۾ ڪالاباغ بند مان پيدا ٿيندڙ بجليءَ جو حو 12% ٿيڻ گهربو ۽ جيڪڏهن اسان ڪل پاڪستان بجلي پيداواري نسبت کي ڏسنداسين ته اها فقط 6 سيڪڙو ٿيندي. تنهن ڪري اهو چوڻ ته جيڪڏهن ڪالاباغ بند نه ٿهندو ته هرڪا شئي اونداهه ۾ غرق ٿي ويندي، حقيقت سان مذاق ٿيندو.

1985ع واري موجوده تخميني موجب، ڪالاباغ بند تي 5.5 بلين ڊالر يا 100 بلين رپيا خرچ ٿيندو. خرچ جي ورڇ ۾، 64 سيڪڙو بجليءَ جي ڪاتي ۾، 32 سيڪڙو پاڻيءَ جي ڪاتي ۾، 4 سيڪڙو ٻوڏ روڪڻ جي ڪاتي ۾ رکيل آهن. انهيءَ مان ظاهر آهي ته 1138 ميگاواٽ بجلي پيدا ڪرڻ لاءِ اسان کي 64 بلين رپيا خرچ ڪرڻا پوندا. تنهنڪري ڪالاباغ بند ذريعي بجلي حاصل ڪرڻ جي بدلي ۾ ميڊيم هائيڊل يونٽس لڳائڻ طرف توجهه ڏيڻو پوندو. اهي يونٽ ايترا مهانگا به نه آهن ۽ تياري ۾ وقت به گهٽ وٺن ٿا.

واپڊا وارا اڳيئي جناح بئراج چشما بئراج ۽ تونسا بئراج کي تنديون وچولي درجي واريون هائيڊل پاور اسٽيشنون مڃن ٿا. اوائلي اندازن مان سمجهجي ٿو ته چشما بئراج 1992ع ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪندو، تونسا بئراج 1993ع ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪندو ۽ جناح بئراج 1994ع ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪندو. اهي ٽيئي اسٽيشنون ڪل 15 بلين رپيا خرچ ڪرڻ سان، مئي ۽ جون ۾ 500 ميگاواٽ بجلي پيدا ڪنديون. تنهن ڪانسواءِ غازي گهڙيال مان به اندازن ساڳيو خرچ ڪرڻ سان 700 ميگاواٽ بجلي حاصل ٿيندي. ٻين لفظن ۾، پاڪستان کي ڪالاباغ بند بدران اڌ خرچ ۾ بجليءَ جو ساڳيو مقدار حاصل ٿيندو. اهو پاڪستان کي سندس هڪڙي حصي کي ٻوڏن کان ۽ ٻئي حصي کي بيابان ٿيڻ کان بچائيندو ۽ سڀ کان وڏي ڳالهه ته بنان خرچ ڪرڻ سان ملڪ سياسي گهوٽالي کان به بچي ويندو. تنهن ڪانپوءِ گدو، سکر ۽ ڪوٽڙي بئراجن ۽ انهن جي واهن جي به جيڪڏهن جاچ پڙتال ڪري ڏسبي ته شايد 1000 ميگاواٽ وڌيڪ بجلي اتان به حاصل ٿي سگهندي. تنهن کان سواءِ پاڪستان اڳيئي تيل ۽ معدني ڪوئلي مان بجلي پيدا ڪرڻ جون اسٽيشنون لڳائڻ جي ڏس ۾ وڏي پيماني تي وڌي رهيو آهي. اڄ ملڪ جي توانائي وارين ضرورتن جو 83 سيڪڙو معدنياتي ٻارڻ ذريعي پورو ٿي رهيو آهي.

اتفاق سان ٿرمل پلانٽس مان ٻيو وڏو فائدو هي به آهي ته اهي

بجليءَ جي کپائي وارن مرڪزي هنڌن تي سولائيءَ سان لڳائي سگهجن ٿا. انهي ڳالهه جي اهڙي نظام ۾ وڏيڪ اهميت آهي، جتي واپڊا وانگي پري پري تائين بجليءَ جو نظام پکڙيل آهي ۽ ان جي ابتڙ بجليءَ جي پيداوار جي وڏن ذريعن، هائيڊل مان پيدا ٿيل بجليءَ جي اپت ته ملڪ جي اترئين حصي ۾ آهي پر ان جي کپت ملڪ جي مرڪز يا ڏکڻ ۾ آهي اڳوڻي وزيراعظم جي بيان مطابق، پاڪستان کي بجليءَ ۾ پاڻيرو ٿيڻ لاءِ هونئن به جوهري توانائيءَ ڏانهن وڌڻو پوندو. واپڊا وارن جي پنهنجي ليڪن مطابق به بجليءَ جي اپت ۽ کپت جو ايڏو وڏو تفاوت آهي جو پاڪستان کي جوهري سج جي توانائي لاءِ وڌڻو پوندو، پوءِ کڻي ڪالاباغ هجي يا نه. اهو به ٻڌائڻ ضروري آهي ته معدنياتي ٻارڻ جي گڏيل شڪتي (Combined Power Cycle) ڦيري واري طريقي (هن نئين ايجاد ڪيل طريقي مطابق گدو تي نئون ٿرمل گهر ٺاهيو پيو وڃي) کي ڪم آڻڻ سان ان مان نه رڳو 50% ميگاواٽ بجلي حاصل ٿيندي پر خرچ جي سلسلي ۾ 33 سيڪڙو بچت به ٿيندي.

هي وقت آهي ته ٿڌي دل ۽ دماغ سان سوچيو وڃي. همت مردان مدد خدا. هن وقت اختلاف، نفرت ۽ صوبن جي وچ ۾ ڇڪتاڻ ٽارڻ لاءِ ضروري آهي ته ملڪ ۽ قوم ڪالاباغ بدران پاڻي ۽ بجليءَ جي قوت حاصل ڪرڻ جا نوان رستا ڳولين.

(محترم عبدالرسول ميمڻ پروفيشن جي لحاظ کان انجنيئر آهي. پاڻ ارسا(Indus River System) جو سابق چيئرمين ۽ واپڊا (واٽر ونگ) جو جنرل مينيجر رهي چڪو آهي. سندس هي مضمون 1990ع جو لکيل آهي.)



ڊاڪٽر قادر مگسي

# حڪمرانن جي ڪنهن به واعدي تي اعتبار ناهي.

(ڪجهه ڏينهن اڳ اسلام آباد ۾ انگريزي اخبار The News پاران ڪالاباغ ڊيم بابت سيمينار منعقد ڪرايو ويو. ان موقعي تي سنڌ ترقي پسند پارٽيءَ جي چيئرمين ڊاڪٽر قادر مگسيءَ جي ڪيل تقرير جو متن هيٺ ڏجي ٿو.)

اوهان جي وڏي مهرباني جو اوهان هي سمينار ڪوٺايو آهي ۽ هر مڪتبه فڪر جي ماڻهو ڪي شرڪت ۽ مؤقف پيش ڪرڻ جي دعوت ڏني آهي. ڪالاباغ ڊيم بابت بار بار اهو چيو پيو وڃي ته سنڌي ماڻهن کي ڪجهه خدشا ۽ ڪجهه اعتراض آهن، جيڪي ختم ٿي ويندا ۽ اتفاق راءِ پيدا ٿي ويندي. اسان اوهان اڳيان چٽو ڪيون ٿا ته سرڪار جو اهو ڏنڊورو غلط آهي. اسان سنڌ واسين کي ڪالاباغ ڊيم متعلق ڪي به چند خدشا ناهن پر اسين واضح آهيون ته ڪالاباغ ڊيم اسان جي زندگي ۽ موت جو مسئلو آهي. ڪالاباغ ڊيم ٺهندو ته اسان چار ڪروڙ سنڌي ماڻهون بک، غربت ۽ ماحولياتي تباهين سبب برباد ٿي ويندا سين. اسان ڪالاباغ ڊيم کي ائٽم بم کان وڌيڪ خطرناڪ بم سمجهون ٿا. ائٽم بم هڪ ئي وقت چار ڪروڙ ماڻهن کي ته ختم ڪري نه سگهندو، پر ڪالاباغ ڊيم هڪ ئي جهٽڪي سان چار ڪروڙ سنڌي ماڻهن کي تباهه ۽ برباد ڪري ڇڏيندو. اسان گذريل 20 سالن کي اها ڳالهه ٻڌندا پيا اچون ته بجلي پيدا ڪرڻي آهي، صنعتون هلائڻيون آهن، لوڊشيڊنگ ٿي رهي آهي، بزنس متاثر ٿي رهيو آهي ان لاءِ بجلي جي ضرورت آهي تنهن ڪري ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ ضروري آهي پر ڪالاباغ ڊيم جو خاص مقصد پنجاب جي 45 لک ايڪڙ زمين آباد ڪرڻ لاءِ ڊيم

جي ساجي ۽ کابي پاسي ڪئنال نڪرندا. ان ۾ 69 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي اسٽور ٿيندو ۽ پوءِ ايترو ئي پاڻي بخارات, سم ۽ پوسل سبب ضايع ٿيندو. اهڙي ريت اهو گهٽ ۾ گهٽ 22 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي جمع ڪرڻ جو منصوبو آهي. جنهن کي ڪالاباغ ڊيم جو نالو ڏنو ويو آهي. جنهن کي ڪالاباغ ڊيم جو نالو ڏئي، اسان کي سنڌ جي ترقي جو لولي پاپ ڏيئي، ٻڌائين ٿا ته اسان ته 6 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي جمع ٿا ڪريون. جيڪي سيلاب ايندا ان مان 6 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي گڏ ٿيندو، باقي سڄو پاڻي سنڌ کي ملندو، جيڪو هڪ وڏو فراڊ آهي. هتي وڏي بدقسمتي اها آهي ته هر وڏو ڏوهه ملڪ جي يڪجهتي ۽ حب الوطني جي نالي تي ٿئي ٿو. چيو پيو وڃي ته اسان ملڪ کي بحران مان ڪڍڻ ۽ ملڪ بچائڻ لاءِ ڪالاباغ ڊيم تعمير ڪرڻ پيا وڃون. ڪيڏي نه شرم جي ڳالهه آهي ته 1971ع ۾ بنگلاديش ۾ آپريشن ٿي رهيو هو ۽ ملڪ ٻه ٽڪرا ٿي رهيو هو ته چيو ويو ته خدا جو شڪر آهي ملڪ بچي ويو. اسان کي حيرت آهي اهڙي قيادت ۽ اهڙن حڪمرانن تي جيڪي ملڪ کي ٽوڙي ٻه ٽڪرا ڪري پوءِ الله جا شڪرانا ٿا ادا ڪن ۽ ملڪ بچڻ جون صلواتون ٿا پڙهن. جڏهن ڪنهن ملڪ ۾ اهڙي قسم جون حرڪتون ٿينديون آهن ۽ اهڙي قسم جي سوچ ۽ روش هوندي آهي ته ان ملڪ ۾ هڪ ٻئي لاءِ نه احترام جڙندو ۽ نه وري اتفاق راءِ يا اعتماد پيدا ٿيندو.

اعتبار! ڇا جو اعتبار؟ اسان ڪيئن ۽ ڪهڙو اعتبار ڪريون؟ اسان کي 1940ع جي ٺهراءُ ۾ چيو ويو ته، "پاڪستان ٺهي رهيو آهي. هتي جيڪي مظلوم قومون آهن، جيتريون رياستون آهن، اهي آزاد ۽ خودمختيار هونديون، سياسي حوالي سان خودمختيار هونديون، معاشي اعتبار کان خودمختيار هونديون. ثقافتي لحاظ کان خودمختيار هونديون. داخلي طور خودمختيار هونديون. اسان صرف هڪ رضاڪارانه وفاق جوڙڻ چاهيون ٿا." پر اوهان ڏسي رهيا آهيو ته ڇا ٿيندو رهيو آهي ۽ ڇا ٿي رهيو آهي. 1973ع ۾ اوهان جيڪا اسان کي لولي لنگڙي صوبائي خودمختياري ڏني، سا به حقيقت ۾ ڪسيل آهي. اسان جي سنڌ جي وزير اعليٰ جي حيثيت هر دور ۾ هڪ پوليٽيڪل

ايجنٽ واري رهي آهي. جهڙي طرح قبائلي علائقن ۾ هڪ پوليٽيڪل ايجنٽ ويهاريو ويندو آهي جيڪو وفاق جي حڪمن تي عمل ڪرڻ لاءِ هر وقت تيار هوندو آهي، اهڙي حالت سنڌ جي آهي. ڇڻ سنڌ وفاق جو برابر يونٽ نه پر ڪالوني هجي. اسان وٽ ڪڏهن ته ائين به ٿيندو آهي ته وزير داخلا اسلام آباد کان ڪراچي پهچي چوندو آهي ته آئون سپر مين آهيان، آئون ڪراچي سميت سنڌ جي ماڻهن کي ماري ماري ٺيڪ ڪري ڇڏيندس. هو سمجهندو آهي ته ائين ڪرڻ سان امن ٿي ويندو، پر اهي امن قائم ڪرائي ڪونه سگهيا آهن ۽ نه ئي وري انهن روين سان امن قائم ٿيندو. اسان سنڌ واسين سان اهڙي ويڌن ڪئي وئي آهي جو اسان سنڌ ۾ نه پنهنجو هوم سيڪريٽري رکي سگهون ٿا. نه چيف سيڪريٽري مقرر ڪري سگهون ٿا. نه آءِ جي پوليس رکي سگهون ٿا ۽ نه ئي پنهنجو جسٽس مقرر ڪري سگهون ٿا. ايستائين جو 17-16 گريڊ جي آفيسر کان ويندي هڪ ڪلرڪ جي بدلي به پنهنجي مرضي سان نٿا ڪرائي سگهون. ته پوءِ اسان ڪهڙو اعتبار ڪريون؟ هر پنجن سالن بعد نيشنل فنانس ڪميشن ويهندي آهي. ان ڪميشن ذريعي فنانس ايوارڊ ۾ چار سئو ارب رپيا وفاق کي ڏيندڙ سنڌ کي ڇا ٿو ملي؟ موجوده ايوارڊ ۾ 42 ارب رپيا سنڌ جو حصو مقرر ٿيو. پر سنڌ کي 26 ارب روپيه مليا آهن ۽ 10 ارب روپيه سنڌ اوور ڊرافٽ تي هلي رهي آهي. اسٽيٽ بينڪ سنڌ کي وڌيڪ قرض ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو آهي، هتي ڪنهن ملازم کي پگهار ملڻ جيتري رقم نه آهي. وري انهيءَ معمولي رقم مان ڪاٽ ڪوٽ ڪئي ويندي آهي پوءِ وري اهو به چيو ويندو آهي ته سنڌ تي 10 ارب روپيه واپڊا جون بقايائون آهن، جيڪي بغير حساب ڪتاب ۽ پڇڻ جي ڪاٽيون وينديون آهن. سنڌ چار سئو ارب رپيا ساليانو وفاق جي حوالي ڪري ٿو پر ان مان اسان کي 42 ارب روپيا خيرات طور ڏنا ويندا آهن، جنهن مان به 20 ارب روپيا بقايا ۽ مالي بحران جي نالي ۾ ڪسيا ويندا آهن، ته اهڙي صورتحال ۾ ڪيئن اعتبار ڪريون ته ڪالاباغ ڊيم ٺهندو ته به سنڌين کي پاڻي ملندو، سنڌ سڪار ٿي ويندي ۽ پاڻي کي نه روڪيو

ويندو؟ هتي کر صاحب ويٺو آهي، ممتاز ڀٽو ڪونهي پر ان جو نمائندو ويٺو آهي.1973ع ۾ سنڌ ۽ پنجاب جي حڪومتن وچ ۾ اهو معاهدو ٿيو هو ته چشما لنڪ ڪئنال تڏهن کلندو جڏهن سنڌ جي ضرورتن کان وڌيڪ پاڻي هوندو، پر اڄ آئون هن سڄي ايوان کي دعوت ٿو ڏيان ۽ چئلينج ٿو ڪريان ته مهرباني ڪري اسان سان گڏ هلو سکر کان ڪراچي تائين سنڌو درياهه جو معائنو ڪيو. هن موسم ۾ ته سيلاب ايندو آهي ۽ درياهه جو ڪچو ٻڏندو آهي پر هن وقت اوهان کي درياهه ۾ واري اڏامندي نظر ايندي. اسان وٽ هن وقت پوک جي موسم آهي پر فصلن لاءِ پاڻي ڪونهي. هيڏانهن پنجاب ۾ چشما جهلم لنڪ ڪئنال ۽ تونسه لنڪ ڪئنال بغير ڪنهن روڪ ٽوڪ جي وهن پيا. اوهان ڪاميٽي ناهيو، اسان سان گڏجي هلو، جيڪڏهن چشما جهلم لنڪ ڪئنال ۽ تونسه لنڪ ڪئنال هلندڙ ناهن ۽ بند آهن ته اسان پنهنجي دعويٰ تان هٿ ڪڍڻ لاءِ تيار آهيون.

اسان پنجاب جي سيني انصاف پسند دوستن کي اهو ٻڌائڻ ٿا چاهيون ته اسان جا ڪالاباغ ڊيم بابت جيڪي به اعتراض آهن ۽ ڪالاباغ ڊيم ٺهڻ سان جيڪي به مسئلا پيدا ٿيندا، سي اسان جي زندگي ۽ موت جي مسئلن سان ڳنڍيل آهن تنهن ڪري اوهان اسان جي هن ڪيس کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪريو.1953ع جي ڳالهه ٿي رهي آهي ته 1953ع ۾ ڪالاباغ ڊيم جي اها سائيٽ ڌسي ماهرن رد ڪري ڇڏي هئي. اسان واپڊا جي چيئرمين کي چئون ٿا ته مهرباني ڪري اها فزيبلٽي رپورٽ عوام جي سامهون ظاهر ڪري جنهن ۾ چيو ويو آهي ته ڪالاباڌ ڊيم جي سائيٽ وٽ جيالا جيڪلي ورٽيڪل فالٽ آهي ۽ ان ۾ ڪڏهن به زلزلا اچي سگهن ٿا. تنهن ڪري اها سائيٽ پاڻي کي اسٽور ڪرڻ لاءِ بهتر ناهي. پر اها رپورٽ هنن لڪائي ڇڏي آهي. اوهان کي هنگري جي ڊيم جو مثال وٺڻو پوندو، آسٽريليا ۾ به هڪ ڊيم ٺهي رهيو هو، آمريڪا ۾ به ٺهي رهيو هو پر جڏهن ماڻهن اعتراض ڪيا ته حڪومتن ماڻهن جي احساس کي مدنظر رکندي ماحولياتي صورتحال کي مدنظر رکندي ۽ فطرت جي خوبصورتي کي بچائڻ لاءِ اربين ڊالر

خرچ ڪرڻ کان پوءِ به اهي ٽيئي ڊيم ختم ڪري ڇڏيا. هندستان جي به اها صورتحال آهي. نربدا ندي تي جيڪو سردار سرور سنگهه ڊيم ٺهي رهيو آهي تنهن کي روڪيو ويو آهي. جيڪڏهن هڪڙي جو احترام آهي، صوبن جون جيڪي مشڪلاتون آهن، قومن جون جيڪي مشڪلاتون آهن، انهن جا جيڪي تاريخي حق آهن، انهن جا جيڪي ثقافتي ورثا آهن، تن جو احترام آهي ته پوءِ اسان کي ان ڳالهه جو اعتراف ڪرڻ گهرجي ته پنجاب جي اڳواڻن جلد بازي ڪئي آهي، تنهن ڪري هن ڊيم جو اعلان نواز شريف کي واپس وٺڻو پوندو.

جڏهن جام صادق کي ڏنڊي جي زور تي سنڌ جو وزيراعليٰ مقرر ڪيو ويو ته پاڻي جو معاهدو طئي ڪيو ويو هو. اسان انهيءَ وقت ان جي مخالفت ڪئي هئي ۽ اسان ان کي رد ڪيو. اڄ به رد ڪريون ٿا. ان معاهدي مطابق ڪوٽڙي کان هيٺ سمنڊ لاءِ ١٠ ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي طئي ٿيو. اسانکي چيوويو ته ڊائون اسٽريم ڪوٽڙي لاءِ اسان اوهان کي پاڻي ڏينداسين ته سمنڊ ۾ وڃي ته جيئن اوهان سمنڊ جي تباهه ڪارين کان بچي سگهو. ساڍا ست لک ايڪڙ تمر جا ٻيلا سمنڊ ۾ هئا جيڪي سوين قسمن جي مڇي لاءِ نرسري طور ڪم ايندا هئا پر اڄ هتي صرف هڪ لک ايڪڙ تمر جو ڇڊو پاڊو ٻيلو وڃي بچيو آهي. ساڍا ڇهه لک ايڪڙ تمر جا وڻ تباهه ٿي ويا. اوهان گڊو کان نڪرو، سڌو سفر ڪري. ڪراچي تائين پهچو ته اوهان کي ٻيلن نالي ڪا شئي نظر نه ايندي. پاڻي نه هجڻ ڪري هتي سمورا ٻيلا ختم ٿي ويا ۽ سڄي درياهه ۾ واري اڏامي رهي آهي. پاڻي جي خريف جي سيزن آهي، جنهن ۾ پاڻي موجن ۾ هوندو آهي. پر اڄ واري پئي اڏامي. اهڙي صورتحال ۾ اسان چئون ٿا ته هي اسان جي تباهي جو مسئلو آهي پر هو ٻڌڻ لاءِ تيار ناهن.

اٿون پنهنجون سموريون مصروفيتون ڇڏي هتي آيو آهيان، پنجاب ۾ جيترا به انصاف پسند ماڻهو آهن، جمهوريت پسند ماڻهو آهن، جن کي هن ملڪ سان محبت آهي، انهن وٽ اسان جهولي ڪٽي آيا آهيون ته بابا اسان جي هن تباهي ۽ بربادي جي منصوبي جي خلاف اوهان اسان جو ساٿ ڏيو. اسانکي خوشي ٿيندي ته هڪ يا به ماڻهو

لاهور کان اسلام آباد کان اٿي بيهي دنيا ۽ نواز شريف کي چون ته هي ڪالاباغ ڊيم ملڪ کي تباهه ڪرڻ جو منصوبو آهي. ان ڪري اوهان هن منصوبي تان هٿ ڪڍو. جيڪڏهن هڪ ماڻهو اسان کي اهڙو نه ٿو ملي ته اوهان پلي پاڪستان کي ٽوڙڻ لاءِ ڪم ڪريو. اوهان پلي پاڪستان کي تباهه ڪرڻ لاءِ ڪم ڪريو پر اسان ڪنهن به صورت ۾ سنڌ کي تباهه ٿيڻ نه ڏينداسين. اوهان پاڪستان کي پلي تباهه ڪريو، پر سنڌ کي بچائڻ جي ذميواري اسان جي سر تي آهي. اسان لکين جوان قربان ڪري سنڌ جي تحفظ جي جنگ وڙهنداسين. (هڪ پنجاب نوجوان اٿي بيهي چوي ٿو ڊاڪٽر صاحب آئون ۽ منهنجا دوست توهان سان گڏ آهيون) ١٧- جون تي سنڌ ۾ اسان هڙتال ڪرائي. ڪراچي کان وٺي ڪشمور تائين سڄي سنڌ بغير ڪنهن مذهبي، نسلي، لساني فرق جي مڪمل طور بند ڪري سنڌين ريفرنڊم ۾ پنهنجو فيصلو ڏئي ڇڏيو آهي ته ڪالاباغ ڊيم نه نهڻ گهرجي. اسان سنڌ ۾ اهو فيصلو ڪري ڇڏيو آهي ته جيڪو به سنڌي ڪالاباغ ڊيم جي حمايت ڪندو ان جي حق ۾ ڳالهائيندو، اهو سنڌ جو غدار سڏيو ويندو. ان کي سنڌي ڪڏهن به بخش نه ڪندا. ٻي ڳالهه ته جيڪڏهن لاهور ۽ اسلام آباد جا حڪمران زبردستي ڪالاباغ ڊيم ناهڻ تي بضد آهن ته اسان ان ڳالهه تي سوچي رهيا آهيون ته ڪالاباغ ڊيم جي پهرين پٿر رکڻ سان شروعاتي قدم طور تي پنجاب جي صنعتن جو پنجاب ۾ ٺهندڙ مال سنڌ ۾ خريد ڪرڻ يا وڪڻڻ بند ڪنداسين. پوءِ اهو اتفاق فائونڊري جو رولر هجي، گجرات جو پکو هجي يا ٽريڪٽر هجي. اسان پنجاب جي صنعتي شئي کي خريد نه ڪنداسين. ان ڪري جيڪڏهن يڪجهتي چاهيو ٿا ۽ برادرانا ماحول چاهيو ٿا ته پوءِ ڪالاباغ ڊيم جي رٽا ختم ڪريو. هن ملڪ کي مستحڪم ڪريو. هن ملڪ ۾ جمهوريت جي هڪ نئين دور جي شروعات ڪرڻي پوندي. جنهن سان سڀ کان پهريان اسان قرباني ڏيڻ لاءِ تيار آهيون. اوهان دوستن جي وڏي مهرباني.



# ڪالاباغ ڊيم: خاص خاص خدشا

ميان محمد نواز شريف ايٽمي ڌماڪو ڪري پاڪستان جي سيني صوبن جي عوام کان خراج تحسين حاصل ڪيو. حقيقت ۾ سڄي اسلامي دنيا اسان جي هن قدم کي تحسين جي نظر سان ڏٺو. ان واقعي کان چند روز پوءِ هن صاحب قومي ايجنڊا جو اعلان ڪندي اهو فيصلو پڻ صادر فرمايو تہ ڪالاباغ ڊيم هر صورت ۾ تعمير ڪيو ويندو. ميان صاحب جي هن اعلان تي ملڪ جي ٽنهي ننڍن صوبن شديد ردعمل جو اظهار ڪيو. ٽنهي ننڍن صوبن مان سڀ کان وڌيڪ متاثر ٿيندڙ سنڌ آهي. اهو هن ڪري جو هڪ تہ سنڌ، درياهہ جي پوڇڙ تي واقع آهي. منڍ تي پاڻيءَ جو جيترو بہ استعمال وڌندو اوترو پوڇڙ تي خراب اثر پوندو. ٻيو تہ سنڌ هزارين سالن کان درياءَ سنڌ تي پوکون ڪندي آئي آهي. سنڌ ۾ فقط اهو هڪ درياءُ آهي. برسات نالي ماتر پوي ٿي. پنجاب جي ابتڙ سنڌ ۾ زير زمين پاڻي کارو آهي. سنڌ جي زراعت ۽ سنڌي عوام جو گذر سفر فقط سنڌو نديءَ تي آهي. ان جي منڍ تي جيترا بہ بند ٺهيا آهن يا ٺهندا تن جو سڀ کان وڌيڪ اثر سنڌ تي پوندو. ٽيون تہ پنجاب کان پوءِ سنڌ ئي سڀ کان وڏو زرعي صوبو آهي جيڪو وڏي مقدار ۾ ڪڻڪ ڪمند، چانور، ڦٽيون، ميوا ۽ سبزيون اپائي ٿو. هن صوبي جو ڪمند سڀ کان وڌيڪ سڪروز (ميناج) وارو آهي. هڪ اندازي مطابق هتي ڏهہ لک ميٽرڪ ٽن چانور ايڪسپورٽ ڪرڻ لاءِ بچن ٿا. جيڪڏهن دريا ۾ وهڪرو گهٽيو يا ختم ٿيو تہ زرعي صوبو نيست و نابود ٿي ويندو.

مٿي ذڪر ڪيل مجبورين جي ڪري سنڌ جي عوام ۾ ميان صاحب جي مٿئين اعلان سبب ڏاڍي مايوسي ۽ ناراضگي پکڙجي وئي آهي. گذريل پنجاهہ سالن ۾ ڪراچي جي علحدگي (1948)، ون يونٽ جو قيام (آڪٽوبر 1955)، مشرقي پاڪستان جو ڌار ٿيڻ(20 ڊسمبر

1971) کان پوءِ هي چوٿون واقعو آهي، جنهن تي سنڌ جو ماڻهو بي انتها حيران ۽ پريشان آهي.

سنڌي عوام جي پريشاني اجائي سبب نہ آهي. هن جي دلين ۾ ڪيترائي شڪ، شبها ۽ وسوسا ۽ خوف آهن، جن جو اختصار سان هيٺ ذڪر ڪجي ٿو.

1). هن ڊيم جي نهر سان ڪوٽڙي بيراج کان هيٺ سمنڊ ڏانهن ويندڙ پاڻي جو مقدار نالي ماتر وڃي رهندو يا ختم ٿي ويندو. ان ڪري دريا جو پيٽ بہ واريءَ سان ڀرجي ويندو. پوءِ سپر فلڊس (Super Floods) وارن سالن ۾ درياءَ جي وهڪري ۾ رڪاوٽ پيدا ٿيندي ۽ سنڌ جي هيٺين ڀاڱي ۾ ٻوڏ ڪري تباهي اچي ويندي.

2). ڪوٽڙيءَ کان سمنڊ تائين درياءَ جي ٻنهي پاسن تي لکها ايڪڙ ڪچي جي زمين آهي جيڪا درياءَ جي وهڪري تي آباد ٿئي ٿي. اها زمين ويران ٿي ويندي.

3). ڊيلٽا کي زندهہ رکڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ ڪيترو پاڻي سمنڊ ۾ وڃڻ گهرجي؟ ان بابت اختلاف آهي. ڪن ماهرن جو چوڻ آهي تہ 27 MAF کي چون ٿا تہ 18 MAF کي هن راءِ جا آهن تہ اهو مقدار 12 MAF هئڻ گهرجي ۽ ڪن ماڻهن طرفان اهو مقدار 3 MAF تجويز ڪيو ويو آهي. اسانجي پختي راءِ آهي تہ جيڪڏهن گهٽ ۾ گهٽ 10 MAF پاڻي هيٺ نہ ويو تہ ڊيلٽا برباد ٿي ويندي. ڪالاباغ ڊيم نهر سان اهو پاڻي ڪڏهن بہ نہ ملندو.

4). سمنڊ جو پائڻ (Erosion) روڪڻ ۽ سامونڊي جيوت (Marine Life) کي تحفظ ڏيڻ لاءِ تمر جا ٻيلا (Mangrove Forests) ضروري آهن. هي ٻيلا سمنڊ جي ڪناري تي کاري ۽ مٺي پاڻيءَ جي آميزش سان زنده رهن ٿا. ڪالاباغ ڊيم نهر سان هي ٻيلا جيڪي اڳ ۾ ئي ڪراچيءَ جي صنعتي نڪاسي ۽ مٺي پاڻي جي گهٽ وهڪري سبب تباهہ ٿي چڪا آهن سي ختم ٿي ويندا. ان ڪري سمنڊ سنڌ جي ساحلي زمين کائيندو ۽ اڳتي وڌندو. اسان کي خوف آهي تہ ايڪويهين صديءَ ۾ سمنڊ سنڌ جي سوين ميل زرخيز زمين ڳڙڪائي چڪو هوندو.

5). سنڌو ماٿريءَ جي دريائن تي مختلف بندن ۽ بيراجن جي ٺهڻ سبب گذريل ڏهاڪن ۾ درياءَ ۾ اٿلون گهٽ ٿيون اچن. سنڌ جي ڪچي جي زمين جيڪا انتهائي زرخيز آهي ۽ جيڪا 15 کان 20 لک ايڪڙ ٿيندي سا درياءَ جي اٿلن تي آباد ٿيندي آهي. ڪالاباغ ڊئم جهڙي بلند ڊئم ٺهڻ سان اٿلن جو امڪان ويتر گهٽجي ويندو ۽ هي انتهائي پليون زمينون بنجر ٿي وينديون.

6). 1992ع کان وٺي 1997ع تائين رڪارڊ ڪيل ماپن مطابق سنڌو نديءَ ۾ ايترو پاڻي نه آهي جو ان تي هڪ وڏو ڊئم ناهي ان جو پاڻي وڌيڪ آبپاشيءَ لاءِ استعمال ڪيو وڃي، جيئن ڊئم جي ڊزائن مطابق رٿيو ويو آهي. موجوده انگن اکرن مطابق هي ڊئم هر پنجن سالن مان فقط هڪ ٻن سالن لاءِ پرجي سگهندو ڇوته دريائن ۾ قدرتي پنجن سالن مان هڪ يا ٻه سال وڌيڪ پاڻي وهندو. ظاهر آهي ته ڪوٽ وارن سالن ۾ ڊئم ۾ پاڻي بيهاري اترئين علائقي جي چاليهه لک ايڪڙن کي پاڻي فراهم ڪيو ويو (ڊزائن ۾ ايتري ايراضي ڊئم تي رکي وئي آهي) ته پوءِ سنڌ کي پاڻي گهٽ ملندو ۽ گهڻ ۾ گهڻ ڪوٽڙي بيراج خشڪ ٿي ويندو.

7). هن وقت درياءَ ۾ جيڪو زائد پاڻي نظر اچي ٿو ان ۾ وڏو حصو مشرقي ندين جو آهي، جيڪي هندستان جا درياءَ آهن، مستقبل ۾ هندستان پنهنجي ملڪ ۾ وڌيڪ ڊولپمينٽ ڪندو ته اهو زائد پاڻي (Escapages) اسان کي نه ملندو.

8). اسان کي هن ڊيم بابت اعتراض هن ڪري به آهي جو ان مان ٻه هاءِ ليول ڪئنال ڪوٽيا ويندا. هڪ ساڄي پاسي ۽ ٻيو کاٻي پاسي. واپڊا ڪالاباغ ڊيم بابت پنهنجي هڪ رپورٽ "Salient features of Kalabag Dam" ۾ لکيو آهي:

The left bank Canal would be about 170 miles long and will have a capacity of 15000 cusecs. This would provide water to 0.4 million acres in Indus-Jhellum Doab. Rabi and Kharif requirements are about 0.78 MAF and 1.23 MAF respectively. Further the Canal would transfer about 4.65 MAF of Indus water into Rasul Barrage to meet the shortages of Mangla Command.

ترجمو: ڪاپي پاسي وارو ڪئنال اٽڪل 170 ميل ڊگهو هوندو ۽ 15000 ڪيوسڪس پاڻي کڻندو. هي ڪئنال سنڌو، جهلم، دواب جي چار لک ايڪڙ زمين آباد ڪندو. ان جي ربيع جي ضرورت 0.78 ايم اي ايف ۽ خريف جي 1.23 ايم اي ايف هوندي. ان ڪانسواءِ هي واهه 4.65 ايم اي ايف ڪٽي رسول بيراج وٽ جهلم ۾ وجي وجهندو ۽ ان مان منگلا ڊيم جي ڪمانڊ ۾ پاڻي جي پورت ڪندو.

ان طرح درياءِ سنڌ جي پاڻي مان فقط چار لک ايڪڙ نئين زمين آباد ٿيندي پر منگلا ڪمانڊ ايريا کي پڻ پاڻي فراهم ڪيو ويندو جنهن ڪري 15 لک ايڪڙ وڌيڪ زمين آباد ٿيندي.

9). واپڊا جي مٿين رپورٽ ۾ ساڄي ڪپ واري واهه بابت ڄاڻايو ويو آهي:

The Right bank canal comprises a 98.5 miles long channel with a capacity of 1500 cusecs. It would irrigate an area of 2.12 million acres in Kurram Basin and areas beyond the CRBC (Chashma Right Bank Canal) in D.I. Khan. Its water requirements are estimated to be about 6.2 MAF.

ترجمو: ساڄي پاسي وارو ڪئنال ساڍا اٺانوي ميل ڊگهو هوندو ۽ ان جو استعداد پڻ 1500 ڪيوسڪس هوندو. هي ڪئنال ڪرم بئسن ۽ چشما رائيٽ بينڪ ڪان اڳتي واري علائقي ۾ 21 لک 20 هزار ايڪڙ سيراب ڪندو. هي واهه 6.2 ايم اي ايف پاڻي کڻندو.

اهڙي ريت هنن ٻن واهن تي چاليهن لکن ايڪڙن کان وڌيڪ زمين سيراب ٿيندي جيڪا ڪوٽڙي ۽ گڊو بيراجن جي ڳنڍيل ڪمانڊ کان ٿورو گهٽ هوندي. ياد رهي ته سنڌ ۾ ڪو هڪ به اهڙو ڪئنال نه آهي جنهن جي ڊيزائين ايڏي وڏي يعني 1500 ڪيوسڪس هجي.

10). اهو دليل ته ڪالاباغ ڊيم تربيلا جو متبادل آهي، پڻ غلط آهي، هن سلسلي ۾ چيو وڃي ٿو ته تربيلا ۾ سلٽ (واري) جمع ٿي رهيو آهي. ان ڪري ان جو متبادل ڪالاباغ ڊيم ٿيندو. هي دليل غلط آهي. تربيلا ڊيم جي ريٽجڻ بابت واپڊا وارن آمريڪا ۽ انگلينڊ

جي ماهرن TAMS Consultants U.S.A ۽ H.R Wallingford
U.K کان هڪ رپورٽ تيار ڪرائي آهي. ياد رهي ته مٿي ذڪر ڪيل
آمريڪي فرم تربيلا ڊيم ٺاهڻ وقت ورلڊ بينڪ جي مدد ڪئي هئي.
هن ڊيم جي ڊيزائن ٺاهڻ کان علاوه انجنيئرنگ جي ڪم جي نگراني
پڻ ڪئي هئي. هن ڪنسلٽنٽس واپڊا کي تربيلا لاءِ هڪ ايڪشن پلان
ٺاهي ڏنو آهي، جنهن ۾ هن چيو آهي ته ڊيم جي ڪابي پاسي چار
وڏيڪ سرنگهون ٺاهيون وڃن. انهن مان هر هڪ جي قطر 36 فوٽ هئڻ
کپي. انهن سرنگهن ٺهڻ ڪري تربيلا ۾ ريت جمع نه ٿيندو ۽ هن جي
ازخود صفائي ٿيندي رهندي TAMS Wallingford وارن پنهنجي
رپورٽ جي ٻئي حصي ۾ صفحي 33 تي "Impact of KalaBagh
Dam" جي سري هيٺ تربيلا واري ايڪشن پلان بابت لکيو آهي:

Clearly the Action plan in combination with the development of thermal power represents better value for money, than the Kalabagh Dam. Even if the construction costs of "the without Kalabagh Dam" Scenario increased by 50% it would still be mores attractive course of action."

ترجمو: صاف ظاهر آهي ته هن ايڪشن پلان ۽ ٿرمل پاور تي
جيڪو گڏيل خرچ ايندو سو ڪالاباغ جي مقابلي ۾ گهٽ رهندو.
جيڪڏهن ڪالاباغ کي ڇڏي ڪري هن پلان تي عمل ڪيو ويو ۽ خرچ
رٿ کان 50 سيڪڙو وڌي ويو تڏهن به هي پلان وڌيڪ پرڪشش آهي.

**11)**. انهي رپورٽ مطابق جيڪڏهن ايڪشن پلان تي "With
Kalabagh" ڪم ڪيو ويو ته ان جو خرچ اٽڪل سوا ٻه ارب آمريڪي
ڊالر ٿيندو پر جيڪڏهن ان پلان تي "Without Kalabagh" عمل ڪيو
ويو ته خرچ اٽڪل ڏيڍ ارب ڊالر ٿيندو. يعني ڪالاباغ بنا عمل ڪرڻ
سان پلان سستو پوندو. ان ڪري ڪالاباغ کي متبادل ذخيرو بنائڻ
بدران ايڪشن پلان تي عمل ڪرڻ وڌيڪ سهانگو ۽ ڪارآمد رهندو.

**12)**. تربيلا ۾ ساليانو ٻه سئو ملين ٽن ريت جمع ٿئي ٿو.
ايڪشن پلان تي عمل ڪرڻ سان اهو ڪالاباغ ڊيم جي ذخيري ۾ اچي
گڏ ٿيندو. ان کان سواءِ ڪابل نديءَ ۾ Kohat Haro ۽ Soan ندين

جو ريت پڻ ڪالاباغ ڊيم ۾ اچي ڪرندو ۽ ان جو Sedimentation
500 ملين ٽن ساليانو ٿيندي. ان طرح هي ڊيم چند سالن ۾ ناڪاره ٿي
ويندو. ان جي عمر ٽيهن سالن کان مٿي نہ ٿيندي.

13). ڪالاباغ ڊيم جي ڪنسلٽنٽس ان جي صفائي لاءِ ڪابہ
تجويز نہ ڏني آهي. چوتہ ائين ڪرڻ سان ڊيم کي سال ۾ پنج مهينا بند
ڪرڻو پوندو. ان طرح بجليءَ جو بحران ٿيندو.

14). IRSA انڊس رور سسٽم اٿارٽي 1996ع ۾ اڪثريت
سان فيصلو ڏنو آهي تہ ڪالاباغ ڊيم نہ ناهيو وڃي. قانون مطابق ان
فيصلي خلاف CCI ڪائونسل آف ڪامن انٽريسٽس ۾ اپيل ڪري
سگهجي ٿي. پنجاب يا وفاق اهڙي ڪابہ اپيل نہ ڪئي آهي.

15). ڪائونسل آف ڪامن انٽريسٽس گذريل اپريل واري
اجلاس ۾ ڪالاباغ رٿا جي تائيد نہ ڪئي آهي.

16). سينيٽ جي ڪاميٽيءَ هي رٿا رد ڪري ڇڏي آهي.

17). ٽنهي ننڍن صوبن جون اسيمبليون هڪ کان وڌيڪ ڀيرا
ڪالاباغ ڊيم رٿا کي ٺڪرائي چڪيون آهن.

18). سڄي دنيا ۾ هاءِ ليول ڊئمس خلاف تحريڪون هلي
رهيون آهن هي ڊيم ماحوليات ۾ وڏي بربادي آڻين ٿا. ڪالاباغ ڊيم
جي ٺهڻ سان سنڌ جو ساحل، سنڌ جو ماحول، ECO System ۽
سرحد ۽ پنجاب جو ماحول پڻ متاثر ٿيندو.

19). هنن حالتن ۾ وزير اعظم پاڪستان طرفان ڪالاباغ ڊيم
جي تعمير جو اعلان قانوني، سياسي توڙي ٽيڪنيڪل لحاظ کان صحيح
نہ آهي. اسان عدل، انصاف ۽ پاڪستان جي استحڪام جي ناليَ ۾
اپيل ٿا ڪريون تہ هو اهو اعلان واپس وٺي.



بركت علي ٻٽو

# ڪالاباغ ڊيم تاريخ جي آئيني ۾

اسان جي ملڪ ۾ پاڻيءَ جي ورڇ جو مسئلو يا ڪٽي اٿين چئجي ته پاڻيءَ واري جنگ ڪو نئون مسئلو ڪونه آهي. سنڌ ۽ پنجاب پاڻيءَ واري مسئلي تي منڍ کان وٺي هڪٻئي جا حريف رهيا آهن ۽ پنجاب پنهنجي مخصوص جاگرافيائي بيهڪ ۽ سياسي بالادستيءَ جي حوالي سان هر دور ۾ سنڌ جي پاڻيءَ تي راتاهو هنيو آهي. تاريخ ۾ موجود رڪارڊ جي حوالي سان اها ڳالهه به واضح ٿئي ٿي ته پنجاب پنهنجون زرعي ضرورتون پوريون ڪرڻ لاءِ مختلف حيلن بهانن سان سنڌ جي حصي جو پاڻي چورائيندو رهيو آهي. سنڌ ۽ پنجاب درميان پاڻيءَ واري مسئلي تي شديد اختلاف ان وقت به موجود هيا جڏهن گڏيل هندستان ۾ انگريز بهادر جو راڄ هيو. پنجاب طرفان، سنڌ جي پاڻيءَ سان هٿ چراند ڪرڻ جو باقاعده رڪارڊ 1871ع کان وٺي ملي ٿو. هن ئي دور ۾ پنجاب جي افسر شاهي ۽ جاگيردارن اها ڪوشش ڪرڻ شروع ڪئي ته پنجاب جي غيرآباد علائقن کي سيراب ڪرڻ واسطي سنڌونديءَ مان ڪالاباغ وٽ پاڻيءَ جي ذخيري ڪرڻ لاءِ گورنمينٽ آف انڊيا کان اجازت ورتي وڃي. پنجاب جنهن جو ان کان اڳ ۾ پنجن دريائن تي قبضو هيو تنهن پنهنجي ”پاڻي چورائڻ“ واري عمل کي قانوني جامو پهرائڻ لاءِ عملي طور تي ڪالاباغ وٽ ”گريٽر پراجيڪٽ“ جي نالي سان هڪ اسڪيم تيار ڪري 1871ع ۾ هندوستان سرڪار وٽ پيش ڪئي، جنهن جو اصل مقصد اهو هيو ته جيئن ان کان اڳ تيار ٿيل سکر بيراج واري منصوبي کي رد ڪرائي سگهجي. ليڪن هندوستان ۾ قائم انگريز سرڪار پنجاب جي ان سازش کي هر سطح تي دٻائي رکيو ۽ پنجاب طرفان سنڌو نديءَ مٿان تسلط قائم ڪرڻ واري منصوبي کي رد ڪري ڇڏيو، ڇوته انگريز سرڪار کي اها پڪ هئي ته سنڌونديءَ مٿان ڪالاباغ وٽ پاڻيءَ جي ذخيري ڪرڻ سان سنڌ صوبو ڪنگال ٿي ويندو.

ڪالاباغ جنهن کي ٿل پراجيڪٽ به چيو وڃي ٿو سندس تاريخ هڪ سئو سال پراڻي آهي. انگريزن جي حڪومت ڪرڻ کان اڳ دريائن تي نه ئي زرعي بئراجون تعمير ٿيل هيون ۽ نه وري ڪٿي بند ٻڌل هئا. جڏهن انگريزن هندستان تي قبضو ڪيو ۽ جنگ آزاديءَ جي تحريڪ تي فتح حاصل ڪندي هندستان جي سيني درياهن تي جديد آبپاشيءَ جا منصوبا ٺاهڻ شروع ڪيا خاص ڪري پنجاب ۾ سڀ کان وڌيڪ پيش رفت رهي. انگريزن سنڌ کان وڌيڪ پنجاب کي اوليت ڏني، هو پنجاب کي ترقي ڏيارڻ لاءِ مجبور هئا. ان لاءِ ته انگريزن کي فوج جي ڀرتي هميشه پنجاب مان ملندي هئي. اهو هڪ وڏو سبب هو جو پنجاب جي باشندن جي بهتريءَ جو خيال انگريزن کي هميشه چيندو رهندو هو.

پنجاب جا درياءَ سنڌونديءَ کان گهٽو ننڍا هئا جو اُنهن تي پليون ٻڌڻ يا بئراج ٺاهڻ بمقابل سنڌونديءَ جي بلڪل آسان ڪم هو. اهو ئي سبب آهي جو برطانوي راج دوران پنجاب مان وهندڙ دريائن تي 1859ع ۾ باري دوآب، 1887 ۾ سنڌنائي بيراج، 1913ع ۾ لوئر باري دو آب، 1912 ۾ اپر چناب، 1892 ۾ لوئر چناب، 1901 ۾ لوئر جهلم، 1919 ۾ اپر جهلم، 1901 ۾ پهاڙپور، 1927 ۾ پاڪ پٽن، فورڊ واهه، قائم پور، بهاول، 1928 ۾ دليپور، 1926 ۾ ايسٽرن صادق، 1928 ۾ ميلسي، 1929 ۾ پنجنند ۽ عباسيا، مطلب ته هي اهو دور هيو جڏهن سڄي پنجاب ۾ بئراجن ۽ ريگيوليٽرن جو ڄار وڇائجي چڪو هو ۽ پنجاب جي بنجر زمين کي آباد ڪرڻ لاءِ تمام تر وسيلا استعمال ڪيا پئي ويا. جڏهن ته ان جي ابتڙ سنڌ جون زمينون آباد ڪرڻ واسطي ڪوبه جامع منصوبو موجود ڪونه هيو. ان دور ۾ ئي يعني 1919 ۾ سکر وٽ سکر بيراج ٺاهڻ جو منصوبو ڪيٽرن ئي فني، سياسي ۽ مالي مشڪلاتن جو شڪار ٿندي هڪ انگريز ڪاموري "مسٽر مَسٽو(Mr. Musto) هٿان تيار ٿيو، جنهن جو خواب ان کان اڳ "مسٽر ڦيڦ" ڏٺو هيو جنهن پنجاب وانگر سنڌ کي به سر سبز ڏسڻ ٿي چاهيو. مسٽر ڦيڦ 1855 ۾ رواجي واهن کي سڌارڻ ۽ سنڌ ۾ سنڌو نديءَ مٿان گڊو، سکر، سيوهڻ ۽ ڪوٽڙيءَ وٽ بئراجن ٺاهڻ

جون رٿون ڏنيون هيون جيڪي به پنجاب جي فوقيت سبب سردخاني حوالي ڪيون ويون هيون. مسٽر ڦيڦ جو اهو به خيال هيو ته سنڌ ۾ آبپاشيءَ جي غلط سرشتي سبب حڪومت کي هر سال آبياني جي مَدَ ۾ 31 لک روپيه نقصان پهچي رهيو آهي. سنڌ ۽ پنجاب ۾ ان وقت آباديءَ لائق زمين جا انگ اکر به حيران ڪن آهن. هڪ طرف سڄي پنجاب ۾ بيراجن ۽ ريگيوليٽرن جو ڄار وڇايل هيو ۽ ٻئي طرف سنڌ ۾ آبپاشيءَ جي عام رواجي سرشتي باوجود سنڌ ۾ آباد ٿيندڙ زمين جو تناسب وڌيڪ هيو.

| پنجاب جي آبادي ايڪڙن ۾ | سنڌ جي آبادي ايڪڙن ۾ |
|---|---|
| 750000 ايڪڙ | 1000000 ايڪڙ |
| 1500000 ايڪڙ | 1500000 ايڪڙ |
| 2000000 ايڪڙ | 1600000 ايڪڙ |
| 9000000 ايڪڙ | 3400000 ايڪڙ |

هن ئي دور ۾ 1910 ۾ هڪ ٻئي انگريز عملدار ڊاڪٽر سمرس پڻ روهڙي پراجيڪٽ ٺاهيو هيو ليڪن پنجاب طرفان سياسي بالادستي ۽ اثر رسوخ سبب هن همراهه جو منصوبو به رد ڪيو ويو. ڊاڪٽر سمرس پنهنجي رپورٽ ۾ اهو به لکيو آهي ته "پنجاب جا پراجيڪٽ سنڌ جي آباديءَ تي برو اثر وجهندا".

"مسٽر مسٽو" (A.A. Musto) 1919 ۾ جيڪا سکر بيراج جي رٿا تيار ڪئي هئي سا تمام گهڻن مشڪل مرحلن مان گذري آخرڪار 1923 ۾ منظور ٿي ۽ ان جي تعمير جو ڪم 1925 ۾ شروع ٿيو. ليڪن پنجاب طرفان سکر بيراج جي ان منصوبي جي نه صرف سخت مخالفت ڪئي وئي، بلڪ پنجاب وارن هڪ نئين رٿا "سمال ٿل پراجيڪٽ" جي نالي سان حڪومت وٽ جمع ڪرائي ۽ مطالبو ڪيو ته ان رٿا لاءِ سنڌونديءَ مان 750 ڪيوسڪ پاڻي ڏنو وڃي جيئن هو اها اسڪيم آزمائشي طور تي هلائي سگهن. هندستان سرڪار هن رٿا کي پهريان ته رد ڪري ڇڏيو ليڪن پنجاب جي سخت احتجاج ۽ دٻاءَ سبب

حڪومت کي گوڏا کوڙڻا پيا ۽ هن اسڪيم جي عارضي منظوري ڏني وئي ۽ چيو ويو تہ هي آزمائشي اسڪيم ڪيتري قدر ڪامياب ٿي سگهي ٿي ۽ ان سان گڏوگڏ دريائن ۾ پاڻيءَ جي موجودگي چڪاسڻ خاطر ”انڊين ڊسچارج ڪميٽي“ پڻ جوڙي وئي.

پاڻيءَ جي ورڇ ۽ استعمال بابت حڪومتي سطح تي پنجاب کي راضي رکڻ واسطي سنڌ خلاف اها پهرين بيواجبي ۽ نا انصافي هئي جنهن ۾ پنجاب کي پنهنجي اصل مقصد ”يعني ڪالاباغ وٽ پاڻي ذخيرو ڪيووڃي“ ۾ ڪاميابي حاصل ٿي هئي. جڏهن تہ ”انڊيا ايريگيشن ڪميشن“ جي رپورٽ موجب ان قسم جي ڪا گنجائش موجود ڪونہ هئي، ڇوتہ 1903 ۾ ان ڪميشن طرفان هندوستان ۾ پاڻي جي وسيلن کي آبپاشيءَ لاءِ بهتر نموني ڪتب آڻڻ ۽ ڪامياب منصوبا بندي ڪرڻ لاءِ اها پابندي عائد ڪئي وئي هئي تہ پنجاب ۾ تمام گهڻا منصوبا تيار ٿي چڪا آهن، جنهن ڪري هاڻي اتي ڪوبہ منصوبو شروع نہ ڪيو وڃي ۽ اها بہ سفارش ڪئي هئي تہ سنڌ جي راضپي کانسواءِ پنجاب ۾ ڪوبہ منصوبو نہ ٺهڻ گهرجي، نہ صرف ايترو بلڪہ 1919 ۾ بہ ڪاٽن ڪميٽيءَ طرفان پنهنجي رپورٽ ۾ اهو چيو ويو هو تہ ”جيستائين سکر بيراج پراجيڪٽ مڪمل نٿو ٿئي تيستائين سنڌو درياءَ مان پنجاب کي پاڻي نہ ڏنو وڃي.“

سنڌو نديءَ ذريعي سنڌ کي ملندڙ پاڻيءَ جي حوالي سان ان ئي دور ۾ سنڌ سان هڪ ٻي نا انصافي اها ڪئي وئي تہ پنجاب جي اعتراضن ۽ سياسي اثر رسوخ سبب هندوستان جي انسپيڪٽر جنرل آف ايريگيشن اهو حڪم صادر فرمايو تہ سکر بيراج مان نڪرندڙ سيني واهن ۾ پاڻيءَ جو مقدار ۽ معيار گهٽايو وڃي. مثال طور 1919 ۾ تيار ٿيل پراجيڪٽ مطابق روهڙي ڪئنال ۾ 16 هزار ڪيوسڪ پاڻي مقرر ٿيل هيو ليڪن ان جو مقدار گهٽائي صرف 10 هزار ڪيوسڪ مقرر ڪيو ويو. اهڙي طرح سکر بئراج مان نڪرندڙ سمورن واهن جي ڪوتائي گهٽ پاڻيءَ جي مقدار موجب ڪرائي وئي. منصوبي موجب سکر بيراج مان 85 لک ايڪڙ زمين آباد ٿيڻي هئي ليڪن پاڻيءَ

جو مقدار صرف 54 لک ايڪڙن لاءِ فراهم ڪيو ويو.

جڏهن پنجاب طرفان سنڌو درياءَ مان وڏيڪ پاڻي ڪڍڻ جي مهم تيز ٿي وئي ته پنجاب خلاف سنڌ حڪومت جي اعتراض تي هند سرڪار 1941 ۾ هڪ ڪميشن مقرر ڪئي جنهن جو سربراهه ڪلڪتي هاءِ ڪورٽ جي جج مسٽر بي. اين.راءِ کي مقرر ڪيو ويو. جيڪا ”راءِ ڪميشن“ جي نالي سان مشهور آهي. راءِ ڪميشن طرفان پڻ حڪومت کي سفارش ڪئي وئي هئي ته ”جيڪڏهن سنڌونديءَ مان پنجاب جون گهرجون پوريون ڪيو ويون ته ان سان سنڌ جي واهن تي برو اثر پوندو، خاص طور تي سيپٽمبر مهيني ۾.“ راءِ ڪميشن پنهنجي رپورٽ ۾ اهو به ڄاڻايو هيو ته ”انهن تمام مسئلن جو واحد حل اهو آهي ته اپرسنڌ ۽ لوئر سنڌ ۾ به نوان بيراج ٺاهيا وڃن جن جي تعمير لاءِ پنجاب حڪومت 2 ڪروڙ روپيه مهيا ڪري.“

راءِ ڪميشن جي سفارش تي ئي سنڌ ۽ پنجاب وچ ۾ پاڻيءَ جي ورهاست لاءِ هڪ ڪاميٽي ٺاهي وئي، جنهن 1945 ۾ ٻنهي صوبن وچ ۾ پاڻيءَ جي ورهاست وارن معاملن کي طئہ ڪيو ۽ هڪ ٺاهه مطابق ٻنهي صوبن لاءِ پاڻيءَ جا انگ اکر ۽ وقفو تيار ڪيو ويو ۽ پاڻيءَ جي ورهاست ۾ هر هڪ صوبي لاءِ پاڻيءَ جو مقدار، وقت ۽ موسم جو طعين ڪيو ويو. ٻنهي صوبن وچ ۾ ٿيل ان ٺاهه کي ”سنڌ پنجاب ايگريمينٽ“ جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو. اصل ۾ اهو منصوبو به پنجاب جي انجنيئرن ئي ٺاهيو هو ۽ سنڌ جي ميمبرن ڪان صرف صحيحون ورتيون ويون هيون. اهو ئي سبب آهي جو پنجاب جي انجنيئرن، ڪامورن ۽ دانشورن انهيءَ ”ٺاهه“ جي باري ۾ گهڻو ڪجهه لکيو آهي، جيڪو اڄ به رڪارڊ تي موجود آهي. ليڪن بدقسمتي اها آهي ته پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ پنجاب، پاڻي واري ٺاهه تان پاڻ ئي منحرف ٿي ويو ۽ اڄ تائين ان جي انحرافي ڪندو پيو اچي.

پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ پنجاب، سنڌ جي پاڻيءَ تي جيڪي راتاها هنيا آهن، تن جو مثال ملڻ مشڪل آهي. پنجاب جنهن اڄ کان سئو سال پهرين 1871 ۾ ڪالاباغ وٽ گريٽر پراجيڪٽ جو منصوبو

تاهيو هو تنهن هاڻي پنهنجي منصوبن کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ باقاعده ڪم شروع ڪيو. ڇوته هاڻي نه ملڪ ۾ هيا انگريز ۽ نه وري سنڌ ۾ ايتري سگهه هئي جو پنجاب جي زيادتين کي منهن ڏئي سگهي. پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ سنڌ جي سياسي ۽ سماجي بدحالي ۽ وڪائو وڏيرن جي چاپلوسيءَ جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو ته جڏهن غلام محمد جهڙو نااهل ۽ فالج زده پنجابي گورنر جنرل ڪوٽڙي بيراج جو افتتاح ڪري رهيو هو ته ان وقت خانبهادر ايوب کهڙي سندس شان ۾ تقرير ڪندي چيو هو ته،

Your Exelency! Permit me to call this barrage as "Ghulam Mohammad Barrage" for the human service rendered by you to the Province of Sindh.

غلام محمد سنڌ جي کهڙي خدمت ڪئي هئي سا ڪنهن کان ڳجهي ڪانه آهي. هي اهو ماڻهو هيو جنهن سنڌي وڏيرن کي سياسي لقمن تي ويڙهائي ڪانئن ميراثيءَ وارو ڪم ورتو. پنجاب جي چوڌرين جن 1871 ۾ ڪالاباغ وٽ سنڌونديءَ تي گريٽر پراجيڪٽ ذريعي پاڻي ذخيرو ڪرڻ جو منصوبو ناهيو هو تن هڪ ڀيرو ٻيهر سنڌ جي پاڻيءَ سان هٿ چراند شروع ڪئي ۽ پنجاب ۾ BRBD لنڪ ٺاهڻ شروع ڪري ڏنو. جڏهن ته سنڌ پنجاب ايگريمينٽ تحت سنڌ جي اجازت کانسواءِ پنجاب پنهنجي سرحدن اندر پاڻيءَ جي حوالي سان ڪوبه ڪم ڪونه پئي ڪرائي سگهيو. ليڪن آئين ساز اسيمبليءَ ۾ سنڌ پاران نمائندگي ڪندڙ محمد هاشم گذدر جي اعتراض تي سينٽرل گورنمينٽ اعتراف ڪيو ته آئنده اهڙي غلطي نه ٿيندي.

پنجاب جنهن هاڻي چڱيءَ طرح محسوس ڪري ورتو هو ته مروج قاعدن قانونن تحت سنڌ جو پاڻي ڦٻائڻ آسان ڪم ڪونه آهي. ان ڪري ملڪ ۾ ون يونٽ نافذ ڪري پنجابين، سنڌ جي حقن تي شبخون مارڻ لاءِ تياريون شروع ڪيون. آزاديءَ کانپوءِ واري ملڪ جي پنجاهه ساله تاريخ ۾ سنڌ سان جيڪا نا انصافي ون يونٽ واري دور ۾ ٿي آهي تنهن جو مثال ملڻ مشڪل آهي. ون يونٽ واري دور ۾ پنجاب

طرفان سنڌ جي پاڻي ۽ زمينن تي سرعام قبضو ڪيو ويو، سنڌين کي سرڪاري نوڪرين ۽ تجارت کان بہ محروم ڪيو ويو. ون يونٽ ٺهڻ بعد ننڍن صوبن تي جيڪو ڦهڪو وار ڪيو ويو سو اهو هيو تہ، عالمي بينڪ جي وفد ۾ ننڍن صوبن سان تعلق رکندڙ سمورن نمائندن کي واشنگٽن مان واپس گهرايو ويو. 1955ع کان وٺي 1970 تائين جو 25 سالن وارو عرصو پاڪستان جي تاريخ جو انتهائي اونداهو دور رهيو آهي. 1960 ۾ هندوستان ۽ پاڪستان وچ ۾ "سنڌ طاس" معاهدي ڪانپوءِ عالمي بينڪ طرفان پاڪستان ۾ آبپاشي سرشتي کي وڌيڪ مؤثر بنائڻ لاءِ جيڪو ايڊوائيزري بورڊ قائم ڪيو ويو هو تنهن بورڊ ۾ جيڪي ميمبر کنيا ويا تن سڀني جو تعلق پنجاب سان هيو. تعجب جهڙي ڳالهہ اها آهي تہ حڪومت کي ان ڪم لاءِ سڄي ملڪ ۾ ڪوبہ غير پنجابي انجنيئر موزون نظر ڪونہ آيو هيو. ون يونٽ نافذ ٿيڻ ڪانپوءِ سنڌ جي سياسي، سماجي ۽ معاشي ڦرلٽ کي وڌيڪ تيز ڪيو ويو. هڪ طرف سنڌ جي لکين ايڪڙ زمين پنجابي آبادگارن کي الاٽ ڪئي ۽ سنڌ جي انتهائي زرخيز علائقن ميرپور خاص، نواب شاهہ ۽ سانگهڙ ۾ پنجابين جي وڏي پئماني تي آبادڪاري ڪئي وئي ۽ ٻئي پاسي پنجاب جون غيرآباد ۽ بنجر زمينون آباد ڪرڻ واسطي سنڌ جو پاڻي ڦٻائڻ خاطر اهڙا منصوبا ٺاهيا ويا جيڪي سراسر 1945 واري "سنڌ پنجاب ايگريمينٽ" جي خلاف هيا.

پاڪستان ۾ آبپاشي سرشتي کي بهتر بنائڻ لاءِ عالمي بينڪ جي هدايتن تحت جيڪو "انڊس بيسن ايڊوائزري بورڊ" ٺاهيو ويو هو، تنهن بورڊ جي پليٽ فارم تان آبپاشيءَ جون جيڪي بہ رٿائون تيار ڪيون ويون سي سڀ پنجاب جي فائدي واريون هيون. هن بورڊ طرفان چشمہ بئراج، منگلا ڊيم، چشمہ جهلم لنڪ ڪئنال ۽ تونسا پنجنند لنڪ ڪئنال جهڙيون سنڌ دشمن رٿائون تيار ڪري حڪومت کان منظور ڪرايون ويون. جيڪي سڀ جو سڀ پنجاب جي فائدي واريون هيون. ايڊوائزري بورڊ طرفان تيار ڪيل هن رٿائن تحت سنڌو نديءَ جي پاڻيءَ تي ٿل، بهاولپور ۽ وچين پنجاب جي لکين ايڪڙ زمين کي آباد ڪيو

پيو وڃي، جيڪو سراسر "سنڌ پنجاب ايگريمينٽ" جي خلاف عمل آهي. بلڪ سنڌ جي پاڻيءَ کي اجا وڌيڪ ڏاڙي هڻڻ واسطي چشمه، جهلم لنڪ ڪئنال تي هڪ اضافي ريگيوليٽر پڻ تعمير ڪيو ويو آهي، جنهن ذريعي ٿل ۽ ريگستاني علائقن ۾ وڌيڪ 2 لک ايڪڙ زمين کي سيراب ڪري سگهجي ٿو. جڏهن ته تربيلا ڊيم مان سرنگن ذريعي پنجاب کي زميون آباد ڪرڻ واسطي جيڪو پاڻي مهيا ٿي رهيو آهي سو اضافي آهي.

ايوب خان ۽ يحيٰ خان جي دور ۾ تربيلا ڊيم مان سرنگن ذريعي پنجاب کي پاڻي ڏيڻ واري عمل تي سنڌ طرفان سخت احتجاج ڪيو ويو هو، ليڪن پنجابي مفادن جي حفاظت ڪندڙ آمر حڪمرانن سنڌ جي آواز کي ڪا اهميت ڪونه ڏني، جس هجي ذوالفقار علي ڀٽو کي جنهن پنهنجي درو حڪومت ۾ پنجاب طرفان تربيلا ڊيم مان سرنگن ذريعي پاڻي ڦبائڻ واري سازش جو خاتمو آندو ۽ هڪ اضافي سرنگ ذريعي سنڌ کي پاڻي مهيا ڪرڻ واسطي تربيلا جي ساڄي ڪناري تي سرنگ تعمير ڪرڻ جا احڪامات جاري ڪيا. پنجاب طرفان ان سرنگ جي شديد مخالفت ڪئي وئي ليڪن ذوالفقار علي ڀٽو پنهنجي وعدي تي قائم رهيو ۽ اهڙي طرح سنڌ کي مناسب پاڻي ملڻ جي گنجائش پيدا ٿي.

جيئن مٿي لکجي چڪو آهي ته ڪالاباغ ڊيم جو منصوبو جنهن موجوده دور ۾ ملڪ جي سياسي وايومنڊل کي ڏوڏي چڏيو آهي. سو پنجاب جي حڪمرانن جو سئو سال پراڻو اهو منصوبو آهي جيڪو هنن 1871 ۾ گورنمينٽ آف انڊيا وٽ پيش ڪيو هو. ون يونٽ قائم ٿيڻ ڪانپوءِ ايوب شاهيءَ جي ڏينهن ۾ پنجاب طرفان ان ساڳي ڪالاباغ ڊيم واري منصوبي کي ٻيهر ڪنيو ويو ليڪن ڪجھه سياسي مصلحتن سبب ايوب خان ڪالاباغ ڊيم بجاءِ منگلا ڊيم کي ترجيح ڏني ۽ اهڙي طرح پنجاب جو هي پراڻو منصوبو هڪ ڀيرو ٻيهر پسِ پرده هليو ويو. ون يونٽ ۽ مارشلا جي خاتمي، 70 وارين چونڊن ڪانپوءِ ملڪ ۾ تيزيءَ سان تبديل ٿيندڙ سياسي حالتن، بنگلاديش جي ٺهڻ ۽ ذوالفقار علي ڀٽو جي اقتدار ۾ اچڻ سبب پنجاب طرفان هن منصوبي لاءِ ظاهري

سرگرميون ختم ٿي ويون ۽ شهيد ذوالفقار علي ڀٽو هن معاملي کان پاسيرو رهيو.

ڪالاباغ ڊيم جو موجوده مسئلو 1984 ۾ تڏهن اڀريو جڏهن واپڊا اختياري وارن طرفان ان وقت جي آمر حڪمران جنرل ضياءَ جي پٺڀرائيءَ سان هن منصوبي کي باقائده ڊزائن ڪيو ويو. هي منصوبو پنهنجي پهرين ڏينهن کان وٺي متنازعہ صورت اختيار ڪري چڪو آهي. سنڌ، بلوچستان ۽ سرحد جي عوام توڙي صوبائي حڪومتن هن منصوبي کي پهرين ڏينهن کان ئي مسترد ڪري ڇڏيو، ڇوتہ پنجاب جي پاڻي چورائڻ واري پراڻي رويي سان ملڪ جي ٽنهي صوبن جي زرعي معيشت کي سخت نقصان پهچي رهيو هو. هونءَ بہ ڪالاباغ ڊيم جي تعمير بابت پنجاب طرفان جيڪو مؤقف پيش ڪيو ويو سو متضاد پئي رهيو آهي. هن منصوبي کي شروع ڪرڻ لاءِ شروع ۾ اهو جواز پيش ڪيو ويو تہ ملڪ ۾ بجليءَ جي بحران کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪالاباغ وٽ پاڻي ذخيرو ڪري ان مان 3600 ميگاواٽ بجلي پيدا ڪئي ويندي. جڏهن تہ ان کان بعد اهو چيو ويو تہ تربيلا ۽ منگلا ڊيم لٽجڻ سبب ڪالاباغ وٽ پاڻي ذخيرو ڪري آبپاشيءَ لاءِ استعمال ڪيو ويندو. پنجاب طرفان اهڙي متضاد مؤقف اختيار ڪرڻ سان سنڌ طرفان اها تشويش لازمي ظاهر ٿيڻي هئي تہ اصل ۾ اهو منصوبو سنڌ کي برباد ۽ پنجاب کي خوشحال ۽ آباد ڪرڻ لاءِ ٺاهيو ويو آهي.

1984 کان وٺي مرڪزي حڪومت ۽ پنجاب طرفان ڪالاباغ ڊيم جي مجوزه منصوبي تي ڪم شروع ٿيڻ کان بعد هن وقت تائين اهو واضح ٿي چڪو آهي تہ ڪالا باغ ڊيم ذريعي سنڌونديءَ مان پاڻي ڦٻائي پنجاب پنهنجي لکين ايڪڙ غير آباد زمين کي آباد ڪرڻ چاهي ٿو. ان ڏس ۾ حيرت ۾ وجهندڙ ڳالهہ اها بہ آهي تہ حڪومت جيڪا هن منصوبي کي توانائي وڌائڻ لاءِ ڪتب آڻڻ واريو ڳالهيون ڪري رهي آهي.

در اصل ڪالاباغ ڊيم جي لوڪيشن پوائنٽ پيرپائي ۽ بني افغان جي پهاڙي ايريا ۾ آهي. اتي سرحد جو ضلعو اٽڪ ۽ پنجاب جو ميانوالي ضلعو گڏجن ٿا. انهيءَ وچ ۾ سنڌو درياهہ ۽ سوان درياهہ جو

ميلاپ ٿئي ٿو، سنڌ جي ان شهه رڳ تي ڊيم ٺاهڻ جو پروگرام رکيو ويو آهي. هي ڊيم سنڌو درياهه تي 97 ميل، ڪابل درياهه تي 25 ميل ۽ سوان درياهه تي 36 ميلن تائين ڦهليل هوندو. جنهن جي لاڳت 7.24 ارب آمريڪي ڊالر رکي وئي آهي. منڍ ۾ ساڻ تعمير ٿيڻ واري هن ڊيم جي بلندي پهرين 260 فوٽ رکي وئي هئي جيڪا پوءِ تبديل ڪري درياهه جي تري کان 245 فوٽ ڪئي وئي، هن ڊيم جي ڪل اوچائي سمنڊ جي سطح کان 925 فوٽ رکي وئي هئي، جيڪا به نئين ڊزائين ۾ تبديل ڪري 915 فوٽ رکي وئي آهي. سرڪاري انگن اکرن مطابق هي منصوبو آبپاشيءَ جي موجوده انتظامن لاءِ وافر پاڻي ميسر ڪندو ۽ مستقبل ۾ پنجاهه لک ايڪڙ پنجر زمين کي سيراب ڪري سگهي ٿو.

واپڊا پنهنجي رٿا ۾ ڪالاباغ ڊيم مان ٻه هاءِ ليول ڪئنال ڪڍڻ چاهي ٿو، هڪ ڪاهي کپ تي ۽ ٻيو ساڄي کپ تي. جن کي ليفٽ ڪالاباغ ڪئنال ۽ رائيٽ ڪالاباغ ڪئنال ڪوٺيو ويندو. واپڊا طرفان جاري ڪيل سال 1989ع واري روائيز رپورٽ مطابق ساڄي پاسي جيڪو ڪئنال ڪڍيو ويندو، اهو 272 ڪلوميٽر ڊگهو هوندو، جنهن ۾ 15 هزار ڪيوسڪ پاڻ وهايو ويندو، ان ۾ سڄي سال دوران 6.6 ملين ايڪڙ فوٽ وهندڙ پاڻيءَ مان ميانوالي، خوشاب ۽ جهلم ضلعن جي پونا چار لک ايڪڙ زمين آباد ٿيڻي آهي. ڪاٻي کپ وارو واهه 157 ڪلوميٽر ڊگهو هوندو ۽ ان واهه منجهان پڻ 15 هزار ڪيوسڪ پاڻي وهايو ويندو، جنهن ۾ سڄي سال دوران 6.3 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي وهڻو آهي، ان واهه مان ڊيرا اسماعيل خان ۽ خرم بيسن واري علائقي جون زمينون آباد ٿينديون. ڪالاباغ ڊيم لاءِ 7.77 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي ذخيري ڪرڻ جي گنجائش رکي وئي آهي. جڏهن ته ان مان نڪرندڙ واهن لاءِ 12.75 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي کپندو. ان ڪري سنڌ وارن کي ڪالاباغ ڊيم جي تعمير تي فني نقطئه نظر کان اهو به اعتراض آهي ته، انڊس رور سسٽم جي سيني درياهن ۾ ايترو پاڻي موجود آهي ئي ڪونه جو سنڌو درياهه جو پاڻي منڍ روڪيو وڃي.

حڪومتي ادارا ۽ ان جا پگهاردار اخبارن، ريڊيو ۽ T.V ذريعي ڪالاباغ ڊيم جي تعمير سان ملڪ ۽ صوبن کي پهچندڙ جن فائدن جو راڳ الاپي رهيا آهن سي سڀ ڪوڙا ۽ بي بنياد آهن. ياد رکڻ گهرجي ته جيڪڏهن ڪالاباغ ڊيم تعمير ٿي ويو ته سنڌ سڪي ٺوٺ ٿي ويندي. سنڌ ۾ درياءَ جي ڀنهي پاسي ڪچي وارو علائقو جيڪو لڳ ڀڳ 19 لک ايڪڙن تي مشتمل آهي سو سڀ کان وڌيڪ متاثر ٿيندو. جڏهن ته سنڌونديءَ جي ڇوڙ واري هنڌ موجود گهاٽي ساموندي تمر جي ٻيلي کي پڻ سخت نقصان رسندو جيڪو 6 لک 50 هزار ايڪڙن تي مشتمل آهي. ٻي طرف سنڌ جون تاريخي ڍنڍون منڇر، چوٽياريون ۽ ڪينجهر، جن جو دارومدار سنڌوءَ جي پاڻيءَ تي آهي. سي پڻ سخت متاثر ٿينديون.

ڪالا باغ ڊيم مان بجلي پيدا ڪرڻ جو جيڪو ڪاٿو لڳايو ويو آهي سو به سراسر غلط آهي. جيڪڏهن ڪالاباغ ڊيم ٺهي به وڃي ته ان مان صرف 2 هزار ميگاواٽ بجلي پيدا ڪري سگهبي. ان ڪري صرف 2 هزار ميگاواٽ بجلي حاصل ڪرڻ لاءِ سنڌ کي سڪائڻ ڪنهن به طور تي ملڪي مفادن وٽان ڪونه آهي. ليڪن پنجاب جنهن هٺ ڌرميءَ سان هن منصوبي جي تڪميل لاءِ ڪوشش وٺي رهيو آهي، تنهن لاءِ اهو ئي چئي سگهجي ٿو ته پنجاب پنهنجي لکين ايڪڙ غيرآباد زمين کي سيراب ڪرڻ لاءِ 1871 ۾ جيڪو ”گريٽر پراجيڪٽ“ جو منصوبو ٺاهيو هو تنهن کي هاڻي مڪمل ڏسڻ چاهي ٿو. جنهن سان سڀ کان وڌيڪ نقصان سنڌ کي پهچندو ۽ سنڌ جي شادابي خشڪ سالي ۾ تبديل ٿي ويندي.



# ڪالاباغ ڊيم تي پڳ پئي آهي ڇا؟

بنا روڪ وڌندڙ آبادي ۽ ايتري رفتار سان هر سال درآمدي اناج جي وڌندڙ مقدار ۽ تيزي سان سنڌوندي؛ جي پاڻي جي ذخيرن جي خاتمي سبب پاڪستان کي اهڙيون سنجيده ڪوششون وٺڻ جي ضرورت آهي، جنهن سان جٽادار ترقي جي اصولن تي سمجهوتو ڪرڻ کانسواءِ زرعي پيداوار ۽ بجلي جي پيداوار کي نہ رڳو برقرار رکي سگهجي. بلڪ وڌائي بہ سگهجي. جٽادار ترقي مان مراد آهي، اهڙي ترقي جيڪا ضرورتن کي پورو ڪرڻ لاءِ ايندڙ نسلن جي صلاحيت تي سمجهوتو ڪرڻ کانسواءِ حال جي ضرورتن کي پورو ڪري، پنجاب طرفان سنڌو ندي؛ مان آبپاشي لاءِ جيترو ممڪن تي سگهي پاڻي حاصل ڪرڻ ۽ سستي هائيڊل بجلي ذريعي 3 لک 50 هزار ٽيوب ويلن لاءِ بجلي واري خواهش سمجهہ جوڳي آهي. پر سنڌ اهو مطالبو ڪرڻ ۾ حق بجانب آهي تہ رٿائن جي چونڊ ۽ منصوبابندي لاءِ ڏاهپ واري سوچ اختيار ڪئي وڃي تہ جيئن هڪ صوبي جا سماجي ۽ معاشي فائدا ٻين صوبن جي فائدن تي حاوي نہ ٿي وڃن، جيئن ڪالاباغ ڊئم جو معاملو آهي. خوش قسمتي سان اهڙيون ڪوڙ ساريون تجويزون موجود آهن. جن کي جيڪڏهن سنجيدگي؛ سان ورتو وڃي تہ ڪالاباغ ڊئم وارا سيئي مقصد حاصل ٿي سگهن ٿا ۽ ان عمل دوران سياسي دشمني بہ نہ اڀرندي جيڪا ڪالاباغ ڊيم پيدا ڪئي آهي ۽ اهو مقصد گهٽ سماجي ۽ مالياتي قيمت تي حاصل ٿيندو.

اهي تجويزون جن تي هيٺ بحث ڪيو ويندو، تن ۾ في ايڪڙ زرعي پيداوار وڌائڻ وارو عنصر شامل ناهي. ڇاڪاڻ تہ اهو هڪ ڌار ۽ وسيع موضوع آهي. ان لاءِ پاڪستان جي خاص پيداوار ڪڻڪ جو مثال ڏيڻ ڪافي آهي. 94-93ع ۾ دنيا جي ڪجهہ ملڪن ۾ ڪڻڪ جي پيداوار چارٽ ۾ ڄاڻائي وئي آهي.

## ڪڻڪ جي پيداوار: 1993-1994ع

| ملڪ | سراسري في هيڪٽر پيداوار ٽن | سراسري في ايڪڙ پيداوار ٽن |
|---|---|---|
| پاڪستان | 2.004 | 0.81 |
| دنيا | 2.150 | 0.87 |
| ڀارت | 2.400 | 0.97 |
| آمريڪا | 2.650 | 1.07 |
| چين | 3.300 | 1.33 |
| فرانس | 6.000 | 2.43 |

ان مان ظاهر ٿئي ٿو ته پاڪستان کي خوراڪ جي پيداوار وڌائڻ لاءِ اجا ڏکو سفر ڪرڻو آهي ۽ پيداوار وڌائڻ لاءِ سڌريل زرعي عملن وارا وسيلا ڪتب آڻڻ ضروري آهن. جن ۾ زمين ۾ هر ڪاهڻ لاءِ مڪينيڪل ميٿڊ، مناسب ٻجن جو استعمال، جيت مار دوائن ۽ وڏي پيداوار ڏيندڙ ٻجن جي چونڊ وغيره شامل آهن. ان ڪان علاوه پاڻي جي وسيلن جو بهتر انتظام پهرين ترجيح هئڻ گهرجي.

پاليسي جي پنجن رهنما اصولن تي ويچاريو وڃي انهن کي ترت اختيار ڪيو وڃي، جيڪي هيٺين ريت آهن:

1). پاڻي جي وسيلن واري ڊيولپمينٽ جي بدران ڏيان جو مرڪز پاڻي جي وسيلن جو انتظام هئڻ گهرجي.

2). انهن هنڌن جي نشاندهي لاءِ ڪوششون تيز ڪرڻ گهرجن، جتي نديون ڊئمون ناهي سگهجن ٿيون. جيڪي گهٽين موسمن ۾ پاڻي گڏ ڪري سگهن ٿيون ساڳي وقت زمين کي سم ۽ ڪلر ڪان بچائڻ ۽ تربيلا ۽ منگلا ڊئمن جون زندگيون وڌائڻ لاءِ ڪوششون وٺڻ گهرجن.

3). پاڻي جي نيڪال (ڊرينيج سسٽم) لاءِ قومي پروگرام جنگي بنيادن تي شروع ڪرڻ گهرجي.

4). "انڊس ايڪو سسٽم" ۽ "روورائن ايگريڪلچر" جي جٽاءَ ۽ ترقي لاءِ ڪوٽڙي بئراج ڪان هيٺ وهڪري جي مقدار جو تعين ڪرڻ لاءِ اسٽڊيز کي تيز ڪرڻ گهرجي.

5). قومي توانائي پاليسي نئين سر جوڙي وڃي.

# پاڻيءَ جي وسيلن جو انتظام:

## الف. پاڻيءَ جي حفاظت:

پاڪستان ۾ انسان جو ٺهيل آبپاشي وارو نظام وڏو نيٽ ورڪ آهي، جيڪو ٻن وڏن ذخيرن، 19 بئراجن، 43 آزاد ڪئنالن جي ماتحت سسٽم تي ٻڌل آهي. رڳو پرائمري ڪئنال 36 هزار ميلن (57 هزر ڪلوميٽرن) وارا آهن ۽ 30 لک فارمن ۾ ورهايل 34.5 ملين ايڪڙن جي علائقي جي آبپاشي لاءِ هڪ لک چار هزار واٽر ڪورس آهن.

انڊس رور سسٽم جي 123 ايم اي ايف، پاڻي مان سينئي ڪئنالن کي سراسري طور هر سال پاڻي جو مقدار 1.5 ايم اي ايف ڏنل آهي. پر اسان جي آبپاشي واري نيٽ ورڪ جي افاديت رڳو 40 سيڪڙو آهي. يعني زراعت لاءِ ڪل مقدار اٽڪل 50 ايم اي ايف جو استعمال ٿئي ٿو، باقي پاڻي زمين ۾ جذب يا سڪي وڃي ٿو.

### ڪٺيل نقصان هيٺين ريت ورهايل آهن:

| صوبو | ڪل پوک لائق علائقو (ملين ايڪڙ) | ڪئنال ڪمانڊ علائقو (ملين ايڪڙ) | ڪئنال جي پوک وارو اصل علائقو (ملين ايڪڙ) |
|---|---|---|---|
| پنجاب | 36.40 (42 سيڪڙو) | 19.5(56 سيڪڙو) | 16.41 (57.3 سيڪڙو) |
| سنڌ | 24.50 (31 سيڪڙو) | 12.2(36 سيڪڙو) | 10.00 (34.9 سيڪڙو) |
| سرحد | 7.60 (9 سيڪڙو) | 1.8(5 سيڪڙو) | 1.32 (4.6 سيڪڙو) |
| بلوچستان | 5.50 (18 سيڪڙو) | 1.0( 3 سيڪڙو) | 5.094 (3.2 سيڪڙو) |
| | 86 (سئو سيڪڙو) | 34.50 (سئو سيڪڙو) | 28.67 (سئو سيڪڙو) |

زراعت بابت نيشنل ڪميشن رپورٽ(1988ع) تان ورتل.

پاڻيءَ جي حفاظت ۽ آبپاشي ۽'زرعي نظامن کي وڌيڪ اثرائتو بڻائڻ لاءِ ڪيترائي اپاءَ وٺي سگهجن ٿا.

1).رور بيڊس جي نقصانن کي روڪڻ لاءِ ڪجهه به نٿو ڪري سگهجي ۽ هن وقت تائين مٿن ڪئنالن جي لائن لاءِ ڪو آزمايل نظام نه

جوڙيو ويو آهي، پر ڊسٽريبيوٽريز ۽ واٽر ڪورسز کي سرن ۽ ڪنڪرن سان آساني سان لائن ڪري 10 ايم اي ايف بچائي سگهجن ٿا.

پندرهن سئو ڪيوسڪ جي لائننگ تي في ميل اٽڪل 10 ملين رپيا خرچ اچي ٿو. پاڪستان ۾ سيني ڊسٽريبيوٽريز ۽ واٽر ڪورسز جي لائننگ تي ڪل خرچ 100 بلين رپيا (2.5 بلين آمريڪي ڊالر) اچي ٿو ۽ ان سان ڪالاباغ ڊيم جي اسٽور ٿيل 6.1 ايم اي ايف ڪان ہيڻ تي بچت ٿيندي، ان ڪان علاوه واٽر لاگنگ جو امڪان پڻ گهٽجي ويندو.

2). فارمن جي مناسب سطحن لاءِ سڄي ملڪ جي آبادگارن کي تعليم ۽ تربيت ڏني وڃي ۽ پاڻي جي حفاظت کي سڀ ڪان وڌيڪ ترجيح ڏني وڃي، فارمن جي مناسب سطح ڪان ناواقف آبادگار پاڻي جي کپت ضرورت ڪان وڌيڪ ڪن ٿا. ساڳي حالت انهن آبادگارن سان آهي، جيڪي فصلن کي ضرورت ڪان وڌيڪ ہيرا پاڻي ڏين ٿا.

پر ان سان فصل جي پيداوار ۾ ڪو اضافو نٿو ٿئي، ويتر پاڻي ضايع ٿئي ٿو. سڄي ملڪ جي هرهڪ ڳوٺ ۾ آڊيو، ويوئل اوزارن جي مدد سان آبادگارن جي تعليم ۽ تربيت تي هڪ ارب رپين ڪان وڌيڪ خرچ نہ ايندو، پر ان سان فارمن تي ضايع ٿيندڙ 25 ايم اي ايف مان 5 ڪان 10 ايم اي ايف تائين بچائي سگهجن ٿا.

3). الف: پاڻي جي کپت کي گهٽائڻ، ڪلر ۽ واٽر لاگنگ کي گهٽائڻ لاءِ هڪ وڏي پاليسيءَ جو آغاز ڪيو وڃي تہ جيئن وڏن آبادگارن خاص ڪري واٽر ڪورس جي منڍ وارن آبادگارن کي اسپر نڪلرسسٽم (خوراڪ جي فصلن) ۽ ٽرڪل سسٽم (ميون وارن فصلن) جي استعمال لاءِ همٿائي سگهجي. اهڙي پيداوار کي آمدني، عشر ۽ آبياني جي رعايت ڏيڻ لاءِ قانون متعارف ڪرائڻ گهرجي.

اسرائيل ۽ اردن جي زراعت جو دارومدار ننڍين نلن تي آهي، جنهن کي اردن ندي سڏيو وڃي ٿو. سڄي اسرائيل ۽ اردن جي گهڻي حصي ۾ سبزين ۽ ميون جي پيداوار لاءِ ٽرڪل سسٽم استعمال ڪيو وڃي ٿو. سڄي يورپ لاءِ نارنگيون اسرائيل مان گهرايون وينديون آهن.

(ب): پاڪستان ۾ ڪل پوک لائق 86 ملين ايڪڙ آهن، جن مان 34.5 ملين علائقي جي پوک ڪئنالن ذريعي ٿئي ٿي. هيٺ ڄاڻايل تفصيل مطابق انهن مان رڳو اصل 28.67 ملين ايڪڙن جي پوک ٿئي ٿي:

انڊس رور سسٽم جي پاڻي وارن وسيلن جي گهٽجڻ ۽ تيزي سان وڌندڙ آبادي سبب اهو نهايت ضروري آهي ته پاڪستاني زراعت کي مڪمل صفت طور وٺي ۽ زمين ۽ پاڻيءَ جي وسيلن جي وڌ کان وڌ استعمال کي يقيني بڻائي.

اسپر نڪلر ۽ ٽرڪل سسٽم جي وسيع ۽ اثرائتي استعمال ذريعي پاڻي جي وسيلن جي حفاظت سان گڏ ڊسٽريبوٽريز ۽ واٽر ڪورسز جي لائننگ سبب رهيل 6 ملين ايڪڙ کي پوک هيٺ آڻي سگهجي ٿو ۽ سرائيڪي پٽي جي جابلو علائقي جي گهٽي حصي کي پڻ آبادي لائق بڻائي سگهجي ٿو. تنهن ڪري هاڻي وقت اچي ويو آهي ته اسپرنڪلر ۽ ٽرڪل نظامن جي خرچ ۽ عمل جوڳي هئڻ بابت ۽ پاڻي جي حفاظت ۽ آبادگارن جي تعليم ۽ تربيت لاءِ سنجيده ڪوششون وٺڻ گهرجن.

**پاڻيءَ جي سيني وسيلن کي اڪيلي وسيلي طور ڏسو:**

جهلم ۽ چناب ندين ۾ پاڻي اڳ ۾ ايندو آهي. ٻنهي ندين ۾ پاڻي فيبروري جي وچ ۾ ايندو آهي ۽ آگسٽ جي وچ تائين جاري رهندو آهي. ان جي ڀيٽ ۾ سنڌو ندي ۾ پاڻيءَ جو آغاز جون ۾ ٿيندو آهي. ٻئي طرف سنڌ ۾ خريف پوک جو آغاز اپريل، مئي ۾ ٿئي ٿو جڏهن ته پنجاب ۾ هڪ مهينو بعد ۾ ٿئي ٿو. هن وقت پنجاب جهلم ندي جو پاڻي منگلاڊئم ۾ بند ڪرڻ تي عمل پيرا آهي ۽ جڏهن منگلا ڊيم ۾ جولاءِ مهيني ۾ پاڻي ٺٽي ٿيل سطح تائين پرجي ويندو آهي ته پوءِ وڌيل پاڻي هيٺين علائقن ڏانهن موڪليو ويندو آهي. چناب يا جهلم ندي جو هڪ ڦڙو به سنڌ کي نه ڏنو ويندو آهي.

پاڻي جي قيمتي وسيلن جي صحيح استعمال جو طريقو هيءُ آهي ته پاڻي جي سيني وسيلن کي هڪ ئي وسيلو سمجهيو وڃي ۽ مختلف بئراجن ۽ ڪئنال جي پاڻي جو استعمال ڪپت ۽ تاريخي حق

مطابق ڪيو وڃي، جنهن جو ذڪر 1991ع جي پاڻي واري معاهدي نضل اڪبر ڪميشن ۽ سنڌ پنجاب ڊرافٽ ايگريمنٽ 1945ع ۾ ٿيل آهي.

جيڪڏهن ان تي عمل ڪيو وڃي تہ ان جو منطقي نتيجو هيءُ نڪرندو تہ سنڌ کي جهلم ۽ چناب ندي ۾ اڳواٽ آيل پاڻي خريف جي پوک لاءِ ملي ويندو. منگلا ۾ اضافي طور جمع ڪيل پاڻي (10.5 ايم اي ايف) ۽ تربيلا (1.0 ايم اي ايف) جيڪو خاص ڪري خريف جي اڳواٽ پوک لاءِ رکيو ويندو آهي، تنهن کي سنڌ يا پنجاب ضرورت آهر استعمال ڪري سگهي ٿو.

پنجاب ۾ پاڻي جي زير زمين ذخيرن جن کي ڊئمن ۽ لنڪ ڪئنالن ذريعي پاڻي پهچايو ويندو آهي ۽ پمپ لڳائي 3 لک پنجاهہ هزار ٽيوب ويلن ذريعي پاڻي پنجاب صوبي کي ڏنو ويندو آهي، تن کي پاڻي جي موجوده سيني وسيلن ۾ شامل ڪيو وڃي ۽ پنجاب جا اهي آبادگار جيڪي ڪئنال جي پاڻي جو گهڻ حصو حاصل ڪن ٿا، تن جو پمپنگ تي خرچ آهر تدارڪ ڪيو وڃي.

پاڻيءَ جي وسيلن جي وڌ کان وڌ استعمال لاءِ واپڊا کي اهو ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي، جيڪو ان کي سونپيو ويو آهي، پر ان اداري پنهنجو ڪردار تيزي سان پنجاب جي مفادن وٽان استعمال ڪيو آهي.

## 2) ڪيري اوور ڊئم يا ڊئمن جي نشاندهي ڪرڻ:

”ڪيري اوور“ ڊئم ان ڊئم کي سڏيو ويندو آهي، جنهن ۾ پاڻي جي گهٽي مقدار وارن سالن ۾ پاڻي گڏ ڪري پاڻي جي اڻاٺ وارن سالن ۾ استعمال ڪيو وڃي.

پاڪستان ۾ رڳو هڪ ڪيري اوور ڊئم حب ڊئم آهي، جيڪا ڪراچي لڳ آهي، جتي ٻوڏ جي سالن ۾ پاڻي گڏ ڪيو ويندو آهي ۽ بعد ۾ اڻاٺ وارن سالن ۾ جاري ڪيو ويندو آهي. ٻنهي ڊئمن تربيلا ۽ منگلا ڊئم ۽ تجويز ڪيل ڪالاباغ ڊيم جو مقصد اونهاري ۾ پاڻي گڏ ڪري سياري ۾ ربيع جي پوک لاءِ جاري ڪرڻ آهي، جڏهن ڪٽڪ پوکي ويندي آهي.

انهيءَ ڳالهہ کي ذهن ۾ رکندي تہ پاڪستان ۾ هر پنجن سالن کانپوءِ وڏيون ٻوڏيون اچن ٿيون، اهڙي حالت ۾ سڀ کان بهترين راهہ مصر جي عصوان هاءِ ڊئم جيئان ڪيري اوور ڊئمون قائم ڪرڻ آهي. مصر جي عصوان ڊئم 120 ايم اي ايف گنجائش واري ڪيري اوور ڊئم آهي، جيڪا ڊنڊ ڪي ائن سالن ۾ پري ٿي ۽ پوءِ 9 سالن لاءِ لڳاتار نيل نديءَ کي پاڻي سپلاءِ ڪري ٿي.

وڏين ڊئمن جا سماجي، معاشي ۽ ماحولياتي نقصان تمام وڏا آهن، پاڪستان جي معاملي ۾ ان جي قيمت پڇڙي وارن خاص ڪري سنڌ کي ادا ڪرڻ پوندي. تنهن ڪري قبول جوڳو 3 کان 5 ايم اي ايف جي ۽ خواهش پٺاندڙ فارمولو ننڍي يا وڏي سائيز جي ٽن يا چئن ڊئمن جو قيام آهي. جن ڊئمن کي ٻوڏن دوران ڀريو وڃي ۽ پوءِ ڪيري اوور ڊئم طور استعمال ڪيو وڃي، انهن مان هائيڊل بجلي پيدا ڪرڻ وارو ڪم پڻ وٺي سگهجي ٿو. خوشقسمتي سان پاڪستان ۾ اهڙا ڪيترائي هنڌ موجود آهن.

باشا، داسو، بنجي، ٿاڪوٽ ۽ پٽڻ جيڪي سيئي سنڌونديءَ جي ڪناري وارا علائقا آهن، اتي 5 ايم اي ايف گنجائش واريون ننڍيون ڊئمون ٺاهي سگهجن ٿيون ۽ اهي سيئي هنڌ هائڊل بجلي پيدا ڪرڻ لاءِ پڻ مناسب آهن. (جن جو هيٺ تفصيل ڏنو ويندو).

انجنيئر فتح الله خان پنهنجي مضمون "ڪالباغ ڊيم: ٽين وڏي غلطي" ۾ لکي ٿو تہ: "اسڪردو جي هيٺين علائقن ڪتزارا ۽ باشا وچ ۾ 25 ايم اي ايف جي گنجائش واري ڊيم ٺاهڻ جو هنڌ موجود آهي ۽ پاڻي گڏ ڪرڻ لاءِ اها دنيا جي سڀ کان وڏي ڊئم هوندي".

پر ان هنڌ ڊئم ٺاهڻ سان اسڪردو وادي جي خوبصورتي تباهہ ٿي ويندي. تنهن ڪري ان جي سماجي ۽ معاشي قيمت پڻ قبول جوڳي ناهي ۽ اهڙي قسم جي تجويز ويچار لائق ئي ناهي.

سڀ کان بهتر سوچ باشا وٽ پاڻي سان گڏ هائڊل بجلي جي پڻ ضرورت پوري ڪندڙ ڊئم ٺاهڻ آهي، جنهن ۾ 5.7 ايم اي ايف جي

گنجائش هوندي ۽ مٿي بيان ڪيل هنڌن تي ٻيون ننڍيون ڊئمون پڻ ٺاهي سگهجن ٿيون، جيڪي پاڻي جي وڌندڙ ضرورتن جي پورائي لاءِ ڪافي آهن.

انڊس رور سسٽم جي ڪل 123 ايم اي ايف سان سنڌوندي ڪي 69 ايم اي ايف مليل آهن ۽ چار سئو ملين ٽن لٽ مان اڍائي سئو ملين ٽن آهي. اهڙي حالت ۾ سنڌو ندي تي هر ڊئم هيٺين علائقن وارين ڊئمن جي زندگين ۾ اٽڪل هڪ هزار سالن جو اضافو ڪندي 10 کان 15 ايم اي ايف جي گنجائش وارين ٻن يا ٽن ننڍين ڊيمن سان گڏ تربيلا واري پاڻي سان پاڻي جي هاٺوڪي مقدار ۾ ٻيڻ تي اضافو ڪنديون ۽ هائڊل بجليءَ جو مقدار پڻ تمام وڏي ويندو.تربيلا ڊيم پنهنجي وڏيل عمر سان سنڌوندي تي آخري ڊئم هئڻ گهرجي.

سنڌ جو دليل هيءَ آهي جيئن مٿي بيان ٿي چڪو ته ڊائون اسٽريم هئڻ جي ناتي تربيلا ڊئم کي خريف جي موسم ۾ خالي ڪيو وڃي ته جيئن ان کي اونهاري ۾ ٻيهر ڀري سگهجي. اهڙي طرح تربيلا جي اپ اسٽريم ڊئمن کي هر سال ڀرڻ جي ضرورت نه پوندي ۽ هڪ ڀيرو اٿاڻ واري سال ۾ ڀرجڻ کانپوءِ هڪ موسم کان وڌيڪ ڪيري اوور ڊئمن جو ڪم سرانجام ڏينديون. ان سان واپڊا کي پاڻي جي رٿا ۽ انتظام لاءِ وڌيڪ وقت ملي ويندو ۽ ڏوڪڙن جي به بچت ٿيندي. سوڪهڙو جي وقت ۾ جڏهن ذخيرن ۾ پاڻي نه بچيو هجي. اهڙي حالت ۾ اهي ڊئمون رور هائڊل پروجيڪٽس وارو ڪم ڏئي سگهن ٿيون ۽ ان سان ڪا اٿل پٿل نه ايندي. آبڪلاڻي جي وقت ۾ يا جڏهن جمع ڪيل پاڻي جو مقدار وڌيل هجي. ان پاڻي مان نون علائقن کي پوک لائق بڻائي سگهجي ٿو. خاص ڪري سرائڪي پٽي ۽ وارا علائقا. سنڌ خوشيءَ سان سرائڪي ڀائرن جي فائدي لاءِ پاڻي جي ان حق تان دستبردار ٿيندي.

ڪالاباغ ڊيم ۽ اپ اسٽريم ڊئمن وچ ۾ فرق هيءُ آهي ته ڪو ڪئنال ٺاهي نٿو سگهجي ۽ ڊئمن مان اتر لاءِ پاڻي گڏ نٿو ڪري سگهجي. سنڌ جي خيال موجب جڏهن پنجن سالن مان ڇئن سالن ۾ جوڳو پاڻي موجود نه هجي، اهڙي حالت ۾ هاٺوڪي مقدار مان پاڻي

ڪٽڻ يا چوري ڪرڻ سان سنڌ ڪي معاشي ۽ ماحولياتي طور وڏو هاڃو رسندو.

## 2) تربيلا مان لٽ ڪيڻ:

الف: پنجاب ۾ اها ڳڻتي وڌي رهي آهي ته تربيلا ۽ منگلا ۾ پاڻي جي گنجائش لٽ سبب تيزي سان گهٽجي رهي آهي ۽ خدشو آهي ته جلد ربيع جي فصلن (پوک نومبر-ڊسمبر) لاءِ جوڳو پاڻي نه رهندو. مارچ 1991ع جي ڪميٽي رپورٽ موجب 1974ع ۾ قائم تربيلا ۾ پاڻي جي گنجائش مان 1.3 ايم اي ايف گهٽجي وئي آهي هن وقت پاڻيءَ جي گنجائش8.4 ايم اي ايف آهي. جڏهن ته 1968ع ۾ قائم منگلا جي 5.34 ايم اي ايف گنجائش گهٽجي هن وقت 4.6 ايم اي ايف تي وئي آهي.

(ب) ربيع جي فصل لاءِ پاڻي جي جوڳي سپلاءِ کي يقيني بنائڻ جو هڪ طريقو هيءَ آهي ته تربيلا ۽ منگلا کي لٽ کان صاف ڪرايو وڃي.

چينين جن دنيا جون وڏيون ڊئمون ٺاهيون آهن. سي انهيءَ مسئلي تي غالب اچي ويا آهن. ساڳي طرح آمريڪين به هوور ڊئم جي زندگي هڪ سئو سال مان وڌائي هڪ هزار سال ڪري ڇڏي آهي. چيني انجنيئرن جي هڪ ٽيم نيس-پاڪ سان گڏجي اپريل سيپٽمبر 1991ع ۾ تربيلا ڊئم جو سروي ڪيو ۽ ان ڏس ۾ تجويزون پڻ ڏنيون هيون. حقيقت ۾ چينين پنهنجي پاڻي جي ذخيرن جي تري جو لٽ صاف ڪري انهن جي حياتي کي وڌايو آهي. تربيلا ڊئم جي صفائي لاءِ به اهو فارمولو لاڳو ڪري ڊئم جي پاڻي گڏ ڪرڻ واري گنجائش کي نقصان کان بچائي سگهجي ٿو ۽ ڪالاباغ ڊيم غيرضروري بڻجي ويندي. ڪالاباغ ڊيم جي اڏاوت تي جيڪو خرچ اچي رهيو آهي، ان جي ڀيٽ ۾ لٽ جي صفائي وارو ته خرچ ئي ناهي.

## 3) منگلا کي وڌائڻ:

ايس ايس ڪرماني جيڪو هن وقت ورلڊ بئنڪ جو صلاحڪار آهي، تنهن 1967ع ۾ تربيلا ڊيم جي افتتاحي تقريب کي خطاب ڪندي چيو هو: ”جڏهن مستقبل ۾ تربيلا کي 40 فوٽ وڌايو ويو ته ان سان 3.7 ايم اي ايف اضافي گنجائش مهيا ٿيندي. روهتاس وٽ 8 ايم اي ايف جي گنجائش مستقبل ۾ منگلا کي لٽ ذريعي پهتل نقصان جي پورائي لاءِ ڪافي هوندي اهي ڪوششون منگلا جي پاڻي جي جمع ڪرڻ واري گنجائش کي صدين تائين يقيني بڻائينديون.“

حقيقت ۾ جڏهن منگلا ڊيم ٺهي رهي هئي تڏهن ذخيري جي لٽ وارو خدشو محسوس ڪيو ويو هو. تنهن ڪري مستقبل ۾ ۴۰ فٽ پتيون وڌائڻ واري تجويز ڏني وئي هئي. ان سان پاڻي جمع ڪرڻ واري گنجائش 50 سيڪڙو وڌي ويندي ۽ ان تي خرچ 0.5 بلين ڊالرز ايندو. جڏهن ته ڪالاباغ ڊيم تي 10.8 بلين ڊالرز خرچ اچي رهيو آهي.

## 4). نيشنل ڊرينيج پروگرام:

جڏهن خوراڪ جي پيداوار کي وڌائڻ لاءِ اضافي ايڪڙن کي پوک هيٺ آڻڻ لاءِ ڪوشش ورتي وڃي تڏهن اها بيوقوفي چئبي جو هاڻوڪي زمين کي غيرآباد ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ رٿابندي نه ڪئي وڃي. هر سال پاڪستان ۾ هڪ لک ايڪڙ زمين سم ۽ ڪلر سبب غيرآباد ٿي وڃي ٿي رڳو سنڌ ۾ هن وقت تائين 2 لک 20 هزار ايڪڙ زمين بنجر بڻجي ويئي آهي ۽ ڪلر ۽ سم سبب 2.8 ملين ايڪڙ پيداوار ٿيڻ ڇڏي ڏني آهي.

سم ۽ ڪلر وارو مسئلو پنجاب ۽ سرحد کان وڌيڪ سنڌ ۾ آهي (سنڌ جي 80 سيڪڙو زمين متاثر آهي جڏهن ته پنجاب جي 38 سيڪڙو ۽ سرحد جي 30 سيڪڙو آهي) چاڪاڻ ته سنڌ ۾ هر ميل تي 6 انچن جون ليون آهن. تنهن ڪري اهو نهايت ضروري آهي ته سنڌ جي 12 ملين ايڪڙ زمين کان علاوه ڏاکڻي پنجاب جي 5 ملين ايڪڙن واري زمين لاءِ ڊرينيج نيٽ ورڪ (پاڻي جي نيڪال وارو نظام) فراهم ڪيو

وڃي ته جيئن ڪئنال اريگيشن سسٽم جي نقصانن جو تدارڪ ڪري سگهجي. مردان ڪان ڪوٽڙي تائين 46 اسڪارپ (سيلنٽي ڪنٽرول اينڊ ريڪليميشن پروجيڪٽس) اينڊ جن تي اربين رپيا خرچ اچي ٿو سي ان مونجهاري جي تصديق ڪن ٿا جيڪو اريگيشن نيٽ ورڪ جو پيدا ڪيل آهي، جنهن سسٽم ۾ موجود خطرن ڪي نااهلي سبب نظر انداز ڪيو ويو.

حڪومت پاڪستان خاص ڪري سنڌ حڪومت کي گهرجي ته 24 ارب رپين واري رٿا ليفٽ بئنڪ آئوٽ فال ڊرين جو نئين سر ماڊل تيار ڪيو وڃي ۽ مورين کي وسيع ڪندي خيرپور ضلعو، بدين ضلع ۽ حيدرآباد ضلعي جي ڪجهه علائقن کي ڊرينيج اسيڪم ۾ شامل ڪيو وڃي. آر بي او ڊي تي ڪم پڻ ترت شروع ڪيو وڃي ته جيئن جيڪب آباد، لاڙڪاڻو ۽ دادو ضلعن کي پاڻي جي نيڪال لاءِ موريون فراهم ٿي سگهن. ٺٽي ضلعي لاءِ هڪ ڌار رٿا شروع ڪرڻ جي ضرورت آهي. ڏاکڻي پنجاب لاءِ به اهڙي قسم جون ڪوششون وٺي سگهجن ٿيون، جنهن کي ساڳيو سنڌ وارو مسئلو درپيش آهي.

5). - هر سال ڪوٽڙي جي لهواري پاسي (ڊائون اسٽريم) لاءِ 10 ايم اي ايف پاڻي جاري ڪيو وڃي:

جتاءُ دار ترقي جي تقاضا آهي ته انڊس رور رجيم کي داداگيري جو شڪار نه بنايو وڃي جيئن ڪيترن سالن کان ٿي رهيو آهي. سنڌوءَ جي ڇوڙ واري ڪشادي پاڳي مان معاشي (۽ پوءِ سماجي) فائدا حاصل ڪرڻ جي وڏي گنجائش موجود آهي خاص ڪري تمر وڻ جي ٻيلي جي گنجائش آهي، ڪنهن به قيمت تي ان معاشي ۽ ماحولياتي دولت کي وڃائڻ نه گهرجي. سنڌ جي ٻيلي کاتي جو چوڻ آهي ته تمر جي هڪ سئو ايڪڙ علائقي کي سڄو سال صحتمند حالت ۾ رکڻ لاءِ اٽڪل هڪ ڪيوسڪ تازي پاڻي جي ضرورت آهي. ورلڊ ڪنزرويشن يونين (آءِ يو سي اين) ان جي وضاحت هيئن ڪئي ته خريف جي پڇاڙي واري ٻن مهينن ۾ 27 ايم اي ايف پاڻي نپوڙجي ويو. (اها ڳالهه 1991ع ۾ انڊس ڊيلٽا ايڪو سسٽم تي امڪاني اثرن بابت رپورٽ ۾ چئي وئي هئي) سنڌ جي ڏاکڻي ضلعن ٺٽي، بدين ۽ ڪراچي

جي 30 لک کان ٻہ وڌيڪ ماڻهن جو دارومدار انڊس ڊيلٽا جي معاشي فائدن تي آهي. اچان ٻہ وڌيڪ اهم تہ ٻين اربن جي تعداد وارن جاندارن جن ۾ بيشمار جيتن پکين، وحشي جيوت، مڇين ۽ ٻوٽن جي زندگين جو دارومدار ٿمرن ۽ سنڌوءَ جي سير وارن علائقن تي آهي. انهن جاندارن جي زندگين کي مادي فائدن جي سهولت سان ماپي نٿو سگهجي.

## 6). قومي توانائي پاليسي نئين سر جوڙڻ جي ضرورت:

جديد معاشي ترقي ۽ پروگريسو پاليسي جو دارومدار سڌيءَ طرح في کس بجلي کپت تي آهي. پاڪستان ۾ بجلي جي کپت جو تعداد تمام گهٽ آهي. رڳو 265 کي ڊبليو ايڇ في شخص في سال آهي. جڏهن تہ پاڙيسري ملڪ ايران ۾ 700 کي ڊبليو ايڇ ۽ صنعتي ملڪ آمريڪا ۾ 11000 کي ڊبليو ايڇ آهي. بجلي جي پيداوار ۽ کپت لاءِ هڪ رڪاوٽ پيداوار جي قيمت آهي، هن وقت پاڪستان جي 12000 ميگاواٽ بجلي مان 50 سيڪڙو بجلي مهانگي درآمدي ٻارڻ واري تيل ذريعي پيدا ڪئي وڃي ٿي. جڏهن تہ 41 سيڪڙو بجلي هائيڊل جي ستن وسلين ذريعي پيدا ڪئي وڃي ٿي. ساڳي وقت پاڪستان وٽ اٽڪل 30 هزار ميگاواٽ هائيڊل بجلي پيدا ڪرڻ جي گنجائش موجود آهي ۽ ٻاهران گهرايل مهانگي ٻارڻ واري تيل جي جاءِ تي ڏيهي ڪوئلي کي ٿرمل بجلي جي پيداوار لاءِ استعمال ڪري سگهجي ٿو. اچا ٻہ وڌيڪ بهتر وسيلا هوا ۽ شمسي توانائي وارا آهن.

پاڪستان جي توانائي واري پاليسي جو مرڪز بجلي پيدا ڪرڻ وارا سستا وسيلا هئڻ گهرجي جيئن مٿي ذڪر ٿي چڪو آهي تہ 30000 ميگاواٽ پيدا ڪرڻ جي صلاحيت موجود آهي.1984ع ۾ مانٽريل انجنيئرنگ ڪمپني لميٽيڊ سنڌوندي تي هائيڊل بجلي وارن هنڌن بابت اسٽڊي ڪئي هئي. ڪئناڊين انٽرنيشنل ڊولپمينٽ ايجنسي جي امداد سان ٿيل تحقيق ۾ پنجن هنڌن جي نشاندهي ڪئي وئي آهي انهن جي بجلي پيدا ڪرڻ واري گنجائش ۽ في يونٽ قيمت هيٺين ريت آهي:

انهن سيني هنڌن جو اضافي فائدو ڪيري اوور ڊئمون ٻہ آهن

جن جي صلاحيت 5 ايم اي ايف آهي. 145 ميگاواٽ غازي بروٿا ۽ 184 ميگاواٽ چشما رٽائن جي تڪميل ۽ آغاز سان 2002 تائين ڪل گنجائش 6459 ميگاواٽ ٿي ويندي.

باشا ڊئم واري رٿا تي ڪم جو آغاز ٿيڻ گهرجي ۽ شروعاتي سول ورڪ شروع ڪيو وڃي. ان ڏس ۾ چئن سالن جي ضرورت آهي. باشا ڊئم اها ڊئم آهي جنهن تي ڪنهن به صوبي جو ڪو اعتراض ناهي. ساڳي وقت مٿي بيان ڪيل پنج ڊئمن تي پڻ شروعاتي ڪم جو آغاز ڪرڻ گهرجي جنهن لاءِ شروعات داسو کان ڪئي وڃي.

2). پاڪستان جهڙي ملڪن لاءِ جيڪي بجلي جي پيداوار لاءِ مهانگو ٻارڻ وارو تيل گهرائن ٿا اهي ٿرمل توانائي جي پنهنجي وسيلن کي ڪتب آڻي بجلي جي پيداوار جي قيمت گهٽائي سگهن ٿا.

ٺٽي ضلعي جي جهمپير، دادو جي لاکڙا ۽ ٿر ۾ 200 ملين ٽن کان به وڏيڪ ڪوئلو آهي جنهن کي بجلي جي پيداوار لاءِ استعمال ڪري سگهجي ٿو. سنڌ جي ڪوئلي ورا وسيلا تصديق ٿيل تيل ۽ گئس جي ڪل ذخيرن کان به وڏيڪ آهن. ۾ گهٽ گريڊ وارو ڪوئلو بجلي جي پيداوار لاءِ مناسب ناهي ڇاڪاڻ ته ان جا ماحولياتي اثر پوندا. پر هاڻي جديد ٽيڪنالاجي جي ذريعي ڪوئلي مان هاجيڪار سلفر ڪڍي سگهجي ٿو ۽ ان سلفر جي ڪيترن ئي صفتن لاءِ وڏي افاديت آهي. ٻارڻ واري تيل ذريعي بجلي جي پيداوار جي ٻري قيمت کي نظر ۾ رکندي ڪوئلي کي متبادل بنائڻ لاءِ سنجيده اسٽڊيز کي تيز ڪيو وڃي.

اها افسوس جي ڳالهه آهي ته محدود سوچ رکندڙ توانائي پاليسي وارن نه رڳو ان موجود وسيلي کي ڪتب نه آندو آهي بلڪ سيپا جي گورڊن وو سان 5300 ميگاواٽ بجلي پيدا ڪرڻ وارو ٺاهه پڻ ختم ڪري ڇڏيو. گورڊن وو ٿر جي ڪوئلي ۾ گهري دلچسپي ورتي هئي ۽ سنڌ ۾ ٽيون ساموندي بندر ۽ ڪيٽي بندر کي پنهنجي خرچ تي جديد شهر بنائڻ پئي گهريو. مسٽر وو ٿر کان ڪيٽي بندر ۽ ڪراچي تائين ريلوي لائن پڻ جوڙڻ چاهي پئي جنهن سان ٽرانسپورٽ جي سهولت

ميسر ٿئي ها. سيپا طرفان بجلي جو اگهه في ڪي ڊبليو ايڇ سينٽ 5.57 يو ايس هو، جڏهن ته ٻن بجلي وارن ڪمپنين ۽ حڪومت پاڪستان وچ ۾ ٿيل معاهدن واري بجلي جو اگهه 6.5 يو ايس سينٽ في ڪي ڊبليو ايڇ آهي. ڪيٽي بندر بجلي رٿا ڪي رد ڪرڻ واري فيصلي ڪي سنڌين تڪراري ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ لاءِ پنجاب ۽ وفاقي حڪومت طرفان هڪ ڪوشش طور ڏٺو.

3). عربي سمنڊ پرسان ڏاکڻي سنڌ جي ضلعن ڪراچي، ٺٽو، حيدرآباد ۽ بدين ۾ هوا جي رفتار لڳاتار 5 ناٽس يا اچا وڌيڪ آهي. توانائي جي ان مستقل ۽ آزاد وسيلي مان بجلي پيدا ڪري سگهجي ٿي. جيئن ٻيا ملڪ مثال طور نيڌرلينڊ ان وسيلي مان فائدو وٺي رهيا آهن. هر "ونڊمل" ۾ هڪ ڪي ڊبليو بجلي ۽ هڪ ڪيوسڪ واٽر پمپ پيدا ڪرڻ جي صلاحيت آهي، ان ڏس ۾ تحقيق جي ضرورت آهي.

4). پاڪستان ۾ اترين علائقن کانسواءِ سڄي ملڪ ۾ لڳاتار گرم ۽ خشڪ آبهوا رهي ٿي. سج جي شعائن کي فوٽو-وولٽيڪ سيل ذريعي بجلي جي پيداوار لاءِ ڪتب آڻي سگهجي ٿو. جيٽوٽيڪ بجلي حاصل ڪرڻ وارو اهو وسيلو مهانگو آهي، اٽڪل في ڪي ڊبليو هڪ آمريڪي ڊالر آهي. سائنس جي ترقي پي وي سيل جي تياري کي سستو بڻائڻ لاءِ ڪوششون ڪري رهي آهي ۽ جلد اهو وقت ايندو جڏهن سج جي بجلي وارو وسيلو به توانائي جو سستو ذريعو بڻجي ويندو.

پاڪستان جي توانائي واري پاليسي ۾ بجلي پيدا ڪرڻ وارن وسيلن بابت ڄاڻ ۽ مهارت حاصل ڪرڻ کي وڏي اهميت ملڻ گهرجي ته جيئن نه ختم ٿيندڙ جديد وسيلن مثال طور هوا ۽ شمسي توانائي مان فائدو وٺي سگهجي. جيئن ته رسرچ ۽ ڊولپمينٽ هڪ مهانگو معاملو آهي تنهن ڪري ان ڏس ۾ پاڪستان کي ٻين ملڪن سان گڏجي ڪوششون وٺڻ گهرجن ان ميدان ۾ غلام اسحاق خان انسٽيٽيوٽ آف سائنس اينڊ ٽيڪنالوجي کي پوسٽ ڊگري ڪورس شروع ڪرائڻ لاءِ آماده ڪري سگهجي ٿو.

5). ٽين دنيا جي سيني ملڪن لاءِ نيوڪليئر پاور پلانٽس کي اڻ گھربل تصور ڪيو وڃي ٿو ڇاڪاڻ تہ نيوڪليئر پاور کي منهن ڏيڻ لاءِ وڏين حفاظتي معيارن جي ضرورت پوي ٿي ۽ هڪ سبب اهو بہ آهي تہ نيوڪليئر پاور پلانٽس مان ايٽم بم ٺاهي سگھجي ٿو. جڏهن تہ ترقي يافتہ ملڪن ۾ نيوڪليئر پاور توانائي جو مکيہ وسيلو آهي، ڇاڪاڻ تہ اهو ٿرمل بجلي کان وڌيڪ سستو آهي. انٽرنيشنل ايٽامڪ انرجي ايجنسي جي پهرين آڪٽوبر 1989ع تي جاري ڪيل رپورٽ موجب دنيا ۾ 433 نيوڪليئر پاور اسٽيشن ڪم ڪري رهيون آهن ۽ وڌيڪ 98 تعمير هيٺ آهن. انهن منجهان 110 نيوڪليئر پاور اسٽيشن آمريڪا ۾، فرانس ۽ سابق سوويت يونين ۾ 55،55 ۽ برطانيا ۽ جپان ۾ 40،40 نيوڪليئر پاور اسٽيشن آهن. جپان 2030 تائين وڌيڪ هڪ سئو نيوڪليئر پاور اسٽيشن ٺاهڻ گھري ٿو جنهن سان ان جي توانائي جي پيداوار 137000 ميگاواٽ وڌي ويندي.

پاڪستان جو 137 ميگاواٽ وارو ڪانپ (ڪي اي اين يو پي پي) نيوڪليئر پاور پلانٽ اڪيل هڪ سيڪڙو بجلي پيدا ڪري ٿو. هڪ ننڍو ۵ ميگا واٽ وارو پلانٽ کهوٽا ۾ ڪم ڪري رهيو آهي ۽ چين جي مدد سان 3000 ميگاواٽ نيوڪليئر پاور پلانٽ جو چشما وٽ قائم ڪرڻ جو منصوبو آهي. جيئن تہ هاڻي اسان جي ملڪ نيوڪليئر ٽيڪنالاجي ۾ ترقي ماڻي آهي، تنهن ڪري نيوڪليئر ري ايڪٽرس جي قيام ۽ آپريٽنگ تي سنجيدگي سان سوچڻ گھرجي.



مولانا محمد مراد هاليجوي

# سنڌونديءَ جُي پاڻيءَ تي شرعي، قانوني ۽ تاريخي اعتبار سان رڳو سنڌ وارن جو حق آهي.

الحمدلله الذي انزل من السماء ماء فاحيا بہ الارض، الصلواة والسلام عليٰ رسوله الذي بين له اصولا وشرائع والغاية والفرض. و علي آله و اصحابه الذين اجروالاحكام المتعلقة بہ اعني السنة والواجب والفرض: اما بعد:

اسلامي شريعت ۾ انساني معاشري جي سيني ضرورتن کي واضح ۽ چٽي انداز ۾ مرتب ڪيو ويو آهي ۽ هر دور جي تقاضائن کي پوري ڪرڻ لاءِ رهنما، اصول بيان ڪيا ويا آهن. انساني ضرورتن ۾ ”هوا“ ڪانپوءِ پاڻيءَ جو درجو آهي. ان ڪري ٻنهي کي الله تعاليٰ عام ڪيو آهي. هوا جي ضرورت انسان کي سڀ کان وڌيڪ هئي ان ڪري ان کي انساني ڪنٽرول کان بلڪل آزاد ٿاهيو ويو، تہ جيئن ڪوبہ جابر ۽ ظالم هوا تي ڪنٽرول ڪري پنهنجي پسند ۽ گهرج تي تقسيم ڪرڻ يا بند ڪرڻ جي پوزيشن ۾ ئي نہ هجي، بلڪ امير غريب موافق، مخالف هوا مان فائدو وٺن.

انساني ضرورتن ۾ ٻيو نمبر پاڻي جو آهي جنهن کانسواءِ ڪوبہ انسان بلڪ ڪوبہ ساهدار زنده نہ ٿو رهي سگهي، ان ڪري ان جو ڪجهہ حصو انساني ڪنٽرول کان بلڪل ٻاهر رکيائين جيئن سمنڊ ۽ مينهن جو پاڻي. پر ڪجهہ حصو انسان جي هٿ ۾ ڏنائين جيئن درياهن

واهن، کوهن ۽ دلن جو پاڻي ۽ انساني ضرورت تحت هڪ حصي جو ڪنٽرول ڏنو ويو. ۽ انسانن کي انساني معاشري کي زنده ۽ سڪي ستابي رکڻ لاءِ ان جي ضرورت به هئي ان ڪري شريعت اسلامي ۾ پاڻي جي ان حصي لاءِ واضح ۽ چٽا اصول مرتب ڪيا ويا آهن. ان اصول جي روشني ۾ سڀ کان پهريون پيئڻ جي پاڻي جو حق آهي ۽ ٻئي نمبر تي پاڪائي لاءِ استعمال ڪيو ويندو. ان کانپوءِ جيڪو بچي ان کي آبپاشي ۾ استعمال ڪيو ويندو.

پاڻي جا شريعت ۾ پنج قسم بيان ٿيل آهن ۽ هر هڪ جي حقدار جي تعين به ٿيل آهي ۽ مروجه قانون ۾ به ان مان ڪافي استفادو ڪيو ويو آهي. مان به پنهنجي محدود معلومات مطابق ان جي نشاندهي ڪرڻ گهران ٿو.

ملڪ العلماءِ علامه ڪاساني پنهنجي مايه ناز ڪتاب "بدائع صنائع" ۾ علامه ابن عابدين شامين پنهنجي جڳ مشهور ڪتاب "رد المختار" ۾ ۽ ٻين مشهور ۽ معروف فقيهن، پاڻيءَ جا في الجمله پنج قسم بيان ڪيا آهن ۽ هر قسم جي حقدار جو پورو تفصيل بيان ڪيو اٿن.

**پهريون قسم:** ماءِ البحار يعني سمنڊ جو پاڻي جنهن مان هر انسان هر قسم جو فائدو وٺي سگهي ٿو ۽ ڪنهن کي به روڪڻ جو حق نه آهي.

**ٻيو قسم:** ماءِ الانهار العظام، ڪالد جله والفرات، والجيحون، والسيحون(سنڌوندي) يعني وڏين نهرن جو پاڻي جيئن دجلو، فرات، جيحون، سيحون، ان مان به هر قسم جو فائدو حاصل ڪري سگهجي ٿو. بشرطيڪ هيٺيان وارن کي ڪوئي نقصان نه پهچي مثال طور پاڻي جو گهٽجڻ يا وهڪري ۾ جوش نه رهڻ يا پاڻي جو دير سان پهچڻ، يا بندن جو پائڻ، يا ٻيڙين ۽ ڇڪين وغيره جو بند ٿيڻ.

هيٺيان وارن کي ڪنهن به قسم جي نقصان جو انديشو هجي ته انهن جي مرضي کانسواءِ مٿين جو نهر ۾ ڪو به تصرف مثلاً واهه ڪڍڻ، يا بند ٻڌڻ يا ڇڪي رکڻ وغيره جائز نه ٿيندو.

**ٽيون قسم:** ماءِ النهار الخاصة يعني نهر خاص جو پاڻي جيڪو ڪنهن ڳوٺ يا علائقي جي ماڻهن جي لاءِ مخصوص هجي ان ۾ ڪنهن ٻئي ماڻهو کي ڪنهن بہ قسم جو تصرف(ڇيڙڇاڙ) جي اجازت نہ آهي، نهر وارن کي نقصان رسي تہ رسي ڪوبہ ٻيو ماڻهو بغير رضامندي نهر وارن جي تصرف ڪرڻ جو مجاز نہ آهي ۽ رضامندي معلوم ڪرڻ لاءِ بہ سيني مستحقن کان جدا، جدا راءِ ورتي ويندي ۽ جيڪڏهن هڪ بہ غير حاضر هوندو يا نابالغ هوندو(جنهن کان راءِ معلوم نہ ٿي سگهي) تہ باقي ماڻهن جي مرضي جي باوجود نهر ۾ ڪنهن بہ قسم جي نقصان ڏيندڙ تصرف جي اجازت نہ هوندي. البتہ ماڻهو جانور ان واهہ مان اڃ لاهي سگهندا پر ان ۾ هيٺيان وارن کي نقصان نہ ٿي.

**چوٿون قسم:** ماءِ الحياض والعيون، والابار يعني حوض چشمن ۽ کوهن جو پاڻي. اهڙي پاڻي مان آبپاشي جو حق ڇڙو انهن کي هوندو جنهن جي هٿ يا تصرف ۾ هونديون. باقي ان مان انسانن ۽ جانورن کي پاڻي پيارڻ جو حق ٻين کي بہ هوندو پر شرط هي آهي تہ ان کوهہ چشمي يا حوض جي چوڌاري واري زمين کي نقصان نہ رسي ۽ جيڪڏهن نقصان پهچڻ جو انديشو هجي تہ مالڪ پيئڻ کان روڪي سگهي ٿو. جيڪڏهن پيئڻ وارن کي پيئڻ لاءِ متبادل ذريعو نہ هجي تہ پاڻي واري کي چيو ويندو تہ اندر بيهي پاڻي پرڻ جي اجازت ڏي يا پاڻي جي مشڪ پاڻ ڀري ڏي.

**پنجون قسم:** ماءِ الاوعية يعني ٿانون جو پاڻي، جيئن دلي، مٽ، لوٽي يا ڪُلي جو پاڻي اهو پاڻي ٿانو واري جي ملڪيت آهي جيڪڏهن هو خوشي سان پاڻ مفت ڏي، يا قيمتن ڏي تہ جائز آهي، نہ تہ زوري نہ ٿو وٺي سگهجي. جيڪڏهن اضطرار جي صورتحال پيدا ٿي وڃي جو ماڻهو ۽ جانور اڃ جي ڪري مرڻ تي هجن تہ پوءِ بہ بنا هٿيار جي وڙهي ڪري وٺڻ جائز آهي پر هٿيار کڻڻ جي اجازت وري بہ نہ آهي. خلاصو هي آهي تہ سمنڊ جو پاڻي ۽ دلي جو پاڻي هڪ ٻئي جي مد مقابل آهن يعني سمنڊ مان هر قسم جو استفادو ڪرڻ هر هڪ کي

جائز آهي ڪنهن کي منع ڪرڻ جو حق نہ آهي. ان جي بلڪل ابتڙ ٿانو جو پاڻي، جو ٿانو وارو مالڪ آهي مفت ۾ يا قيمتن مالڪ جي اجازت کانسواءِ ڪنهن کي بہ استفادو ڪرڻ جائز نہ آهي. ۽ نهر عام مان آبپاشي، ۽ ٻيا مفادات حاصل ڪرڻ جائز آهن. ڪنهن کان اجازت وٺڻ جي ضرورت نہ آهي بشرطيڪ هيٺيان وارن کي ڪنهن قسم جو نقصان نہ پهچي ۽ جيڪڏهن هيٺيان وارن کي ڪنهن بہ قسم جي نقصان جو انديشو هجي تہ مٿان وارن کي جهلي سگهن ٿا ۽ مٿان وارن کي سندن اطاعت ڪرڻ واجب آهي ۽ خلاف ورزي ناجائز آهي. خاص شهر جي پاڻي مان انسانن ۽ جانورن کي پيئارڻ جي اجازت آهي ۽ هڪ روايت مطابق تہ گهر جي باغيچي کي بہ (جيڪو گهر جي چارديواري ۾ هجي) ان کي دلن ۽ ٻين ٿانون سان ڀري ڪري پيئارڻ جائز آهي.

ٻئي قول موجب دلن ۾ ڀري ڪري بہ جانورن ۽ انسان جي پيئڻ کانسواءِ ٻي ڪنهن ۾ بہ استعمال ڪرڻ جائز نہ آهي ۽ زمين آباد ڪرڻ ۽ ربح ڪرڻ مطلقاً ممنوع آهي. توڙي جو نهر وارن کي نقصان پهچي يا نہ پهچي، جيڪڏهن نهر وارا صراحت سان اجازت ڏين تہ ٻيو بہ آبپاشي ڪري سگهي ٿو پر هر هڪ کان جدا جدا رضامندي معلوم ڪئي ويندي. جيڪڏهن هڪ بہ غائب يا صغير هوندو تہ نهر خاص مان ڪنهن بہ غير متعلق ماڻهو کي آبپاشي لاءِ پاڻي استعمال ڪرڻ ناجائز ۽ حرام آهي. درياءِ سنڌ تي شرعي، قانوني ۽ تاريخي اعتبار سان ڇيڙو سنڌ وارن جو حق آهي.

**تاريخي:** هن درياءَ کي قديم زماني کان عربي ۽ عجمي تاريخن ۾ نهر لسنڌ چيو ويجي ٿو، ان نالي رکڻ جو وجهہ ڦٽڻ جي لحاظ سان نہ آهي ڇو تہ درياءِ سنڌ تبت جي علائقي ڪيلاش، مان ڦٽي ٿو ان ڪري تہ نالو درياءِ تبت يا ڪيلاش يا پربت هجي ها! ۽ جيڪڏهن وهڪري جي ڪري نالو رکيو وڃي ها تہ درياءَ تہ ٻہ هزار ميل ڊگهي پنڌ مان ڇڙا چار سئو ميل سنڌ ۾ طئہ ڪندو آهي ان کان وڌيڪ تہ پنجاب ۽ شمالي علائقن مان وهندو اچي سنڌ ۾ پهچي ٿو. اهو نالو صرف ۽ صرف ان ڪري آهي، تہ انساني هٿ ڇراند کان پهريون ڇڙو سنڌ جي

ميداني علائقن کي پيارينڊو هيو ۽ منڍ کان ئي سنڌ جي معيشت جو مدار ان درياءَ سنڌ تي ئي رهيو آهي.

شرعي اعتبار سان ٻه هڪ ته "القديم يترڪ علي قدمه" جي فقهي اصول هيٺ صرف سنڌ جو حق ثابت ٿئي ٿو، جيئن جو تاريخي حيثيت واري باب ۾ وضاحت ڪئي سون. ٻيو ته حنفي فقه جي مسلمه اصول "لا ضرولا ضرار" جي روشني ۾ به درياءِ سنڌ سان ڪنهن به قسم جي هٿ چراند ڪرڻ شرعاً جائز نه آهي، ان اصول جو مطلب هي آهي ته ڪنهن کي به بنا سبب جي منڍ ۾ نقصان نه پهچايو ويندو ۽ نه وري ڪنهن جي ظلم ۽ زيادتي تي مڇرجي ڪري ڪنهن کي نقصان ڏيڻ جي اجازت هوندي جنهن عمل سان سنڌ وارن کي نقصان پهچندو هجي اهو عمل درياءَ سنڌ تي ڪرڻ ڪنهن کي به جائز نه آهي، فقهاءِ ڪرام جي وضاحت مطابق ته اهو اصول پاڻي تي به لاڳو آهي.

## رائج قانون مطابق:

ٻه درياءَ سنڌ صرف سنڌ لاءِ خاص آهي، انگريز جي ڏهڪاءَ واري دور ۾ پنجاب حڪومت سينٽرل گورنمينٽ کان اجازت گهر هئي ته اسان کي ڪالاباغ وٽان بيراج ٺاهڻ جي اجازت ڏني وڃي. پر مرڪزي سرڪار پنجاب جي درخواست ٽي ڀيرا رد ڪئي 1925،1919،1871 چوٿين ڀيري 1941ع ۾ بي اين راءِ ڪميشن جوڙي وئي وڏي ڏي وٺ کان پوءِ ڪالاباغ وٽان ٿل ڪئنال ۾ 8 کان 10 هزار ڪيوسڪ پاڻي ڇڪڻ جي اجازت ڏني. پر اها به هن شرط سان پنجاب حڪومت ان پاڻي جو معاوضو ڏيندي ۽ پاڻي ان مهل وهائبو جڏهن هوندو ۽ سنڌ موڪل ڏيندي. ان سڄي ماجرا مان معلوم ٿيو ته درياءَ سنڌ تي پنجاب صرف سنڌ جو حق تسليم ڪندي انگريز سرڪار کان موڪل گهري ۽ انگريز سرڪار سنڌ جو حق تسليم ڪندي، سنڌ جي ضرورتن تحت 3 ڀيرا درخواست مسترد ڪئي ۽ چوٿين ڀيري به اجازت هن شرط تي ڏني ته پنجاب قيمت ادا ڪري ۽ سنڌ جي رضامندي وٺي پوءِ استعمال ڪري ۽ پنجاب ٻئي شرط مڃي ڪري سنڌ جو حق ثابت ڪري چڪو آهي. ان

مان پلي پت معلوم ٿيو تہ دريا سنڌ کي سنڌ لاءِ نهر خاص تسليم ڪيو ويو جنهن مان ڪوبہ بيو شرعي لحاظ سان نهر وارن جي رضا ڪانسواءِ پاڻي نہ ٿو وٺي سگهي نهر وارن کي نقصان جو انديشو هجي يا نہ هجي.

## شرعي لحاظ سان سنڌو درياءَ نهر خاص آهي.

فقهاءِ ڪرام جي عبارتن مان نهر عام ۽ نهر خاص جون ٻہ تعريفون لڀن ٿيون.

(١): نهر عام اها آهي جنهن جو پاڻي تقسيم نہ ڪيو ويو هجي "مالم يدخل تحت المقاسم" ان تعريف مطابق بہ درياءَ سنڌ نهر خاص آهي ڇو تہ هن جو پاڻي بيراجن ۽ واهن جي ذريعي تقسيم ٿيل آهي. ان تعريف مطابق ڇڙو درياءَ سنڌ نہ پاڪستان جو ڪوبہ درياءُ نهر عام نہ آهي حتيٰ ڪہ سمنڊ جو پاڻي بہ مڇي مارڻ ۽ جهاز راني جي لاءِ تقسيم ٿيل آهي.

(٢) ٻئي تعريف نهر عام جي هيءَ آهي جو پنهنجي قوت ۽ غلبہ جي لحاظ سان ٻين جو ڪنٽرول ختم ڪري (اذ قهر الماءِ يدفع قهر غيره) ان تعريف جي اعتبار سان بہ درياءِ سنڌ تي ڪنٽرول ڪيو ويندو آهي هدايہ ڪتاب الزڪواة ۾ امام ابي يوسف جو مذهب نقل ڪيو ويو آهي، تہ جيحون، سيحون، نيل، فرات وغيره خراجي آهن ڇو تہ ان تي ٻيڙين جي پل ٺاهي ڪري ڪنٽرول ڪيو ويو آهي.

ڪنهن بہ نهر تي خاص هجي يا عام هيٺيان وارن جي مرضي ڪانسواءِ ڊيم ٺاهڻ (جنهن کي عربي ۾ "سڪر" چوند آهن) بلڪل ناجائز آهي جيڪڏهن اها نهر ڪنهن قوم لاءِ خاص آهي تہ هيٺيان وارن کي نقصان جو انديشو هجي يا نہ هجي ڊيم ٺاهڻ ناجائز آهي ۽ جيڪڏهن نهر عام آهي تہ بہ جيڪڏهن هيٺيان وارن کي ڪنهن بہ قسم جي نقصان پهچڻ جو انديشو هجي تہ ڊيم ٺاهڻ ناجائز آهي. فقهاءِ ڪرام پاڻي جي نقصان ۾ پاڻي جو ٿورو ٿيڻ ۽ وهڪري جو سست ٿيڻ يا بند جو پائڻ، پاڻي جو پڪڙجي وڃڻ ۽ پاڻي جو دير سان پهچڻ ٻيڙي

جو نہ ترڻ يا چڪي جو بند ٿي وڃڻ ڪي بہ شمار ڪيو آهي. جيڪڏهن چڪي هلائڻ جي ڪري پاڻي مٿي جمع ڪري هيٺ ڪيرائڻ ڪري دير سان پهچي تہ فقهاءَ ان ڪي بہ نقصان ۾ شمار ڪيو آهي ۽ اها صورت بجليءَ ٺاهڻ لاءِ ڊيم ٺاهڻ جي صورت سان پوري مطابقت رکي ٿي.

حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جي جملہ احاديث ۽ آثار الصحابہ والتابعين ۽ سيني فقهاءِ امت "آبپاشي لاءِ" هيٺيان وارن کي مٿين لاءِ حاڪم قرار ڏنو آهي ۽ پهريون حقدار چيو آهي ۾ حضرت زبير بن العوام ۽ هڪ انصاري جي درميان اختلاف جي موقعي تي حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم فرمايو تہ "اسق ياز بير ثم احبس الماءِ حتي يبلغ الماءِ الجدر" ۾ بظاهر پهريون حق پهريون وارن جو ثابت ٿئي ٿو ۽ هيٺيان وارن جو بعد ۾ ان روايت متعلق محدثين ۽ فقهاءِ مختلف توجيهون بيان فرمايون آهن.

(١): شراج الحرة مان استفادو ڪرڻ جو هڪ معاهدو ٿي چڪو هو تہ پهريون مٿيان پيئندا ۽ پوءِ هيٺيان چو تہ ڪنهن واه مان پيچ تي جيڪڏهن معاهدو ٿي وڃي تہ شرعاً اهو معاهدو درست قرار ڏنو ويندو. تنهن ڪري حضرت زبير کي پهريون پاڻي پيئڻ جو حڪم پاڻ ڪريم جن ڏنو.

(٢): پاڻي جيڪڏهن ٿورو هجي ۽ پيرن جي پيڏين تائين بہ نہ پهچي سگهي تہ ان ۾ اهو قانون هلندو پهريون مهڙ وارو پيئي بعد ۾ ٿيل وارو ، شراج الحرة بہ ٿورو پاڻي هيو ان ڪري پاڻ ڪريم جن اهو فيصلو صادر فرمايو.

(٣): شراج الحرة بارشي واهہ هيو ۽ بارشي واه جي مقدار جو صحيح تعين نہ ٿي سگهندو آهي جيڪڏهن پڇڙي وارن جو ان ۾ پهرين حق مقرر ڪيو وڃي تہ ڪڏهن اهو پاڻي پهچندي پهچندي واهيءَ ۾ سڪي ويندو ۽ پوءِ ڪنهن کي بہ فائدو نہ ٿيندو ان ڪري ان ۾ "الاول فلاول" جي اصول سان پاڻي استعمال ڪيو ويندو.

(۴): انهن سين جوابن مان هيءُ مفهوم چڱي طرح نڪري ٿو ته ڪنهن به محدث ۽ فقيه وٽ اها حديث پنهنجي ظاهر تي محمول نه آهي هر هڪ ان ۾ تاويل ۽ توجيه ڪئي آهي. هڪ هڪ جزئي توجيه ۾ جيڪڏهن ڪوئي ڪلام ڪري ته هيءَ توجيه صحيح آهي يا نه، ته ٿي سگهي ٿو پر اها ڳالهه طئي آهي ته اجماع امت سان ان حديث کي پنهنجي ظاهري مطلب تي محمول نه ڪيو ويندو ڪا نه ڪا توجيه ضرور ڪرڻي پوندي خلاصو ڪلام جو هي نڪتو ته "اهل الاسفل امراءِ علي اهل الاعليٰ واري روايت اجماعاً معمول به اها آهي، ان جي خلاف بظاهر جيڪڏهن ڪائي روايت يا قول سامهون ايندو ته ان جي توجيه يا تاويل ڪرڻي پوندي.

## درياءِ سنڌ کي پهتل نقصان:

(۱): درياءَ سنڌ تي چشمه جهلم لنڪ ٺاهي وئي. جنهن سان بنا حساب ڪتاب جي پاڻي وهائي ڪري جهلم ندي ۾ وڌو ويو حالانڪه 1945ع جي معاهدي موجب حڪومت سنڌ کان اجازت وٺي ڪري قيمت ڏيڻي هئي ۽ پاڻي تڏهن وهائڻو هيو جڏهن سنڌ جي ضرورت کان وڌي ڪري سمنڊ ۾ وهندو هجي پر نه ته رقم ڏني وئي، نه وري سنڌ حڪومت کان اجازت ورتي وئي.

(۲): ڪالاباغ جي هنڌ وٽان ٿل ڪئنال ڪڍي وئي جنهن مان هر سال 8 کان 10 هزار ڪيوسڪ تائين پاڻي وهايو ويندو آهي بلڪه غوث علي شاهه جي دور حڪومت ۾ جڏهن خريف جي پوک لاءِ سنڌ ۾ پاڻي جي سخت کوٽ ٿي تڏهن وزير آبپاشي سيد صبغت الله شاه راشدي صورتحال جو جائزو وٺڻ لاءِ ويو ته ان وقت لنڪ ٽمٽار وهي پئي. جڏهن وزير صاحب مداخلت ڪئي ته ان جو حڪم نه مڃيو ويو بلڪه معاملو گارگند کان به ٽپي ڪري هڪ ٻئي سان هٿين پوڻ تي پهتو ۽ اسان جو وزير قاتل گريبان سان سنڌ ۾ پهتو. پر ان هوندي به لنڪ ڪئنال بند نه ڪئي وئي. ساڳيو حشر تونسه پنج ند لنڪ ڪئنال جو آهي.

(۳): پنجاب، درياءَ سنڌ تي ۳ بيراجون بنا اجازت جي ناجائز

طريقي سان ٺهرايون ۽ سنڌو درياءَ جو تقريباً اڌ پاڻي غصب ڪيو جڏهن ته پنجاب وٽ ان بيراجن ڪانسواءِ ۱۲ بيراجون ٻيو به هيون ۽ سنڌ وٽ ڪل ۳ بيراجون آهن.

(۴): پنجاب منگلا ڊيم ٺاهي ڪري وادي ڪشمير ڪان ايندڙ برساتي پاڻي جهلي ڇڏيو. حالانڪه اهو پاڻي به ڊيم ٺهڻ ڪان اڳ سنڌو ۾ پوندو هيو جنهن ڪري درياءَ سنڌ کي ڪافي نقصان پهتو ڇو ته اهو برساتي پاڻي سنڌ ۾ اوائلي خريف جي فصل لاءِ ڪم ايندو هيو ۽ سنڌ ۾ پنجاب ڪان هڪ مهينو اڳ فصل ٿيندا آهن، درياءَ سنڌ کي برف پگهرڻ سان ايندڙ پاڻي فيبروري مارچ ۾ زياده گرمي نه هجڻ ڪري نه ٿو پهچي سگهي.

انهي ڪليل حقيقت جي ڪري مگنلا ڊيم ۾ سنڌ جو 19 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي مقرر ڪيو ويو، جيڪو اڄ تائين سنڌ کي نه مليو آهي. 1945ع جي معاهدي م درياءِ سنڌ جو پاڻي 103.30 ملين ايڪڙ فوٽ جو ڪاٿو لڳايو ويو هو. جڏهن ته 1991ع واٽر رڪارڊ مطابق 117.35 ملين ايڪڙ فٽ پاڻي فرض ڪيو ويو آهي. حالانڪه 1945ع واري درياءَ سنڌ مان 3 درياءَ انڊيا جهليا ۽ منگلا ڊيم جي ڪري باراني پاڻي روڪيو ويو، لفٽ سسٽم ۽ ٽيوب ويل اسڪيم ۽ لنڪس جي ذريعي بنا حساب پاڻي غصب ڪيو ويو ۽ تله گنگ جي هنڌ تي باراني پاڻي کي درياءَ سنڌ ۾ پوڻ ڪان زوري موڙيو ويو ۽ ڪيترائي نقصان ڪيا ويا. تنهن ڪري ان حقائق جي روشني ۾ 1991ع ۾ 1945ع ڪان پاڻي گهٽ ٿيڻ کپندو هيو. اهڙي صورتحال ۾ درياءَ جو پاڻي 103 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي مان وڌي 117.35 ملين ايڪڙ فوٽ ڪيئن ٿيو. ان جڙتو انگ سان ته پنجاب مهڙ ۾ هجڻ ڪري پورو 1991ع وارو حصو وٺندو. باقي بچيل پاڻي سنڌ لاءِ ڇڏيندو ۽ ان جڙتو انگن جو سڄو نقصان سنڌ کي پهچندو. 1945ع جي معاهدي مطابق سنڌ کي 47.2 ملين اکڙ فوٽ پاڻي ملٺو هيو ۽ پنجاب کي 46.8 ملين ايڪڙ فوٽ ملٺو هيو ۽ 1991ع جي واٽر رڪارڊ مطابق 14 ملين ايڪڙ فوٽ جي فرضي اضافي جي باوجود سنڌ کي 4 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي گهٽ ڏنو ويو آهي، جڏهن ته

1945ع جي معاهدي ۾ هڪ ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي وڌيڪ مقرر ڪيو ويو هيو. 1991ع جي واٽر رڪارڊ فرضي اضافي جي باوجود سنڌ کي 3.98 في ايڪڙ واٽر الائونس مليو ۽ پنجاب کي 5.45 ۽ سرحد کي 5.60 ۽ بلوچستان کي 4.20 في ايڪڙ واٽر الائونس مليو. يعني سنڌ جون زمينون جيڪي گرم ۽ خشڪ علائقن ۾ آهن جتي بارش نالي ماتر پوي ٿي انهن ڳالهين هوندي به سنڌ کي سڀ کان گهٽ واٽر الائونس ڏنو ويو.

(۵): تله گنگ جي پهاڙ تي بند ٻڌي ڪري باراني پاڻي کي سنڌو ۾ داخل ٿيڻ کان روڪيو ويو، جنهن سان درياءَ سنڌ جو پاڻي گهٽجي ويو. اهڙي طرح سوائل اينڊ واٽر ڪنزرويشن اسڪيم ۽ باراني لينڊ ڊيولپمينٽ اسڪيم ۽ ٻين ڪيترن اسڪيمن ذريعي باراني پاڻي کي درياءَ سنڌ ۾ داخل ٿيڻ کان روڪيو ويو جيڪو صدين کان درياءَ سنڌ ۾ داخل ٿيندو هو.

(٦): پنجاب جي جر جو پاڻي هيٺين علائقن کان وهي ڪري درياءَ سنڌ ۾ ٿورو ٿورو ٿي ڪري جمع ٿيندو هيو ۽ ٽيوب ويل سسٽم جي ڪري درياءَ سنڌ جو اهو پاڻي رڪجي ويو ان ڪري به درياءَ سنڌ ۾ پاڻي جي کوٽ ٿي. پنجاب جي جر ۾ پنجويهه سئو ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي موجود آهي جڏهن ته سنڌ ۾ ڇڙو هڪ ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي موجود آهي.

(۷): درياءَ سنڌ مان لفٽ سسٽم ذريعي بنا جهل پل جي پاڻي کڻيو ويندو آهي جنهن ڪري به درياءَ سنڌ کي نقصان پهچي ٿو.

(۸): پنجاب پنهنجا 3 درياءَ انڊيا کي وڪڻي ڪري ان مان مليل 315 ملين ڊالر پنجاب جي متبادل آبپاشي تي خرچ ڪيو. حالانڪه انهن درياهن جي 3 ملين ايڪڙ فٽن مان 2 ملين ايڪڙ فوٽ دريا سنڌ ۾ پوندا هئا ۽ پنجاب ڇڙو هڪ ملين ايڪڙ فوٽ استعمال ڪندوهيو. ان بهاني بي، آر، بي، ڊي نهر کڏي جنهن ڪري ڏيڍ ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي جو نقصان ٿيو.

## هڪ اهم نڪتو

شرعي لحاظ سان نهر کي پهتل نقصان توڙي جو هيٺيان وارن جي مرضي سان عمل ۾ آيو هجي، پر بعد ۾ هيٺيان وارن کي اختيار آهي توڙي جو قديم زماني کان نقصان هجي انهن نقصانن جي ازالي جو هيٺيان وارن کي اختيار آهي ۽ جيڪڏهن ضرورت پوين ته شرعاً وڙهي به سگهن ٿا. درياءَ سنڌ، خاص نهر هجي يا عام نهر هجي هر حال ۾ شرعي نقطي نگاهه سان ڊيم ٺاهڻ هيٺيان وارن جي مرضي کانسواءِ ناجائز آهي. ان ڪري شرعي حيثيت سان ڊيم ٺاهڻ جو وڌيڪ بحث فضول آهي، البت عام لحاظ سان جيڪڏهن ڪالاباغ ڊيم جو جائزو ورتو وڃي ته ڊيم جي حق ۾ ايندڙ دلائل ۾ هڪ دليل بجلي جي ضرورت ٻڌايو وڃي ٿو ۽ ٻيو پاڻي جي ضرورت.

### ڊيم جي دلائل جو جائزو:

پاڻي ذخيري ڪرڻ جو دليل وزن ئي نه ٿو رکي ڇو ته ذخيرو هميشه بچت شئي جو ڪيو ويندو آهي. جڏهن ته پاڻي هن وقت به ضرورت کان گهٽ آهي ۽ هر سال فصل جي پوکڻ ۽ آباد ڪرڻ ۾ مشڪلات پيش اچن ٿيون، ته پوءِ به ذخيرو ڪري وڌيڪ ڪوٽ پيدا ڪرڻ سياڻپ نه چئبي. جيڪڏهن آبڪلاٽي جي موسم ۾ ٿورو لٽ پاڻي سمنڊ ۾ به پوي ٿو ته ان جي به ضرورت آهي. ڇوته جيڪڏهن وڌيڪ پاڻي نه وهندو ته سيني بيراجن ۾ لٽ جمع ٿي ويندو ۽ آهستہ آهستہ بيراج پورجي ويندا ۽ درياءَ واري لٽ سان سمنڊ کي اڳتي وڌڻ کان قدرتي نظام هيٺ روڪيو به ويندو آهي، ورنہ سنڌ جي جر وارو مٺو پاڻي جيڪو ڪل هڪ ملين ايڪڙ فوٽ آهي اهو به کارو ٿي ويندو ۽ سمنڊ سنڌو ڊيلٽا کي پائيندو اڳتي وڌندو ويندو ۽ سامونڊي جهنگلي ۽ ان ۾ پلجندڙ جانور ۽ گانگٽ تباهه ٿي ويندا. جڏهن ته پنجاب وٽ جر جو پاڻي هن وقت 2500 ملين ايڪڙ فوٽ موجود آهي.

جيڪڏهن ڪوئي چوي ته ضرورت آهر ذخيرو ٿيل پاڻي استعمال ڪري سگهبو ته اهو دليل به وزن نه ٿو رکي. هڪ ته ٻاڦ ۽ پاڻي جي سمڻ ڪري تقريبن 25 فيصد پاڻي ضايع ٿيندو آهي. ٻيو ڪالاباغ ڊيم جي ڪري جيڪو ذخيرو سون ندي ۾ جمع ٿيندو اهو لوٽائي پهاڙن سبب ڪارو ٿي ويندو جيڪو زمين ۾ ڪلر ڪندو ۽ فصل تباهه ڪندو. ٽيون ته درياءَ سنڌ کي بچاءَ بندن جي اندران واري زمين جيڪا وڏي پيماني تي ڪٽڪ چٽو وغيره اپائي ٿي سا سڄي خشڪ ۽ ويران ٿي ويندي.

چوٿون: ذخيري ٿيل پاڻي مان ٻنهي پاسن کان واهه ڪوٽي ٽيهه هزار ڪيوسڪ پاڻي کسڻ جو واضح پروگرام رٿيو ويو آهي. جنهن سان سنڌ ۾ خشڪ سالي ۽ قحط جا اثرات پوندا ۽ صوبن ۾ نفرتن جا ويڇا وڌندا جيڪي ملڪي سلامتي لاءِ چڱو سوڻ نه آهي.

پهريون ته پاڻي جي حقيقي صورتحال جي ڪري ذخيري ڪرڻ جي گنجائش ئي نه آهي نه وري ضرورت آهي. جيڪڏهن ڪا واقعي ضرورت محسوس ڪئي ٿي وڃي ته پوءِ ورلڊ بئنڪ جي سروي ٽيم جي سفارش مطابق تربيلا ڪان مٿي 27 جاين تي ڊيمن ٺاهڻ جي گنجائش آهي ۽ جتي درياءَ جي ويڪر گهٽ هجڻ ڪري تمام ٿورو خرچ ايندو ۽ شمالي علائقن جي ليبر کي روزگار جا سٺا موقعا ملندا ۽ گرمي گهٽ هجڻ ڪري پاڻي ٻاڦ نه ٿيندو نه کي جبل ڪري سمندو ۽ سڀ کان وڌيڪ فائدو هيءُ ٿيندو جو صوبن جي پاڻ ۾ نفرت نه پوندي ڇو ته اتان جغرافيائي لحاظ سان پاڻي چوري ڪرڻ جو انديشو نه رهندو.

بجليءَ جي ضرورت پوري ڪرڻ لاءِ ايڏا وڏا ڊيم ٺاهڻ جي ضرورت ئي نه آهي ڇوته جديد ٽيڪنالوجي جي ڪري ٿوري مٿائين تان پاڻي ڪيري بجلي تيار ڪري سگهجي ٿي چين ۾ ته اهڙا 89 ڪان وڌيڪ ڊيم ٺاهيا ويا آهن جنهن سان ڪافي فائدا ٿيندا.

١). ننڍن ڊيمن ٺاهڻ ۾ وقت گهٽ لڳندو آهي ۽ جلد بجلي جي ضرورت پوري ڪري سگهبي. جڏهن ته ڪالاباغ ڊيم مان گهٽ ۾

گھٽ 15 سالن کان پوءِ بجلي ٿهندي.

٢). ٿوري مٽائڻ جي ڪري خرچ گھٽ لڳندو.

٣). ملڪي وسائل مان ڪم پورو ٿي ويندو. پرڏيهي زرمبادلہ خرچ ڪرڻ جي ضرورت ئي نہ پوندي.

٤). لٽ گھٽبو تنهن ڪري ڊيمن جي عمر وڏيڪ ٿيندي.

٥). بجلي جي ٽرانسميشن تي وڏن خرچن اچڻ کان بچاءُ ٿيندو ڇوتہ گھرج واري هنڌ جي ويجهو ڊيم ٺهندا. بجلي ٺاهڻ جا ذريعا ڪافي آهن، جيئن گيس، تيل، ڪوئلو، ايٽم ۽ سج جي گرمي. دنيا ۾ انهن ذرائع کي پاڻي مان بجلي پيدا ڪرڻ کان وڏيڪ اهميت ڏني وڃي ٿي ڇوتہ پاڻي جي استعمال جون ٻيون ڪوڙ ضرورتون آهن.

٦). ننڍين ننڍين ذخيرن جي ڪري ٻاڦ ۽ سمڻ گھٽ ٿيندو ۽ پاڻي ضايع ٿيڻ کان بچندو.

٧). هر علائقي ۾ پنهنجي ڊيم هجڻ ڪري احساس محرومي ۽ نفرت جو خاتمو ايندو جنهن جي زخمي ٿيل ۽ ٻہ حصا ٿيل ملڪ کي سڀ کان وڏيڪ ضرورت آهي.

٨). ان ڪانسواءِ بجلي پيدا ڪرڻ لاءِ الله تعاليٰ ٿري ميدانن ۾ ڪوئلي جي پيلي ڪوالٽي جو هڪ سئو سال تائين هلندڙ ذخيرو عطا ڪيو آهي، جنهن سان سستي بجلي پيدا ٿي سگھي ٿي.

انهن سڀني ڳالهين جي باوجود اسان کي ڪالاباغ ڊيم تي ٻڌڻ ڏيندڙن جي حب الوطني تي شڪ پيو پوي ۽ ايئن تہ نہ آهي جو دشمن پنهنجا مقصد هوندئن شايد نہ وٺي سگھي ها ان طرح آساني سان حاصل ڪري رهيو آهي. ڇوتہ هڪ ملڪ جا رهاڪو جڏهن پنهنجي ملڪ کان بيزار ٿيندا تہ آزادي جو تحريڪون هلنديون. الله شال اسان تي رحم فرمائي، ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ جي حوالي سان جيڪي ساوا باغ ڏيکاريا وڃن ٿا. انهن مان ڪي تہ ناقابل عمل ۽ ڪي ناقابل يقين آهن. جيڪڏهن ڪٿي سڀني ڳالهين کي ڪجھ وقت لاءِ مڃجي تہ بيان ڪيل توانائي ۽ خوشحالي ڇڙو ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ سان مخصوص نہ آهي،

بلڪ ٻئي هنڌ ڊيم ٺاهڻ سان ئ ساڳي خوشحالي ۽ توانائي حاصل ڪري سگهجي ٿي. ڪجهہ وقت لاءِ اسان مڃون ٿا تہ ڊيم ٺاهڻ واقعي ضروري آهي تہ اهي مقصد تربيلا ڪان مٿي ب ڊيم ٺاهي حاصل ڪري سگهجن ٿا، جتي پاڻي وڃائڻ ۽ چوري ٿيڻ ڪان جغرافيائي تحفظ آهي.

خاص ڪالاباغ ڊيم تي زور ڏيڻ بدنيتي ڪان خالي نہ آهي يا تہ چند مخصوص عناصر درياءَ سنڌ جو پاڻي ڦباڻڻ ٿا گهرن يا متنازعہ جاءِ تي اجايو زور ڏئي ڪري ملڪي سلامتي ۽ ملي ايڪي کي تباهہ ڪري دشمن کي خوش ڪرڻ ٿا گهرن. ان ڪري انهن جي حوصلہ شڪني ضروري آهي.







# ڪالاباغ ڊيم جو تنقيدي ۽ ٽيڪنيڪي جائزو

يوناني ڏند ڪٿائن (Greek mythology) موجب سپرهيومن، جن، ديو ۽ پري جو ساهه ڪنهن جاندار پکيءَ ۾ هوندو آهي ۽ زندگي ۽ موت ان پکيءَ سان لاڳاپيل آهي. اهو ئي حال هن وقت موجوده پاڪستان ۾ سنڌين، پٺاڻن ۽ بلوچن جو آهي. انهن جو زندگي ۽ موت ڪالاباغ ڊيم سان لاڳاپيل آهي. ڪالاباغ ڊيم هڪ قومي حساس نوعيت جو مسئلو آهي ان سان هٿ چراند ڪرڻ ملڪ جي سلامتي ۽ استحڪام سان کيڏڻ برابر آهي.

پر وزيراعظم پنجاب "Sory Sir" وزيراعظم پاڪستان ميان نواز شريف11 جون تي ريڊيو ۽ ٽي وي تي قوم کي خطاب دوران سنڌي، پٺاڻ ۽ بلوچن ڀائرن جي پراڻي زخم تي لوڻ ٻرڪيندي اعلان ڪيو تہ "ڪالاباغ ڊيم پنجاب جي ترقي ۽ خوشحاليءَ لاءِ تمام ضروري آهي تنهن ڪري هن پنجاب نواز منصوبي جي تڪميل تمام ضروري آهي. هوندئن تہ توهان اڳ بہ بي مثال قربانيون ڏنيون آهن پر هي ٻي وڏيڪ قرباني ڏيئي پاڻ کي پنجاب ۽ پنجابي نوڪر شاهي آڏو سرخرو ڪندا ۽ دنيا ۽ آخرت کي سنوارڻ جو موقعو هٿان نہ وڃائيندا. الله تعاليٰ اوهان کي ان جو اجر عظيم ڏيندو پاڪستان پائينده آباد.

مٿين جملن کي طنزيہ ڪري نہ ليکيو وڃي ڇوتہ نواز شريف جي تقرير جو پس پردا اصل روح مٿيان جملا آهن. ڪالاباغ ڊيم متعلق "الف" کان "ي" تائين حقائق عوامي ڪورٽ ۾ پيش ڪجن ٿا.

## تعارف:

ڪالاباغ ڊيم منصوبي تي پنجاب نوڪر شاهي 1952ع کان سوچڻ شروع ڪيو. پر ملڪ ۾ سياسي استحڪام نہ هئڻ سبب هن

ڪي التوا ۾ رکيو ويو. مارشل ڊڪٽيٽر آف ايشيا جنرل ضياءُ الحق جي دور ۾ ڇهين پنج سالا منصوبي (Sixth Five Year Plan) تحت هن پروجيڪٽ کي ڪپڙا پارائي عوام آڏو ڊاڪٽر محبوب الحق مکس مصالحہ ملائي اسڪرين تي آندو. هن منصوبي لاءِ راهہ هموار ڪرڻ لاءِ فائدن جا دستاويز کوليا ويا پر هن منصوبي جي نقصانن کان ڪن لاٽار ڪئي وئي. جديد تجزياتي مطالعي (Modedl Analysis Study) مطابق هن منصوبي جا فائدا گهٽ پر نقصان گهڻا آهن.

## منصوبي جي جوڙجڪ:

سنڌونديءَ تي ڪالاباغ وٽ هن منصوبي کي عملي شڪل ڏيارڻ لاءِ ڪم ڪيو وڃي پيو، ڪالاباغ ڊيم ۾ 6.1 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي گڏ ڪرڻ جي گنجائش رکي وئي آهي. هي ڊيم دنيا جي وڏي ۾ وڏي ايراضي (Caterment Area) هڪ منصوبو آهي جنهن جي ڪل ايراضي 275000 چورس ڪلوميٽر آهي. هن ڊيم جي اوچائي نديءَ کان 260 فٽ مٿي ۽ وڌ ۾ وڌ اوچائي ليول 925 فٽ آهي. هن منصوبي جي تڪميل لاءِ 272 بلين روپيا رکيا ويا آهن.

## حڪومت طرفان اعلانيل فائدا:

1). حڪومت پاڪستان جو موقف آهي تہ هن منصوبي جي تڪميل سان 3600 ميگاواٽ بجلي تيار ڪئي ويندي جنهن سان بجليءَ جي بحران کي ختم ڪري سگهجي ٿو.

2). ڊيم مان ربيع جي موسم دوران زمين کي زير آب ڪرڻ لاءِ پاڻيءَ کي استعمال ڪري سگهجي ٿو.

3). ٻوڏ جو پاڻي جيڪو سمنڊ ڏانهن وڃي ضايع ٿئي ٿو انکي گڏ ڪري سگهجي ٿو.

## تنقيد:

ٽيڪنيڪل ماهرن مطابق حڪومت طرفان پيش ڪيل انگ تہ 3600 ميگاواٽ بجلي تيار ڪئي ويندي. جيڪا ڪوڙ تي ٻڌل آهي

مشڪل سان 2000 ميگاوات بجلي ٺهندي. پر هن منصوبي مان بجلي ٺاهڻ لاءِ بهتر آهي ته نيوڪليئر پاور ۽ سولر پاور کي استعمال ڪري بجليءَ جي بحران کي هميشه لاءِ ڪنٽرول ڪري سگهجي.

ايريگيشن لاءِ پوري ملڪ ۾ ننڍا رزوائير (Reserviors) ٺاهيا وڃن ۽ انهن ۾ ٻوڏ جي پاڻيءَ کي اسٽور ڪري سگهجي ٿو.

## ڊيم جي تعمير سان ٿيندڙ نقصان:

١. هن منصوبي جي تعمير سان مٿئين علائقن ۾ پاڻيءَ جي مٿئين وهڪري جي سطح ۾ چاڙهه ايندو. نتيجن مٿين علائقن ۾ ٻوڏ ايندي.

٢. مٿين علائقن ۾ اندر گرائونڊ پاڻيءَ جي سطح ۾ اضافو ٿيندو. نتيجن واٽر ٽيبل (Water Table) وڌي ويندي ۽ سم (Water Laogging) منهن ڪڍندي سرسبز زمينون سم ۽ ڪلر سبب غيرآباد ۽ بنجر ٿي وينديون.

٣-ڊيم جي تعمير سان ٢ لک آبادي متاثر ٿيندي ۽ انهن جي نئين سر نو آبادي لاءِ ڪثير ناڻي جي ضرورت پوندي.

۴-ڊيم ۾ لٽ (Siltation) سبب ڊيم جي گڏ ڪرڻ جي گنجائش ۾ گهٽتائي ايندي جنهن سان ڊيم جي عمر متاثر ٿيندي.

۵-ڊيم مان لٽ خارج ڪرڻ لاءِ ڪثير سرمايي جي ضرورت پوندي، جيڪا پاڪستان جهڙو غريب ملڪ برداشت نه ڪري سگهندو.

٦-ڊيم تعمير ٿيڻ سان هيٺين علائقن جا ماڻهو ربيع جي موسم ۾ پاڻيءَ جي بوند لاءِ تڙپندا. زمينون غيرآباد ٿي وينديون ۽ اقتصاديات بري طرح متاثر ٿيندي.

٧- بجليءَ جي بحران کي قابو نه پائي سگهبو ڇو ته 3600 ميگاوات بجلي پيدا ڪرڻ ڪوڙ تي مبني انگ آهي مشڪل سان 2000 ميگاوات بجلي پيدا ڪئي ويندي.

٨-پاڻيءَ کي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪرڻ بجاءِ ڊيم ۾ گڏ ڪيو ويو ته سمنڊ هيٺين علائقن جي زمين کي ڳهڻ شروع ڪندو. ان کي روڪڻ لاءِ پاڻي کي سمنڊ ۾ ڇڏڻ تمام ضروري آهي.

۹-هن دور ۾ ڊيمن جي تعمير بيوقوفي آهي صرف ۽ صرف ناڻي جو ذيان ڪرڻ آهي.

## اعتراضات

### ڪالاباغ ڊيم ۽ سرحد:

ڪالاباغ ڊيم جي تعمير سان سرحد صوبي کي وڏو ڪاپاري ڌڪ لڳندو ۽ ان جا ڪافي علائقا ٻوڏ جي وڪڙ ۾ اچي ويندا. مثال طور نوشهرو جيڪو سمنڊ جي سطح کان 1000 فوٽ بلنديءَ تي آهي ۽ ڊيم جي ليول 925 فوٽ آهي. پاڻي ۾ چاڙهه سبب نوشهرو شهر مڪمل ٻڏي ويندو ۽ 35 کان 45 ڪلوميٽر سوم نديءَ جي مفاصلي وارا علائقا ۽ زمينون ان جي لپيٽ ۾ اچي وينديون. واٽر ٽيبل ۾ اضافو ٿينو ۽ سم منهن ڪيندي. زميون ٻنجر ۽ ويران ٿي وينديون.

### ڪالاباغ ڊيم ۽ سنڌ:

ڪالاباغ ڊيم جي تعمير سان سنڌ کي تمام وڏو ڌڪ لڳندو. ربيع جي موسم ۾ سنڌ پاڻيءَ لاءِ واجهائيندو. سجو سنڌ مڪمل طرح سڪي ويندو زميون ويران ۽ غيرآباد ٿي وينديون.

سمنڊ زمين کي ڳهڻ شروع ڪندو نتيجن ٺٽو ۽ بدين جا ضلعا سمند جي پيٽ ۾ هليا ويندا. سنڌ جي اقتصاديات مڪمل طرح تباهه ٿي ويندي. ڪراچيءَ جا ماڻهو پيئڻ جي پاڻيءَ لاءِ واجهائيندا. موت جو راڪاس سنڌ کي پنهنجي وڪڙ ۾ وٺي ڇڏيندو.

### ڪالاباغ ڊيم ۽ ٿرڊ آپشن:

توانائي جي بحران کي ڪنٽرول ڪرڻ لاءِ ڊيم ٺاهڻ هن دور ۾ بيوقوفي جي مترادف آهي ڇوته ڊيم ۾ لٽ گڏ ٿيڻ ڪري ڊيم جي عمر بري طرح متاثر ٿئي ٿي ۽ ان ۾ پاڻي گڏ ڪرڻ جي گنجائش به گهٽجي ٿي. ان لاءِ بهتر ٿيندو ته نيوڪليئر پاور کي استعمال ڪندي ان مان

بجلي پيدا ڪئي وڃي. جيئن برطانيا 20 سيڪڙو، آمريڪا 21 سيڪڙو، جاپان 27 سيڪڙو، جرمني 33 سيڪڙو، بيلجيم 60 سيڪڙو ۽ فرانس 75 سيڪڙو بجلي نيوڪليئر پاور سان حاصل ڪري ٿو.

هيڏي ساري ڪثير رقم کي مٽي جي ڍير ۾ لٽي مٽ ڪرڻ کان بهتر آهي ته نيوڪليئر پاور پلانٽ لڳائي بجلي حاصل ڪئي وڃي ۽ قوم کي لوڊشيڊنگ جيڪا بلڊ شيڊنگ ٿيندي پئي وڃي، جهڙي لعنت مان نجات ڏياري وڃي. آبپاشي لاءِ پوري ملڪ ۾ ننڍا ننڍا ڊيم ٺاهيا وڃن ته جيئن ربيع جي موسم ۾ انهن کي واپرايو وڃي. زراعت کي هٿي ڏيڻ لاءِ ان کان بهتر ٻيو ڪو به آپشن نه آهي.

ڪالاباغ ڊيم هڪ تڪراري مسئلو آهي هن منصوبي کي سنڌ ۽ سرحد جون صوبائي اسيمبليون ٻه ٻه ڀيرا رد ڪري چڪيون آهن. ڪالاباغ ڊيم جي تعمير قومي ناٽي جي زيان برابر آهي. ڇوته اسين جنهن دور ۾ رهون پيا ۽ دنيا جنهن تيزيءَ سان 21 هين صدي ۾ داخل ٿي رهي آهي. اهڙي وقت مٽيءَ جي ڍيرن پويان لڳڻ بيوقوفي آهي. جيڪڏهن توانائيءَ جي بحران کي ڪنٽرول ڪرڻو آهي ته نيوڪليئر پاور مان بجلي حاصل ڪئي وڃي. ڪالاباغ ڊيم جي تعمير سان صوبن ۾ احساس محرومي وڌندو ۽ ملڪ جي جاگرافي کي خطرو ٿي سگهي ٿو.



فيض علي شاهہ

# سنڌ ڪالاباغ جي ٽياس تي

جمهوري نظام جي اصل آزمائش ان وقت ٿيندي آهي جڏهن اختلافي مسئلا ايترا وڏي ويندا آهن جو عام طرح سان انهن سمجهيو ويندو آهي تہ شايد هاڻ مسئلا ڪڏهن حل ئي نہ ٿيندا. جيڪڏهن پنهنجي موقف آڏار اختلاف رکندڙ ڌرين جي روين ۾ جهوري روح موجود نہ هجي تہ صورتحال ڪنٽرول کان ٻاهر نڪري ويندي آهي ۽ نتيجن بابت ڪجهہ بہ چوڻ مشڪل ٿي پوندو آهي.

ڪالاباغ ڊيم اشو سبب جنهن تيزيءَ سان حالتون ابتريءَ طرف وڃي رهيون آهن انهن کي ڏسندي صورتحال ائين پئي محسوس ٿئي جيئن ابراهم لنڪن واري زماني ۾ ڏکڻ ۽ اتر آمريڪا جي وچ ۾ خانہ جنگي شروع ٿي هئي. نواز شريف جو اهو اعلان ڪرڻ تہ ڪالاباغ ڊيم هر صورت ۾ ٺاهيو ويندو ڪو سطحي اعلان ناهي ۽ ائين بہ ناهي تہ ڪيس ڪنهن دوکي ۾ رکيو ويو آهي. اسان سان مسئلو هڪ نہ پر اسان جي مسئلن جو هڪ نہ ڪٽندڙ داستان آهي. هن وقت پنهنجو پاڻ کي هرويرو ڪهن روزگار تي لڳل ماڻهو اهو چئي رهيا آهن تہ ڪالاباغ ڊيم ٺهڻ ڪانپوءِ سنڌ ۾ ڪير جون نديون وهڻ شروع ٿينديون. ڪالاباغ ڊيم جي اڏاوت جو هي اعلان هڪ باقائده سائنٽفڪ پلاننگ تحت ڪيو ويو آهي. پ پ هن وقت تائين ڪالاباغ ڊيم خلاف سنڌ ۾ تہ وڏا جلسا جلوس ڪيا آهن پر پنجاب ۾ پ پ جي پاليسي بلڪل مختلف رهي آهي. پنجاب ۾ شروع کان وٺي پ پ ڪالاباغ ڊيم جي Tacitحمايت ڪندي رهي آهي. سنڌ اندر اهو ڪريڊٽ فقط عوامي تحريڪ وارن ڏانهن وڃي ٿو جن اها ڳالهہ گهڻو وقت اڳ ئي محسوس ڪري ورتي هئي تہ ڪالاباغ ڊيم سنڌ لاءِ نقصانڪار ثابت ٿيندو. ڳالهہ صرف محسوس ڪرڻ تائين محدود نہ رهي آهي بلڪہ عوامي تحريڪ جي

قيادت پوري ملڪ جي عوام کي ڊيم جي منفي اثرن کان وقت بوقت آگاهه ڪندي رهي. ان ڪانپوءِ سنڌ ڊيموڪريٽس پارٽي هن ڏس ۾ نه وسارڻ جوڳو ڪم ڪيو جيڪو اڄ تائين جاري آهي. پ پ وارن سان مسئلو اهو آهي ته جيڪڏهن اهي ڀرپور نموني سان ڪالاباغ ڊيم جي مخالفت ڪن ٿا ته پوءِ ان جو مطلب اهو ٿيو ته پ پ پنجاب ۾ پنهنجو اثر وڃائي ويهندي ۽ جيڪڏهن پ پ ڊيم بابت پنهنجو موقف واضح نموني پيش ڪرڻ ۾ ناڪام وئي ته سنڌ جي محترمه بينظير ڀٽو لاڙڪاڻي مان صرف پنهنجي سيٽ ايندڙ اليڪشن ۾ کٽي ته به وڏي ڳالهه سمجهبي! ڪالاباغ واري معاملي ۾ جيڪڏهن اسٽيبلشمينٽ اهو سمجهي ٿي ته اهي ماڻهو جيڪي سياسي ميدان ۾ سنڌ اندر ڪو تحرڪ پيدا ڪري سگهن ٿا سي سندن هٿن ۾ ڪيڏندا ته اهڙي سوچ گهٽي وقت تائين گهربل نتيجا نه ڏيندي.

چون ٿا ته عالمي سطح تي اها ڳالهه تسليم ٿي چڪي آهي ته جيڪڏهن سمنڊ کي مٺو پاڻي نه مليو ته سمنڊ جي سطح وڌي ويندي ۽ اسانجي ٻڏڻ جا خطرا آهن. شڪيل بچاڻي پڻ پنهنجي هڪ ڪالم ۾ گرهوڙي واري پير جي ان پيشن گوئي جو ذڪر ڪيو هو جنهن ۾ اها ڳالهه چئي وئي هئي ته سنڌ باقي دنيا کان چاليهه سال اڳ تباهه ٿيندي ۽ بچاڻي صاحب ان پيشنگوئي کي خدشاتي طور تي ڪالاباغ ڊيم سان لاڳاپيل ڏيکاريو هو ۽ اهو موقف اختيار ڪيو هو ته. سنڌ ڪالاباغ ڊيم ٺهڻ ڪانپوءِ ٻڏي ويندي. سنڌ باقي دنيا کان چاليهه سال اڳ تباهه ٿيندي يا نه، ان ڳالهه تي منهنجو گروهڙي واري پير جي پيشنگوئي سان ڪوبه اختلاف ناهي. ڇاڪاڻ ته ممڪن آهي ته ائين ئي ٿئي پر ايترو پڪ سان چئي سگهان ٿو ته گرهوڙي واري پير جي پيشنگوئي ڪالاباغ ڊيم سبب ٿيندڙ ٻوڏ بابت ناهي. اها ڳالهه ان مفروضي تي ٻڌل نظر اچي ٿي جنهن ۾ چيو وڃي ٿو ته جيڪڏهن مٺي پاڻي جو سمنڊ ۾ ڇوڙ نه ٿيو ته سمنڊ جي سطح مٿي ٿي ويندي ۽ اسان جا ساموندي علائقا ٻڏي ويندا. ٿوري دير لاءِ اهو مفروضو ڪٿي مڃجي به ته جيڪڏهن واقعي سمنڊ جي مٿين سطح مٺي پاڻي نه ملڻ سبب هيٺ مٿي ٿئي ٿي ته پوءِ

هي معاملو حقيقت ۾ بين الاقوامي سطح جو آهي ۽ ان کي فقط
ڪالاباغ ڊيم سان لاڳو ڪري علائقائي مسئلي طور پيش نہ ڪيو وڃي
ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن ڪالاباغ ڊيم ڪٿي نہ بہ ٺاهيو وڃي پر ان ڳالهہ
جي ڪير گارنٽي ڏيندو تہ سياڻي دنيا جو ڪوبہ ملڪ ڊيم نہ ٺاهيندو؟
ڇاڪاڻ تہ دنيا جي ڪنهن بہ هنڌ جيڪڏهن ڪو ڊيم ٺهيو تہ ان
مفروضي تحت سمنڊ جي سطح وڌي ويندي ۽ ڪالاباغ ڊيم نہ بہ ٺهي پر
جيڪڏهن دنيا جي ڪن بہ ڏهن ملڪن ۾ 20 ڊيم ٺهن تہ اسان وارو
ٺٽو، بدين ۽ ٻيا سمنڊ جي ڪناري وارا علائقا کاري پاڻي هيٺ اچي
ويندا ڇوتہ سمنڊ جي سطح دنيا ۾ هڪجهڙي رهي ٿي. ائين ڪڏهن بہ
نہ ٿيندو آهي تہ ڪراچي ۾ تہ سمنڊ جي ”مٿين“ سطح مٿي هجي ۽ ٻين
ملڪن ۾ اها گهٽ هجي. پاڻي جي سطح Horizontally هميشه ساڳي
رهي ٿي. ان لاءِ ڪالاباغ ڊيم جي نتيجي ۾ سمنڊ جي اٿرن جي حوالي
سان اعتراض اٿارڻ لاءِ مناسب فورم بين الاقوامي فورم ئي آهي ڇوتہ
اهو مسئلو سڀني جو آهي صرف اسان جو نہ آهي. پر اهو مفروضو
بلڪل بي بنياد آهي ۽ ڳالهہ اجا ٻي آهي. اسان جا ڪجهہ اقتدار
پرست وڏيرڪي لڏي جا سياستدان جيڪو ٻڌن ٿا اهو ”جون ڪا تون“
ورجايو ڇڏين پر انهن ويچارن تي ڪا ميار ناهي. سنڌ ۾ هڪ اهڙو
وڏيرو آهي جنهن جڏهن پنجاهہ واري ڏهاڪي ۾ وليز جيپ ورتي هئي تہ
سندس ڊرائيور ڪانئس روز پاءُ مکڻ گاڏيءَ کي هڻڻ لاءِ گهرندو هو ۽ پوءِ
اهو مکڻ گهر ڪٿي ويندو هو. اهڙن ماڻهن کي پلا ماحوليات جهڙي
موضوع بابت ڪهڙي ڄاڻ هوندي!

ڪالاباغ ڊيم جي اڏاوت ڪان پوءِ ٿيندو هيئن تہ سمنڊ هيٺان
ڪان زمين کي خراب ڪندو ويندو. سادي نموني سان هن ڳالهہ جي
وضاحت هيئن ڪري سگهجي ٿي تہ جيڪڏهن ڪابہ ڪلراٺي زمين آهي
تہ اتي جنتر يا ساريون وغيره پوکي زمين کي جام پاڻي ڏبو آهي. جڏهن
مٿي پاڻي جو دٻاءُ ڪلر تي پوي ٿو تہ اهو هيٺ وڃڻ شروع ٿئي ٿو، پر
اهو هيٺ تڏهن ويندو جڏهن هيٺين سطح ڪان زمين خشڪ هجي.
جيڪڏهن هيٺان سم آهي تہ پوءِ ان زمين کي آباديءَ لائق نٿو بڻائي

سگهجي. ساڳي طرح سمنڊ جو پاڻي زمين جي سطح کان هيٺان ئي هيٺان سنڌ جي زمين کي خراب ڪندو. هن وقت تائين ڪوٽڙي بئراج ايريا جي گهڻي ڀاڱي زمين اهڙي مرض ۾ مبتلا ٿي چڪي آهي. ڪالاباغ ڊيم جي ٺهڻ سان يقيني طور تي اها زمين اڃا وڌيڪ خراب ٿيندي. اسان سان هِن ڏس ۾ هڪ ٻيو به الميو آهي جنهن طرف اسان اڃان ڪا پيش رفت نه ڪئي آهي. بين الاقوامي سطح تي ماحوليات ۾ جيڪا تبديلي اچي رهي آهي ان سبب "گلوبل سمنڊ" تي منفي اثر پئجي رهيا آهن ۽ انهن سببن جي ڪري نه صرف سنڌ بلڪه دنيا جي ٻين مختلف ملڪن جا سامونڊي علائقا به کاري پاڻي جي ور چڙهي ويندا. ان لاءِ اسان کي بين الاقوامي سطح تي اهو آواز اٿارڻ گهرجي ته ماحوليات کي تباهه ڪندڙ اهي قومون جيڪي سمنڊ جي ساحلي علائقن جي ويجهو آباد ناهن تن کي اهو احساس ڪرڻ گهرجي ته هن ڌرتيءَ تي سمنڊ جي ساحلي علائقن جي ويجهو آباد سنڌي ماڻهن جهڙن ٻين ڪيترن ئي قومن جي تاريخ، ثقافت ۽ سندن وجود کي سنگين خطرا لاحق آهن.

ڪالاباغ ڊيم جو اعلان صرف پنجابي Chauvinism ڪانسواءِ ٻيو ڇا ٿو ٿي سگهي. جيڪڏهن فرض به ڪجي ته ڪالاباغ ڊيم جو اعلان پنجابي شائونزم ناهي ۽ اهڙو اعلان فقط ڪجهه سياسي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيو ويو آهي ته اهڙي صورت ۾ ممڪن آهي ته "گهربل سياسي مقصد" حاصل ٿي وڃن ۽ اهڙا مقصد حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ ڪالاباغ ڊيم جي اڏاوت کي روڪڻ بابت ويچاريو وڃي پر ان وقت ائين ڪرڻ اختيار ڏڻين جي اختيار کان ٻاهر نڪري چڪو هوندو.

ڪن ڌرين جو چوڻ آهي ته پنجاب ۾ پ پ کي ناڪ آئوٽ ڪرڻ لاءِ اهڙو اعلان ڪيو ويو آهي. جيتوڻيڪ اها ڳالهه آسانيءَ سان قبول نٿي ڪري سگهي پر پ پ جيڪڏهن ڪالاباغ ڊيم جي مخالفت نه ڪرڻ سبب پنجاب ۾ ناڪ آئوٽ ٿي ويندي ته پوءِ اها ڳالهه به حڪمرانن لاءِ واضح هئڻ گهرجي ته مسلم ليگ سنڌ ۾ پنهنجي ئي ناهيل ڄار ۾ ڦاسي پوندي. اڄ جيڪڏهن پنجاب کي ڪنهن به صوبي جي راءِ جو

ڪو بہ احترام ناهي تہ اهڙي سياسي سرشتي کي وفاق نٿو سڏي سگهجي. جڏهن ٽي صوبا پنهنجي ڪابہ ڳالهہ وفاق ڪان نہ مڃرائي سگهن تہ پوءِ پنجاب طرفان اهڙي قسم جي هڪ هٽي ڪيستائين قائم رهي سگهندي؟ پنجاب جيڪڏهن هروڀرو سموري ملڪ تي پنهنجي بالادستي قائم رکڻ گهري ٿو تہ ان لاءِ سموري جمهوري نظام کي هيٺ مٿي ڪرڻو پوندو. جيتوڻيڪ قومي اسيمبلي ۾ پنجاب جون سيٽون وڌيڪ آهن پر پنجاب صرف انهن سيٽن جي زور تي قانون سازي نہ ڪري سگهندو ۽ پنجاب جي من پسند قانونن خلاف سينٽ هڪ رڪاوٽ ثابت ٿيندي. ڇا پنجاب طرفان سينيٽ کي بہ ختم ڪرڻ جو ڪو ٻاراڻو پروگرام رٿيو ويو آهي؟ پنجاب جيڪڏهن باقي صوبن لاءِ اها راءِ قائم ڪري ورتي آهي تہ ڏنڊي جي زور تي سڀ ڪجهہ ٿي سگهي ٿو تہ اهڙي راءِ ڪنهن پهلوان جي تہ ٿي سگهي ٿي پر ڪو بہ Statesman اهڙي را ۽ نٿو جوڙي سگهي ۽ نہ ئي هو ڪنهن اهڙي صلاح تي عمل ڪرڻ لاءِ ڪنهن مس ايڊونچر تي راضي ٿيندو. ڪالاباغ ڊيم جي اعلان ٿيڻ ڪانپوءِ "پڳهاردارن" ممڪن آهي تہ وزيراعظم تائين صدين ڪان هلندڙ فارمولو يعني "سڀ ٺيڪ هي" وارو نياپو پهچائي ڇڏيو هجي پر حقيقت ۾ سڀ ڪجهہ هيٺ مٿي ٿي ويو آهي. محسوس ائين ٿي رهيو آهي تہ نواز شريف پنجاب جو هيرو ٿيڻ پيو چاهي. لاڙڪاڻي جو سنڌي "ذولفي ڀٽو" مضبوط وفاق جو حامي هو ۽ پاڪستان کي دنيا جي هڪ مضبوط رياست ڏاهڻ جي جدوجهد ڪندي هن ڦاسي قبول ڪئي پر پنجاب طرفان ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ جو فيصلو ملڪي سلامتي لاءِ هن وقت وڏي ۾ وڏو خطرو بڻجي چڪو آهي. سنڌ ۾ رهندڙ مختلف ٻوليون ڳالهائيندڙن ڪالاباغ ڊيم جي مخالفت جو جيڪو فيصلو ڪيو آهي اهو قابل تحسين آهي ۽ پنجاب جي انهن ماڻهن جي بہ سياسي بصيرت جو داد ڏيو جيڪي ڪالاباغ ڊيم کي "وفاق جي سالميت کي خطرو" سڏيندي ڊيم جي مخالفت ڪري رهيا آهن.

هن ڏس ۾ ٻي اهم ڳالهہ اها سامهون آندي پئي وڃي تہ ڪالاباغ ڊيم ٺهڻ سان بجلي سستي ٿيندي. جيڪڏهن بجليءَ جو

مسئلو ايترو اهم آهي تہ اها بجلي ايٽمي پاور پلانٽ جوڙي بہ حاصل ڪري سگھجي ٿي. هيستائين ايٽمي ميدان ۾ عالمي سطح تي اسان جو موقف اهو هو تہ اسين ائٽمي صلاحيت کي پرامن مقصدن لاءِ استعمال ڪرڻ چاهيون ٿا. پرامن مقصد معنيٰ بجلي ٺاهڻ هو. پاڪستان طرفان مختلف ملڪن سان ايٽمي ري ايڪٽرن بابت جيڪي معاهدا ڪيا ويا آهن تن ۾ اها ڳالهہ بلڪ واضح آهي تہ اسين ائٽمي قوت کي بجلي ٺاهڻ لاءِ استعمال ڪرڻ چاهيون ٿا. بجلي ٺاهڻ لاءِ اسان وٽ ٿر ۾ ڪوئلو وڏي مقدار ۾ موجود آهي ۽ ٿرمل بجلي آساني سان حاصل ڪري سگھجي ٿي. ڪالاباغ ڊيم مان بجلي ڪا مفت ۾ نہ ملندي. ڊيم جي اڏاوت تي جيڪو خرچ ايندو اهو تہ پنهنجي جاءِ تي پر ڊيم جي صرف Maintenance تي ئي گھڻو خرچ ايندو. ان ڪانسواءِ ٽرانسميشن لائين ۽ ٽرانسفارمر، گرڊ اسٽيشن وغيره جي سار سنڀال لهڻ تي بہ اربين رپيا خرچ ايندو ۽ ان سبب بجلي جا اگھہ تقريباً ساڳيا هوندا جيڪي اڄ آهن. ڇا ٽيڪنيڪلي اهو ممڪن آهي تہ جن ماڻهن کي ڪراچي نيوڪليئر بجلي گھر مان بجلي ڏني ٿي وڃي ۽ جن کي لاکڙا آئل فائرڊ پروجيڪٽ مان بجلي ڏني ٿي وڃي تن کان بجليءَ جي في يونٽ جي قيمت وڌيڪ ورتي ويندي ۽ ڪالاباغ ڊيم مان حاصل ٿيندڙ بجلي جن ماڻهن کي ڏني ويندي انهن کان گھٽ قيمت وصول ڪئي ويندي؟ بجليءَ جو اگھہ تہ ساڳيو رهندو!

سنڌونديءَ جي ڪناري دادو ضلعي جي ڪچي جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ "بنبيا" جي رهواسيءَ جي حيثيت سان واڳ ڏٽين تائين اها ڳالهہ پهچائڻ گھران ٿو تہ اسانجي زمينن جي آبادي فقط ٻوڏ تي ئي ٿئي ٿي. اسان جي ڪچي جي ماڻهن وٽ فقط "قاتل قميصون" ئي ڪل سرمايو آهن ۽ اسين گاسليٽ واري بتي، لالٽين بہ چيٽ لٿي وٺندا آهيون. جيڪڏهن ڪالاباغ ڊيم ٺهيو تہ اتي ڪابہ آبادي نہ ٿي سگھندي. ڪچي جي زمينن بابت نام نهاد ماهر چون ٿا تہ اتي جي زمينن تي ٽيوب ويل هڻي آبادي ڪئي ويندي. ٽيوب ويلن تي جيڪا بجلي خرچ ايندي ان جو خرچ سرڪار پاڻ تہ ڪونہ ڀريندي؟ اهو سمورو بار وري بہ اسان غريب

هارين تي ٿي پوندو. اج اسان ڪڇي وارن وٽ قاتل قميص آهي، ڊيم ٺهڻ ڪانپوءِ اسان لاءِ انگ ڍڪڻ به وڏو مسئلو ٿي پوندو. اهڙي صورتحال ۾ مايوسي وڌي ڪنهن وڏي ٻارڻ ۾ تبديل ٿيڻ بلڪل ممڪن آهي ۽ ڪالاباغ ڊيم قومي سلامتيءَ لاءِ تمام نقصانڪار ثابت ٿيندو. ۽ جيڪڏهن پنجاب اهو فيصلو ڪري ٿي ڇڏيو آهي ته بجليءَ جي بهاني باقي ٽن صوبن جي زمينن کي بنجر بڻائي ڇڏجي، انهن جي ساموندي ماحول کي تباهه ڪري ڇڏجي ۽ صرف پنجاب جي زمينن کي آباد ڪجي ته اهڙي سوچ ڪڏهن به ڳهرٻل مثبت نتيجا نه ڏيندي. پنجاب جي اهڙي فيصلي جي باقي سموري ملڪ ۾ شديد مخالفت ڪئي ويندي ۽ جيڪڏهن ڪالاباغ ڊيم جي اڏاوت جو فيصلو سگهوئي واپس نه ورتو ويو ته صورتحال قابو کان ٻاهر ٿي ويندي.



ابـرار قاضي

# بجليءَ لاءِ ڪالاباغ ڊئم ناهڻ واري ليکي جو پوسٽ مارٽم:

واٽر اينڊ پاور ڊولپمينٽ اٿارٽي(واپڊا) جي ساليانيءَ رپورٽ 88-89ع موجب ڪالاباغ ڊئم ڪيترن ئي مقصدن واري رٿا آهي. جن مان هڪ مکيه مقصد هيءُ آهي ته "مکيه لوڊ سينٽرن لڳ سستي هائيڊرو اليڪٽرڪ بجلي جو وڏو مقدار پيدا ڪرڻ ته جيئن زراعت، صنعت ۽ ڏيهي صارفين جي وڌندڙ بجلي وارين گهرجن کي پورو ڪري سگهجي."

مختصر طور هيئن چئجي ته واپڊا ڪالاباغ ڊئم جي ٻن مرحلن مان 3600 ميگاواٽ هائيڊل بجلي پيدا ڪرڻ گهري ٿو. پهرين مرحلي ۾ 2400 ميگاواٽ بجلي جي رٿا آهي ۽ ٻئي مرحلي ۾ 1200 ميگا واٽ بجلي پيدا ڪئي ويندي.

پاڪستان ۾ بجلي جي ضرورت وڌي شرح سان وڌي رهي آهي. 1985ع ۽ 1989ع جي وچ ۾ هر سال 12.25 سيڪڙو وڌيڪ بجلي جي ضرورت پيدا ٿي. ان ڪان اڳ بجلي جي کپت هر چئن سالن ۾ ٻيڻ ٿي ويندي هئي ۽ هن وقت سياسي غير يقيني ۽ معاشي بحران جي باوجود هر سال بجلي جي گهرج 8.3 سيڪڙو وڌي رهي آهي. پاڪستان هن وقت 11869 ميگاواٽ بجلي پيدا ڪري ٿو(6907 ميگاواٽ ٿرمل پاور، 4825 ميگاواٽ هائيڊل ۽ 137 ميگاواٽ بجلي پاڪستان جي اڪيلي نيوڪليئر پاور اسٽيشن ڪراچي ذريعي پيدا ڪئي وڃي ٿي.) ورلڊ بئنڪ جي رپورٽ موجب پاڪستان کي 2002 ۽ 2010ع جي وچ ۾ 10358 ميگاواٽ ضرورت وڌي ويندي ۽ ان سان ڪل پيداواري گنجائش 31265 ميگاواٽ ٿي ويندي.

پر هائيڊل ۽ ٿرمل بجلي جي پيداوار واري قيمت ۾ وڏو فرق

آهي. هائڊل بجلي جي پيداواري قيمت 5.65 پئسا في ڪلو وات ڪلاڪ آهي جڏهن تہ هڪ ٿرمل ڪلووات ڪلاڪن سراسري 72.12 پئسا آهي. چارٽ ۾ مختلف بجلي يونٽن جي پيداواري قيمت ڄاڻايل آهي.

| رينڪ اسڪيم | ميگاوات گنجائش | توانائي صلاحيت جي ڊبليو ايڇ ہر/اي | ڪل قيمت ملين آمرڪي ڊالر | يونٽ قيمت آمريڪي ڊالر ڪي ڊبليو ايڇ |
|---|---|---|---|---|
| 1. داسو | 2712 | 16781 | 3107 | 0.027 |
| 2. بنجي | 1290 | 8205 | 2689 | 0.058 |
| 3. هاءِ ٽڪوٽ | 2415 | 18109 | 5200 | 0.064 |
| 4. لو ٽڪوٽ | 1043 | 7820 | 2566 | 0.069 |
| 5. پٽڻ | 1172 | 869 | 2968 | 0.071 |

(ميڪو رينڪنگ رپورٽ تان ورتل) اپينڊيڪس - 12

انهيءَ چارٽ مان بہ خبر پوي ٿي تہ هائڊل في ڪي ڊبليو ايڇ رڳو 5.65 پئسا آهي، جڏهن تہ ٿرمل سراسري طور 72.12 پئسا آهي.

ان مان ظاهر ٿئي ٿو تہ هائڊل بجلي پيدا ڪرڻ جو سڀ کان وڌيڪ موزون ۽ سستو وسيلو آهي. پر ڪن ٽورن ماڻهن کي سنڌونديءَ جي پاڻي تي دارومدار رکندڙ هائڊل بجلي سان واڳيل خامين جي خبر آهي. ٻوڏ واري موسم ۾ (جون کان سيپٽمبر) هر سال هائڊل بجلي چوٽ چڙهي ويندي آهي جڏهن تہ سياري جي مهينن ۾ پيداوار 25 سيڪڙو کان بہ گهٽجي ويندي آهي. مثال طور 85.84ع ۾ تربيلا وڌ ۾ وڌ 1014.1 ڪي ڊبليو ايڇ پيدا ڪئي ۽ سياري جي مهينن ۾ وڌ ۾ وڌ پيداوار 287.7 جي ڊبليو ايڇ (اٽڪل 25 سيڪڙو) پيداوار ٿي ويئي.

تنهن ڪري هر هائڊل بجلي يونٽ مان توانائي جي مستقل سپلاءِ کي برقرار رکڻ لاءِ سياري جي مهينن ۾ هڪ اضافي ٿرمل يونٽ جي ضرورت هوندي. اها ضرورت ان وقت تائين جاري رهندي جيستائين هائڊل پاور ڊئم کي مستقل پاڻي فراهم ڪرڻ لاءِ ڪو ميڪنزم استعمال ڪيو وڃي. اهو ئي تہ آهي جيڪو سنڌ مطالبو ڪري رهي آهي.

ٻاشا ڊيم جيڪا ڪالاباغ جي جاءِ تي تربيلا جي اوپاري پاسي

آهي، تنهن جي لڳاتار حمايت ڪندي سنڌ جو دليل هيءُ آهي تہ تربيلا جي 15579 جي ڊبليو ايچ توانائي واري پيداوار ۾ 20 سيڪڙو واڌارو ڪري سگهجي ٿو. ڇاڪاڻ تہ ياشا ڊئم مان تربيلا ۾ پاڻي جو مستقل وهڪرو ان جي ضرورت کي ٻن کان ڇهن مهينن تائين ڇوڻ چاڙهي ڇڏيندو.

جيڪڏهن مقصد رڳو هائڊل بجلي جي پيداوار آهي تہ پوءِ سنڌ ٻيو متبادل هيءُ پيش ڪري ٿي تہ هائڊل بجلي لاءِ ٻيون بهتر رٿائون موجود آهن، مثال طور غازي بروٿا پروجيڪٽ آهي (جنهن لاءِ پاڻي جمع ڪرڻ جي بہ ضرورت ناهي).

غازي بروٿا پروجيڪٽ سنڌونديءَ تي 52 ڪلوميٽر ڇڪر ڪاٽي اچي ٿي اها رٿا غازي ڳوٺ جيڪو تربيلا جي لهواري پاسي 6 ڪلوميٽر تي واقع آهي کان شروع ٿي بروٿا ڳوٺ جي پاور ڪمپليڪس وٽ ختم ٿئي ٿي. غازي بروٿا رٿا ۾ 25 هزار ايڪڙ فوٽ جون 2 ننڍيون ڍنڍون شامل آهن ۽ انهن جي پيداوار 1450 ميگاواٽ هوندي. انهيءَ رٿا تي 2 ارب ڊالر خرچ ايندا ۽ 2000ع ۾ پيداوار ڏيڻ شروع ڪندي. سيئي ماهر ان خيال جا آهن تہ هائڊل بجلي جي ان سڄي عمل ۾ پاڻي جو زيان نہ ٿيندو.

پاڪستان ۾ 30000 ميگاواٽ هائڊل بجلي پيدا ڪرڻ کان بہ وڌيڪ وسيلن جي نشاندگي ڪئي وئي آهي، پر انهن سان رڳو 4825 ميگاواٽ حاصل ڪئي ويئي آهي. نفاذ لاءِ تيار هائڊل صلاحيت 5200 ميگاواٽ آهي، فزيبلٽي ۽ پري-فزيبلٽي رٿائن جي صلاحيت 6800 ميگاواٽ ٿئي ٿي ۽ نشاندهي ڪيل هائڊل صلاحيت 16700 ميگاواٽ آهي. (اها معلومات واپڊا جي رپورٽ مان ورتي ويئي آهي) سيئي هائڊل پاور جنريشن-ڪم-اسٽوريج پروجيڪٽس جيڪي تربيلا جي اوياري پاسي آهن، سنڌ لاءِ قابل قبول آهن، ڇاڪاڻ تہ اهي سيئي ڪيري اوور ڊئم آهن. فني طور تي اهي سيئي خواهش پٽاندڙ آهن ۽ وڏي ڳالهہ تہ سنڌ انهن ڊئمن سبب پاڻ کي وڌيڪ محفوظ تصور ڪندي ڇاڪاڻ تہ انهن ذريعي ڪوبہ ڪئنال نہ ڪنيو ويندو.



ابرار قاضي

# پنجاب ڪالاباغ ڊئم لاءِ لاهي پائي ڇو بيٺو آهي؟

10-8 بلين ڊالرز جي رقم ڪالاباغ ڊئم جو بنياد ان سمجهائيءَ تي آهي ته پنجاب ۾ سنڌوندي تي وڏي ڊيم ٺاهڻ گهرجي. نواز شريف حڪومت انهيءَ سمجهاڻي جو جواز پيش ڪري رهي آهي. حڪومت جي ڪوشش سان ان ڳالهه جو ڪو تعلق ناهي ته پاڪستان جي مالياتي ۽/ يا قدرتي وسيلن کي وڌ کان وڌ استعمال ڪجي.

60ع جي ڏهاڪي جي شروعات ۾ ڊئم لاءِ رڳو ٻه هنڌ هئا. هڪ تربيلا ۽ ٻيو ڪالاباغ پر ڪالاباغ کي شامل ڪرڻ جو ڪو ٺوس بنياد نه هو. پرڏيهي صلاحڪارن ۽ فني ماهرن صدر ايوب خان کي تجويز ڏني ته انهن ٻنهي هنڌن مان رڳو تربيلا بهتر جاءِ آهي ڇاڪاڻ ته ان جي آسپاس وڏا جبل ۽ وسيع ان ڇينل علائقو آهي جتي 11 ملين ايڪڙ فوٽ(ايم اي ايف) جي ذخيري جي گنجائش آهي.

پر پنجاب لابي ڪالاباغ ڊئم لاءِ دٻاءُ جاري رکيو ۽ ايوب خان هنن کي اهو چئي خاموش ڪيو ته ٻي ڊئم ڪالاباغ وٽ ٺاهي ويندي. تنهن ڪانپوءِ پنجاب لابي کي خوش رکڻ واري اها پاليسي هر حڪومت جاري رکي، اهو ئي سبب آهي جو ڊئم تي اڳواٽ ئي هڪ ارب رپيا خرچ ٿي چڪا آهن ۽ ان رقم کي ڊئم جي اڏاوت لاءِ جواز طور پيش ڪيو وڃي ٿو، پر ڊئم تي جيتري رقم خرچ ايندي ان جي اڌو اها ته ڪجهه به ناهي اهڙيءَ طرح ڪالاباغ ڊئم کي سياسي مسئلو بڻائڻ جو آغاز پنجاب ڪيو. جيئن ته پنجاب اڪثريتي صوبو آهي تنهن ڪري ان هر حڪومت تي ڪالاباغ ڊئم ٺاهڻ لاءِ لڳاتار دٻاءُ وڌو آهي. باوجود ان جي ته ٻيا صوبا شديد مخالفت ڪندا رهيا آهن.

پنجاب رڳو ڪالاباغ ڊئم تي ضد ٻڌي ڇو بيٺو آهي؟ ان جو سڀ کان وڏو سبب سنڌو درياءَ جي پاڻي جي چوري ڪرڻ آهي. بجلي پيدا ڪرڻ وارو سوال تمام دير 90ع جي ڏهاڪي ۾ شامل ڪيو ويو

آهي. انهيءَ وٽندڙ جواز کي هاڻي وڌي اهميت ڏياري ويئي آهي. پر ڪالاباغ ڊئم جي ڊزائن جنهن کي گذريل سالن دوران پئي بدلايو ويو آهي اها ثابت ڪري ٿي تہ ڪالاباغ ڊئم بنيادي طور تي آبپاشي لاءِ ڊئم آهي جيڪا ڳالھ سنڌ لاءِ هاڃيڪار آهي. ہ مين لائن ڪئنال جلالپور فيڊر ۽ مهاجر برانچ ڊئم کان سڌي طرح ڌار ڪيا ويندا. ڇا 6 ايم اي ايف واري ڪالاباغ ڊئم رڳو پنجاب لاءِ آهي؟

ڊيم جي ڪا ڄاڻ ناهي جيڪا سڌيءَ طرح ذخيري مان آبپاشي لاءِ پاڻي سپلاءِ ڪندي، شايد ان جو سبب هيءُ آهي تہ پاڻي جمع ڪرڻ وارو مقصد ئي فوت ٿي ويندو. ان ڳالھ مان ڪالاباغ ڊئم ناهڻ پٺيان اصل ارادن بابت گهڻو ڪجھ معلوم ٿئي ٿو. ماهرن جائزو پيش ڪندي چيو آهي تہ ٻين ندين ۾ برساتين ۽ وهڪرن سبب 5.3 ايم اي ايف Symphoned-off ٿي ويندا. جاري تيل ان فلوز (وهڪرن) سبب پاڻي جي سطح کي برقرار رکيو ويندو ۽ ان وقت ڪا ذهانت ڪم نہ ايندي. نيٺ پاڻي چوري ڪرڻ جي ڪشش ڪئي ويندي زراعت ۽ ملڪ جي آبهوائي علائقن جي حوالن سان پاڻي ان خاص وقت چوري ڪيو ويندو جڏهن سنڌ ۾ اڳواٽ پلانٽنگ ۽ لاباري جي مند ۾ انکي پاڻي جي شديد ضرورت هوندي. ان وقت ندين ۾ پاڻي جي لاٽ هوندي آهي ۽ سنڌ لاءِ بنھ گهٽ هوندو آهي. ڪالاباغ ڊئم ذريعي هيٺين علائقن لاءِ جيڪو پاڻي موجود هوندو ذخيري ۾ جمع ڪيوويندو ۽ پنجاب وٽ ڪئنالن ذريعي سياري جي آبپاشي ۽ بمپر ڪراپس(سٺي فصلن) لاءِ جوڳو پاڻي موجود هوندو. ٻئي طرف ڪالاباغ ڊئم ذريعي سنڌ جي زراعت لاءِ شديد خطرو پيدا ٿيندو ڇاڪاڻ تہ ربيع جي سڄي مند دوران پاڻي جي کوٽ هوندي. ڊئم سبب شديد متاثر ڪوٽڙي بئراج ۾ ايندڙ علائقا ۽ ڪراچي ۽ حيدرآباد شهر ٿيندا. پيڇڙي وارن علائقن کي پاڻي کان محروم ڪرڻ اقوام متحده جي قانونن موجب بين الاقوامي ڏوھ آهي. ممڪن آهي ڪنهن کي اهو عجيب لڳي پر ان امڪان تي ويچار ڪريو تہ جيڪڏهن ان معاملي کي انٽرنيشنل ڪورٽ آف جسٽس ۾ چئلينج ڪيو وڃي ۽ عالمي عدالت ۾ پيڇڙيءَ وارن جي حق ۾ فيصلو

ڏيئي ان سان پڻ هتي واضح فرق نہ پوندو. پر ايترو ٿيندو تہ وفاق جو تصور دفن ٿي ويندو ۽ ڪليل شڪار واري موسم جو اعلان ٿي ويندو، ڇاڪاڻ تہ پاڻي ۽ رت خسيس شئي ناهن، اسرائيل ۽ عربن وچ ۾ صلح نہ ٿيڻ جو هڪ مکيہ سبب اهو ئي آهي تہ اردن ندي تي ڪنهن جو ڪنٽرول هجي؟

پنجاب جنرل ضياءَ جي آمريت ۾ پنهنجي 35 ايم اي ايف جي حصي ۾ 3 ايم اي ايم جو اضافو ڪري ڇڏيو. ضياءَ پڻ فيوڊل لابي ۽ هٿياربند فوج جي دٻاءَ هيٺ ائين ڪيو جيڪا هن جي سگهہ جو وسيلو هئي. تنهن ڪانپوءِ پاڻي جي انگن اکرن مطابق پنجاب وڌيڪ ٥ ايم اي ايف ڪٽڻ شروع ڪيا. اها ڳالهہ ان مان واضح آهي تہ گذريل سال سنڌ ۾ ربيع جي مند ۾ پاڻي جي شديد ڪوٽ هئي. ڪالاباغ ڊئم سبب پنجاب ۾ پيداواري گنجائش وبتر وڌي ويندي پر ان جي قيمت سنڌ جي زراعت کي ادا ڪرڻي پوندي.

سنڌو درياءَ ۾ گهٽايل پاڻي سان نہ رڳو سنڌ جي زراعت کي هاڃو رسندو پر روراٺن ۽ درياءَ جي ڊيلٽا کي پڻ نقصان ٿيندو. جيڪڏهن ڪالاباغ ڊئم پاڻي جو وهڪرو وڌيڪ گهٽايو تہ پوءِ ان جا انتهائي هاڃيڪار اثر پوندا.

پهرين ڳالهہ اهو ويساهہ تہ ڪوٽڙي بئراج جي هيٺين پاسن ڏانهن پاڻي جو وهڪرو اجايو زيان آهي تنهن مان بند ذهنيت ۽ تنگ نظري جي عڪاسي ٿئي ٿي جيڪا ڳالهہ ناقابل يقين آهي ۽ جهالت جي اها سطح هڪ داغ آهي. پاليسي ساز قوم کي اهو يقين ڏيارين ٿا تہ 35 ايم اي ايف پاڻي سمنڊ ۾ هيٺ وڃي ٿو. پر اهو ڪوڙ آهي 94 ايم اي ايف مان 40 پنجاب ڪٽي ٿو، سنڌ کي 35 ايم اي ايف ملن ٿا ۽ 19 ايم اي ايف روراٺن علائقن ۽ ڊيلٽا ۾ وڃن ٿا.

مڪار بيورو ڪريٽن جي دعوائن جو نبياد104 ايم اي ايف تي آهي جيڪا گنجائش 12 سالن ۾ هڪ يا 2 ڀيرا پيدا ٿئي ٿي. اهو ڪوڙ پاڻي واري معاهدي جو بنياد آهي، جنهن سبب سنڌ ۾ پاڻي جي ڪوٽ

پيدا ٿي آهي. واپڊا عملدارن ٽيليويزن تي ڀڌايو ته ويرن جي وهڪري جي تصديق نٿي آهي. اهو پاڻ ڪوڙ آهي. گذريل 7 ۽ 8 سالن دوران ڪاري پاڻي جون لهرون زمين ۾ ڊيلٽا ريجن ۾ داخل ٿي چڪيون آهن. انهن لهرن جا اثر ڳاڙهو تائين محسوس ڪيا ويا آهن. جڏهن قدرتي ماحول کي بگاڙيو ويندو آهي ته پوءِ فطرت ردعمل ڏيکاريندي آهي. پاڪستان وٽ قدرتي ۽ وڏندڙ ساحلي ڪنارو هو پر اڄ اهو تازي پاڻيءَ جي کوٽ سبب ختم ٿي رهيو آهي. اهو فطري عمل جي واپسي وارو سفر آهي جنهن ساموندي ڪناري کي سکر کان اوستائين ڏکيو آهي جتي اڄ اهو موجود آهي.

مختصر طور ڪالاباغ ڊيم پنهنجي هنڌ ۽ ڊزائن سان خود گواهي ڏيئي رهي آهي ته اها رڳو پنجاب جي فائدي لاءِ آهي پر ان جي قيمت سنڌ کي ادا ڪرڻي پوندي. ڊيم ذريعي سنڌو درياءَ جا 10 ايم اي ايف پنجاب جي آبپاشي لاءِ حاصل ڪيا ويندا. ان سان سنڌ جي زراعت کي شديد ڌڪو رسائڻ کان علاوه شهرن ۽ ڳوٺن ۽ ڊيلٽا ڏانهن پاڻي جي سپلاءِ پڻ رڪجي ويندي.

## ڪالاباغ ڊيم ڪڏهن به آپشن نه هو:

ڪالاباغ جو بنياد عجيب ۽ غير آزمايل مورين واري ڍانچي تي آهي. لٽ جي ڪري مورين کي ڊزائن ۾ شامل ڪيو ويو آهي. مورين کي جون جولاءِ ۽ آگسٽ ۾ لٽ هٽائڻ لاءِ ڪوليوويندو پر ان حقيقت جي باوجود ڪالاباغ ڊيم جي عمر رڳو 30 سال هوندلي.

دراصل جنهن ڳالهه جي نشاندهي ٿيئي ٿي اها هيءَ آهي ته جڏهن سنڌو درياءَ ۽ ڪابل ندي جو پاڻي ان هنڌ تي پهچندو ته اهو تيز وهڪري ۾ نه هوندو بلڪ آهستي وڌڻ شروع ڪندو ڇاڪاڻ ته ڊيم ننڍين ٽڪرين ۾ واقع آهي. ڪالاباغ ڊيم جي ننڍي ڇمار جو ٻيو سبب هيءَ آهي ته درياءَ جو هڪ ڀاڱي ٽي لٽ ڪابل ندي مان اچي ٿو. اهو لٽ سڌيءَ طرح ڪالاباغ ڊيم ۾ ايندو. واريسڪ ڊيم وڏيڪ لٽ جذب نٿي ڪري سگهي ڇاڪاڻ ته اها اڳ ۾ ئي پورجي چڪي آهي پوءِ ڇا

اها ڳالهه حيران ڪندڙ آهي ته ماهرن صدر ايوب خان کي ڪالاباغ وٽ ڊئم نه ٺاهڻ جي تجويز ڏني هئي ۽ ان جي جاءِ تي تربيلا جي چونڊ لاءِ چيو هو. پر اجا به وڏيڪ اهم نقطو هيءُ آهي ته ڪالاباغ ڊئم جي پاڻي گڏ ڪرڻ واري گنجائش جي عمر تربيلا ڊئم سان گڏ ختم ٿيندي جيڪا ڊئم 1973ع ۾ ٺاهي ويئي هئي. ڇا 10.8 ارب ڊالر ڊئم تي خرچ ڪرڻ پٺيان ڪو منطق آهي جيڪا رقم تربيلا جي رقم کان چار ڀيرا وڏيڪ آهي ڊئم پنجاب جي حڪمران طبقي کانسواءِ ٻيو ڪهن جو آپشن ناهي.

قدرتي وسيلن جي "انڊر ڊيولپمينٽ" هڪ ناقابل واپسي "فنامنا" آهي ۽ ايندڙ نسلن کي غلط فيصلن سبب ڀوڳڻو آهي جيئن ته مالياتي ۽ قدرتي وسيلا هميشه لاءِ ناهن هوندا تنهن ڪري عوام جي ڀلائي ان ۾ آهي ته گهٽ رقم تي گهٽي مقدار ۾ وڌ ۾ وڌ فائدا حاصل ڪيا وڃن. جيئن ته صنعتي لابي ملڪ تي حڪمران آهي تنهن ڪري وڏيڪ ذهانت جو اظهار ڪرڻ گهرجي پوءِ ڪالاباغ ڊئم تي اصرار ڇو؟ جيڪڏهن مقصد پاڻي جمع ڪرڻ ۽ بجلي پيدا ڪرڻ آهي ته پوءِ حڪمران تربيلا جي مٿين پاسي (اپ اسٽريم) وارن هنڌن تي ڇو نٿا ويچارين. تربيلا جي انهن هنڌن تي 40 هزار ميگاواٽ بجلي پيدا ڪرڻ جي گنجائش آهي. ماهر چون ٿا ته ڀاشا ڊئم ۽ داسو ڊئم جي ترتيبوار 8 هزار ۽ 9 هزار ميگاواٽ گنجائش آهي، جيڪا ڪالاباغ ڊئم جي بجلي واري صلاحيت کان ٽي ڀيرا وڏيڪ آهي. انهن جي پاڻي جمع ڪرڻ واري گنجائش 10 ايم اي ايف آهي جڏهن ته ڪالاباغ ڊئم جي 6 ايم اي ايف آهي. مذڪوره ٻنهي ڊئمن جي ڄمار 70 سال آهي جيڪا ڪالاباغ ڊئم کان اڍائي ڀيرا وڏيڪ آهي. ڇاڪاڻ ته اهي لٽ جي وسيلن کان مٿانهون آهن. ٻئي ڊئم ٿوري وقت ۾ ٺاهي سگهجن ٿيون جڏهن ته ڪالاباغ جي تعمير ۾ 10 سال لڳي ويندا. اجا به اضافي فائدو هيءُ آهي ته ڪالاباغ ڊئم بدران اهي ٻئي ڊئم وهڪري ۽ لٽ کي ريگوليٽ ڪري تربيلا ڊئم جي عمر 20 سال وڌائي ڇڏيندا.

انهن ٻنهي ڊئمن جي قيمت ڪالاباغ ڊئم جي قيمت برابر آهي ڇاڪاڻ ته ڪالاباغ ڊئم لاءِ وڏين پئين ٺاهڻ جي ضرورت هوندي. ان مان

ظاهر ٿئي ٿو تہ ڪالاباغ بدترين آپشن آهي پوءِ ڪالاباغ ڊئم تي اصرار ڇو ٿو ڪيو وڃي. جڏهن تہ اها واضح طور قومي مفاد ۾ ناهي.

## بي بنياد سرڪاري پروپيگنڊا:

سنڌ تباهہ ٿي ويندي اهو هڪ جذباتي نعرو ناهي. ايڪو-سٽيجمينٽ، ماحول ۽ آلودگي بابت ڏيهي ۽ پرڏيهي ماهرن اهڙي ئي راءِ ڏني آهي. ڪالاباغ ڊيم جي تعمير واري اعلان جو بنياد سياسي آهي ان ۾ ملڪ جي مجموعي ڀلائيءَ وارو ڪو عمل دخل ناهي. سنڌ جو احتجاج جائز آهي، انهن ڪان پنهنجي بقا جو آخري وسيلو بہ ڪسيو پيو وڃي. مان ان اشو خلاف ڪا نئين ڳالهہ نہ ڪري رهيو آهيان. مضمون جي پڇاڙي ۾ پڙهندڙن کي احساس ٿي ويندو تہ اهو وڏي مڇي هٿان ننڍي مڇي کي کائڻ وارو معاملو آهي. حقيقتون هن طرح آهن: آءِ يو سي اين انڊس ڊيلٽا ۾ تبديلين بابت هڪ تحقيق ڪئي آهي جيڪا اها معلوم ڪرڻ جي ڪوشش آهي تہ جوڪم ڪهڙا آهن ۽ ڪهڙا معاشي ۽ سماجي فائدا ختم ٿي ويندا. تحقيق موجب گذريل پنجاهہ سالن ۾ انڊس ڊيلٽا ۾ وڏيون تبديلون آيون آهن. حالت وڃي اها بيٺي آهي جو 5 ڊسٽريبيوٽري چينل مان رڳو هڪ بچيو آهي جيڪو حقيقت ۾ هڪ سال ۾ ٻن ڪان ٽي مهينا هلي ٿو. 1991ع ۾ ٽيل سنڌو معاهدي ۾ 10 ايم اي ايف مقرر ڪيا ويا آهن. ڪوٽڙي جي هيٺاهين پاسي کي ڏسندي امڪان اهو آهي تہ ايندڙ ٿورن سالن ۾ ڊيلٽا ۾ تازو پاڻي نہ پهچندو. جڏهن تازو پاڻي هوندو هو تہ تمر جا پنج قسم هوندا هئا هاڻي وڃي رڳو هڪ بچيو آهي. (ٻئي قسم کي تجربي طور پوکيو وڃي پيو) کاري پاڻي سبب ٻيا قسم تباهہ ٿي ويا باقي رهيل تمر جي وڻن کي ماڻهو باهہ ۽ گهرن جي اڏاوت لاءِ ڪٽي رهيا آهن.

1990ع ۾ سيٽلائيٽ فوٽوگرافي ۾ ساڳي علائقي کي ايندڙ ڪجهہ سالن ۾ ويران ٿيندي ڏيکاريو ويو آهي. ويوئل جائزي ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ 1977ع ۾ ڊيلٽا جو علائقو 260000 هيڪٽر هو جيڪو 1990 ۾ 16000 هيڪٽر ٿي ويو آهي. هن وقت اهو علائقو 125000

هيڪٽر ڪان به گهٽجي ويو آهي. مستقبل ۾ ان جا اثر هاڃيڪار هوندا. باقي رهيل وٽن تي انساني دٻاءُ وڌي رهيو آهي اتي وٽن کي بچائڻ لاءِ ڪي اپاءُ نٿا ورتا وڃن ۽ هڪ پيرو جيڪڏهن تمر جو وڻ غائب ٿي ويو ته پوءِ ان جي ٻيهر پيداوار جي ڪا اميد ناهي. جيڪڏهن هن وقت ڪوٽڙي مان پاڻي جاري ڪيو وڃي ته اهو ان علائقي تائين نه پهچندو جتي پاڻي کي هئڻ گهرجي. بلڪ پاڻي رڻ ڪڇ ڏانهن هليو ويندو. 1832ع جي سروي ۾ ڏيکاريو ويو آهي ته 4 ميل اندر سمنڊ ۾ پاڻي تازو هو. تمر جا ڪجهه وڻ ساحل ڪان پري ڏسڻ ۾ اچن ٿا جنهن مان ظاهر ٿئي ٿو ته ان وڻ جي پوکي لاءِ زمين اجا سازگار آهي پر ان کي ڪيتري عرصي تائين برقرار رکي سگهجي ٿو. يقينن صدين تائين ائين نٿو ڪري سگهجي. ڪورنگي ڪراچي ڪريڪ جو ڪارو علائقو 25 سيڪڙو مان وڌي 45 سيڪڙو ٿي ويو آهي. نتيجي ۾ وڻ ختم ٿي ويا آهن اها ئي صورتحال تمر جي وٽن سان آهي. مڇيون پڻ ختم ٿي رهيون آهن.

قاضي انوار الحق (اي سي اي) لاهور حڪومت کي گمراهه ڪندڙ رپورٽ ڏني آهي ته ڪالاباغ ڊئم سبب ڊيلٽا علائقي جي بگاڙ هو ۽ چوگازو ۾ نهرن واري نموني ۾ ڪو فرق نه ايندو. ان علائقي ۾ بڪرا، منگلا ۽ تربيلا ڊئم سبب تبديلي نه آئي هئي تنهن ڪري ڪالاباغ ڊئم جو به ان تي اثر نه پوندو.

قاضي عبدالمجيد ساڳي مسئلي تي لکيو آهي ته سنڌ ۾ رورائن علائقو1675000 ايڪڙ هو. جنهن ۾ آبادي لائق علائقو 155000 ايڪڙ ۽ ٻيلي وارو علائقو 600000 ايڪڙ هو. نديءَ جي وهڪري جي لڳاتار گهٽتائي سبب ان علائقي جو گهڻو حصو بربادي هيٺ آهي. ڪالاباغ ڊئم صورتحال کي وڌيڪ بگاڙڻ بدران ان حالت کي منهن ڏيڻ لاءِ مثبت قدم کڻڻ جي ضرورت آهي.

ڏکڻ ايشيا ۾ سڀ کان وڏي ڊيلٽا منڇر جو سڄو دارومدار سنڌونديءَ تي آهي ۽ رڳو ان وقت پربي آهي جڏهن سنڌونديءَ ۾ پاڻيءَ

جي سطح چوٽ چڙهيل هوندي آهي. هن وقت اها ڏنڍ ڍري گهڻ خشڪ آهي ۽ سنڌ حڪومت ان کي گند جو ڍير بڻائي ڇڏيو آهي.

هاڻي پلو ڪي به وسارڻو پوندو، ان جي زندگي جو دارومدار تڪ سامهون ترڻ ۾ آهي جڏهن اتي ڪا ندي نه هوندي ته پلو به نه هوندو. سڏوندي۽ جو اهو علائقو هاڻي راوي جيئان نالي۽ ۾ تبديل ٿي رهيو آهي. ڪراچي مان صنعتي آلودگي اوڏانهن موڪلڻ سبب حالت ويتر خراب ٿي رهي آهي.

آءِ يو سي اين جي ڊاڪٽر ابوالفرح ڪالاباغ ڊئم بابت پنهنجي تحقيق ۾ چيو آهي ته انڊس بيسن رور سپلائز مان نشاندهي ٿئي ٿي ته ڪنهن نئين رٿا لاءِ پاڻي موجود ئي ناهي. ڪالاباغ ڊئم سبب سنڌ لاءِ پاڻي جي سپلاءِ وڏيڪ گهٽجي ويندي. پروفيسر سعيد احمد خان پنهنجي تحقيق ۾ چيو آهي ته پوڪ لائق علائقا ويراني جي ور چڙهيل آهن ۽ ان سان فزيڪل ۽ بايولاجيڪل پيداوار ۾ پڻ ڪمي ايندي.

واپڊا جو اڳوڻو جي ايم اي آر ميمڻ لکي ٿو ته پاڪستان جي مفاد خاطر ڪنهن نئين ڊئم جي رٿا کي رد ڪيو وڃي. هو متبادل پيش ڪندي چوي ٿو ته پاڻي جي صوبائي حصن بشمول ٻوڏن ذريعي، ڪئنالن کي سنوار سگهجي ٿو، جنهن تي خرچ به گهٽ ايندو ۽ پاڻي جي حفاظت ۽ مورين جوقيام صورتحال ۾ بهتري آڻي سگهي ٿو. ان سان بحران به پيدا نه ٿيندو.



ابرار قاضي

# پنجاب ۽ واپڊا اعتماد جوڳا ناهن

سنڌ طرفان ڪالاباغ ڊئم جي مخالفت جو هڪ وڏو سبب هيءُ آهي تہ سنڌ، پنجاب ۽ واپڊا تي ڀروسو نٿي رکي. شايد انهن شڪن ۽ بداعتمادي کي سگهہ سنڌي عوام جي ان گهري ڳڻتي مان ملي ٿي تہ پنجاب، سنڌ کي سياسي ۽ معاشي طرح غلام رکڻ گهري ٿو تنهن ڪري پاڻي جي اهم سپلاءِ تي ڪنٽرول جون ڪوششون ٿي رهيون آهن.

ممڪن آهي سنڌي ماڻهو ڊئم پٺيان پنجاب جي ٻين مقصدن جي جيڪا ڳالهہ ڪري رهيا آهن اها درست نہ هجي پر ٻنهين پنجاب ۽ واپڊا (جيڪي ساڳي ٻولي ڳالهائين ٿا) سنڌ جي شڪن ۽ ڳڻتين کي دور ڪرڻ لاءِ ڪجهہ نہ ڪيو آهي. سنڌ حڪومت طرفان ڊئم جي ٻين متبادل هنڌن ۽ پاڻي جي انتظام لاءِ ٻين حڪمت عملين کي اتي جو اتي رد ڪرڻ ۽ رڳو ڪالاباغ ڊئم تي اصرار ڪرڻ سبب پنجاب ۽ واپڊا وڏيڪ بداعتمادي کي پکيڙيو آهي ۽ سنڌي ماڻهن جي ذهنن ۾ وڏن شڪن کي جنم ڏنو آهي. ان ڏس ۾ ڪيترائي مثال حوالي طور ڏنا ويا آهن. جيڪي ان گهري بي اعتمادي جو ڪارڻ آهن.

### 1). پاڻي جي ٽيپنگ جي ڪڏهن بہ وضاحت نہ ڪئي وئي آهي.

شروع ۾ ڪالاباغ ڊئم رڳو پاڻي جي ذخري واري رٿا هئي پر 1973ع واري تيل جي بحران ڪانپوءِ رٿا ۾ هائڊل بجلي جي پيداوار وارو عنصر اضافي طور شامل ڪيو ويو. واپڊا يا پنجاب جي ڪنهن بہ سياستدان يا بيورو ڪريٽ ڪنهن بہ مرحلي تي ڊئم مان پاڻي جي ٽيپنگ جي ڄاڻ نہ ڏني. ان جي برعڪس تنهن وقت جي پاڻي ۽ بجلي واري وزير غلام مصطفيٰ کر ان ڳالهہ تي زور ڏنو تہ اها رڳو موري ۽ هائڊل بجلي واري ڊئم آهي، پوءِ اوچتو مارچ 1985ع ۾ سينيٽ ۾

سينيٽر خورشيد احمد جي سوال جي جواب ۾ چيو ويو تہ ڪالاباغ ڊئم جي ڪاہي پاسي تي 170 ميل (272 ڪلوميٽر) طويل 15 هزار ڪيوسڪ وارو ڪئنال (475 سي ايم/ ايس) ميانوالي، خوشاب ۽ جهلم ضلعن جي ہنهي پاسن واري اٽڪل 370775 ايڪڙن (145000 هيڪٽر) جي پوک لاءِ پاڻي فراهم ڪندو ۽ ان سان منگلا جي علائقن ۾ پاني واري ڪوٽ ڪي پڻ پورو ڪيو ويندو.

اهو ڪئنال هر سال 6.66 ايم اي ايف پاڻي ڪالاباغ ڊئم مان حاصل ڪندو. هاڻي اهو معلوم ٿيو آهي تہ ڪالاباغ ڊئم جي ساڄي پاسي تي 15 هزار ڪيوسڪ وارو ٻيو ڪئنال ٺاهيو وڃي ٿو جنهن سان ڊيره اسماعيل خان جي 2.12 ملين ايڪڙ ڪي آماد ڪيو ويندو ۽ ان لاءِ هر سال وڌيڪ 6.2 ايم اي ايف حاصل ڪيا ويندا.

ڳالهہ صاف آهي تہ ڪالاباغ ڊئم نہ رڳو 6.1 ايم اي ايف جمع ڪندو پر وڌيڪ 12.75 ايم اي ايف آبپاشي مقصد لاءِ ڪڙڪايا ويندا. سنڌ لڳاتار دليل ڏئي رهي آهي تہ سسٽم ۾ پاڻي آهي ئي ڪونہ، پاڻي جي موجودگي واري صورتحال تي ڪنهن اتفاق ڪانسواءِ سنڌ ڪي هميشه ڳڻتي رهي ٿي تہ پهرين پاڻي پنجاب ڪٽندو ۽ پوءِ پڇڙيءَ وارن ڪي نئين انتظام ڪي قبول ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو ويندو. بلڪل جيئن تونسہ، پنجند ۽ چشمہ-جهلم (سي جي) لنڪ ڪئنال واري سسٽم ڪي قبول ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو ويو.

**2). تونسہ-پنجند(ٽي پي) ۽ چشمہ-جهلم (سي جي) لنڪ ڪئنال:**

تونسہ-پنجند(ٽي پي) ۽ چشمہ-جهلم(سي جي) انهن سٽن ڪئنالن ۾ شامل 2 ڪئنال آهن جيڪي 1960ع ۾ انڊس واٽر ٽريٽي هيٺ ٺاهيا ويا هئا ۽ جن جو مقصد ضرورت وقت ٽن اوڀارين ندين جي خشڪ بيڊس لاءِ سنڌو نديءَ مان پاڻي حاصل ڪرڻ هو.

ڀارت سان ڳالهين دوران انهن ڪئنالن جي آپريشن جو مقصد پاڪستان ۾ ڏيهي پاڻيءَ جو انتظام ڪرڻ هو، پر ملڪ لاءِ بهتر مفاد حاصل ڪرڻ لاءِ مذاڪراتي ٽيم انڊس بيسن ايڊوائزري بورڊ، انڊس

بيسن کي ٻن زون (علائقن) چناب-جهلم ۽ انڊس زونس ۾ ورهايو. انڊس واٽر ٽريٽي هيٺ ڀ ڊئم ۽ کل ست لنڪ ڪئنال ٺاهيا ويا پر ان وقت کان 12 هزار ڪيوسڪ تونسه-پنجند ۽ 12 هزار ڪيوسڪ چشمه-جهلم سنڌ ۽ پنجاب وچ ۾ مستقل ڇڪتاڻ جو ذريعو آهن.

پنجاب جو نقطه نظر هيءُ آهي ته انڊس واٽر ٽريٽي هيٺ ٣ اوڀاربون نديون ڀارت کي ڏنيون ويون ۽ ان جي نتيجي ۾ پيدا ٿيل کوٽ ٽن اولهائين ندين مان پوري ڪرڻي هئي جن ۾ سنڌو ندي به شامل آهي. لنڪ ڪئنال ان مقصد لاءِ ٺاهيا ويا هئا تنهن ڪري انهن جي صلاحيت مان فائدو ورتو ويندو.

گورنر هائوس پنجاب مان جاري ڪيل خط نمبر جي ايس/بي/173 تاريخ 16 آڪٽوبر 1973ع مان پنجاب جي پوزيشن جي وضاحت ٿئي ٿي: ”اهو بيان ڪيو ويو آهي ته هيءُ ڪئنال (چشمه-جهلم لنڪ ڪئنال) هڪ پائيپ لائين هو جنهن کي ڪنهن خاص صورتحال ۾ اضافي پاڻي ٽرانسفر ڪرڻو هو. مونکي اها نشاندهي ڪندي افسوس ٿئي ٿو ته اها صحيح پوزيشن ناهي. هيءُ لنڪ مستقل آپريشن لاءِ ٺاهيو ويو آهي جيئن ٻيا ڪئنال آهن ته جيئن حويلي ڪئنال ۽ ستلج ندي ڪئنالن جي ضرورتن کي پورو ڪجي. انهن مان تربيلا ڊئم جي تڪميل تائين ڪم ورتو ويندو. بيشڪ مان ڄاڻان ٿو ته سنڌ حڪومت جا ان مسئلي تي مختلف ويچار آهن پر مان پر اعتماد آهيان ته اهي اختلاف حل ٿي ويندا.“

ان وقت جي گورنر پنجاب غلام مصطفيٰ کر جي اها ڳالهه درست آهي ته سنڌ جا ”مختلف ويچار“ آهن. سنڌ گهر ڪئي هئي ته اهي سيئي بئراج جيڪي سنڌو نديءَ تي واقع آهن تن کي جهلم-چناب ۽ ٽن اوڀارين ندين تي واقع ڪئنالن تي ترجيح حاصل آهي ۽ ٽي پي ۽ سي جي لنڪ ڪئنالن کي ان وقت تائين بند ڪيو وڃي جيستائين انڊس بئراج جي تاريخي ورڇ کي پورو نٿو ڪيو وڃي.

متبادل طور سنڌ مطالبو ڪيو ته زوننگ سسٽم ختم ڪيو

وڃي. پاڻي جي سيني وسيلن کي هڪ وسيلي طور ڏنو وڃي ۽ هر بئراج کي ان جو تاريخي حصو ڏنو وڃي (جنهن جو سنڌ پنجاب ٺاهه 1945ع ۾ ذڪر آهي) ۽ اهو حصو مذڪوره معاهدي ۾طئي ٿيل موسم ۽ وقت تي ڏنو وڃي.

سنڌ حڪومت طرفان 83-82ع دوران ربيع ۽ بعد ۾ 1983ع خريف دوران تيار ڪيل پيپر جا هتي ڪجهه پيراگراف پيش ڪجن ٿا جيڪي سڄي صورتحال جي وضاحت ڪن ٿا. "سنڌ ۽ پنجاب وچ ۾ مکيه تڪراري مسئلي جو تعلق سسٽم آف ورڪس جي آپريشن وارو نمونو آهي. پنجاب جو خيال هي آهي تہ سسٽم آف ورڪس جي آپريٽنگ دوران ٻن زونس جهلم-چناب زون ۽ انڊس زون کي ڪئنال سسٽم لاءِ پاڻي جي سپلاءِ کي ريگوليٽ ڪندي برقرار رکيو وڃي پر سنڌ هميشہ ان نقطہ نظر تي هيٺين بنيادن تي اختلاف ڪيو آهي!

(الف) پارٽ سان پاڻي وارو تڪرار طئي ڪرڻ دوران انڊس بيسن ۾ حصيدار ٻين پارٽين جي قانوني حقن جو خيال نہ ڪيو ويو ۽ انهن کي اعتماد ۾ نہ ورتو ويو هو.

مذڪوره پيراگراف ۾ وڌيڪ چيو ويو آهي تہ، "سسٽم آف ورڪس" جي تڪميل ڪانپوءِ انڊس رور سسٽم ممڪنہ حد تائين مربوط(انٽيگريٽيڊ) ٿي ويو آهي. اهڙي صورتحال ۾ ڪنهن خاص ڪئنال سسٽم لاءِ ڪنهن خاص پاڻي جي سپلاءِ واري وسيلي جي نشاندهي ڪرڻ مناسب نہ رهندو. اهڙي صورتحال هيٺ سسٽم آف ورڪس مان هيٺيون طرقہ ڪار اختيار ڪندي وڌ ۾ وڌ فائدو وٺي سگهجي ٿو.

الف: پهرين ڳالهہ تہ موجوده ڪئنال سسٽم لاءِ پاڻي جي الوڪيشن جي نشاندهي ڪئي وڃي. پاڻي جي سيني وسيلن، سطحي وهڪرن ۽ اسٽور ٿيل پاڻي کي پول ڪيو وڃي.

ب: نشاندهي ڪيل واٽر الوڪيشن کي پوءِ گڏ ڪيل پاڻي جي وسيلن مان پريو وڃي اهڙي طرح ڪنهن خاص ڪئنال سسٽم لاءِ ڪنهن

خاص وسيلي کي خارج ڪيو وڃي. پيراگراف ۾ ٻئي هنڌ چيو ويو آهي ته انڊس واٽر جي ورڇ لاءِ قائم ڪميشن جي 20 کان 30 اپريل 1980ع واري اجلاس ۾ ڪميشن جي چيئرمين جسٽس انوار الحق هن طرح رمارڪس ڏنا:

"پارت سان ڳالهيون ڪرڻ لاءِ ڪهڙو به طريقو اختيار ڪيو ويو هجي پر اهو واضح آهي ته ان ۾ صوبن جي حقن جو خيال نه رکيو ويو هو. انهيءَ سڄي معاملي بابت اها منهنجي راءِ آهي، پارت سان ڳالهين واري مسئلي جي اوهان پين حوالن سان وضاحت ڪري سگهو ٿا" مٿي بيان ڪيل صورتحال کي نظر ۾ رکندي سنڌ حڪومت جو سختي سان اهو موقف هو ته پاڻي عبوري انتظام ۾ به ڪئنال سسٽم کي ٻن زونس ۾ هلائڻ وارو خيال ڏيان جوڳو ناهي. جيڪڏهن ائين نه ڪيو ويو ته اها سنڌ سان وڏي ناانصافي هوندي.



# ڪالاباغ ڊيم انڊس ڊيلٽا جو موت

هماليہ کان نڪرندڙ سنڌوندي، جبلن جي اُتاهين تان لهندي، ور وڪڙ کائيندي، پنجاب ۽ سنڌ جي ميداني علائقن کي لتاڙيندي، ڪيٽي بندر وٽ عربي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿي. ڇوڙ واري هنڌ سنڌو، مختلف شاخن ۾ ورهائجي وڃي ٿي.

پنجاب ۾ هن صديءَ جي منڍ ۾ واهن جو ڄار پکڙجڻ ۽ ۱۹۳۲ع ڌاري بئراجن جي اڏاوت جو سلسلو شروع ٿيڻ کان اڳ روزانو ۾ لک ڪيوسڪس وڏيڪ پاڻي سنڌوندي جي ڊيلٽا وٽ شاخن ۾ ورهائجي سمنڊ ۾ ڪرندو هو. مختلف نالن واريون اهي ڪاريون يا شاخون، هندي، عربي ۽ آفريڪي ساموندي ڪناري جي سياسي ۽ جهاز رانيءَ واري تاريخي ۽ لوئر سنڌ جي لوڪ داستانن ۾ وڏي اهميت رکن ٿيون. سمنڊ ۾ درياهہ جي پاڻيءَ جي ڇوڙ جو اثر ڪناري کان ۵۰۰ ڪلوميٽرن تائين ٿيندو هو ۽ سٺ ڪلوميٽرن تائين سمنڊ جي نيري پاڻيءَ جو رنگ ئي بدلجي ويندو هو. درياهہ ۽ سمنڊ جي پاڻيءَ جي ان ٽڪراءَ سان درياهہ جي منهن وٽ شاخون ٺهي ويون جنهن کي انڊس ڊيلٽا جو علائقو سڏجي ٿو. اهو علائقو ٽي هزار چورس ڪلوميٽرن تي پکڙيل آهي ۽ جيئن تہ سنڌونديءَ جي باقي علائقن کان گهڻو زرخيز هو.

ڊيلٽا جو علائقو ٽن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. هڪ حصي ۾ لئيءَ جي وڻن جا گهاٽا ٻيلا آهن، هر سال ٻوڏن جي زور کي اهي منهن ڏين ٿا. ان ڪانپوءِ اڳتي وڏبو تہ سونهند ۽ پل گاهہ جا پٽ آهن، جن ڪانپوءِ نديءَ جي ڇوڙ وٽ مينگرور يا تمر جا ٻيلا پکڙيل آهن، جتي آبي جيوت جي افزائش ٿئي ٿي. ٽنهي قسمن جي وڻڪاري زمين کي مضبوط بنائي لٽ کي جذب ڪري ٿي ۽ هر سال ٽن ڪلوميٽرن تائين سمنڊ کي پوئتي ڌڪي ٿي. ٽنهي قسم جي وڻڪاري، انهيءَ علائقي جي

پيداواري صلاحيت کي ظاهر ڪري ٿي. ان علائقي ۾ رهندڙ جت قبيلا، لئيءَ جي وٽڻ کي ڪپي ڪاٺ تيار ڪندا هئا ۽ ان کي ٻاري ڪوئلو ٺاهيندا ها. اهو ڪم تڏهن ٿيندو هو، جڏهن سرءُ سياري ۾ درياهه لهي ويندو هو. ريلوي انجڻين ۾ ڪوئلي جي استعمال کان اڳ ڪاٺيون استعمال ٿينديون هيون ۽ هر سال لکين ڪعب فوٽ ڪاٺ سنڌ ۾ نارٿ ويسٽرن ريلوي لاءِ استعمال ٿيندو هو. اڪثر ڪاٺ ڊيلٽا جي علائقي مان حاصل ڪيو ويندو هو.

سونهند ۽ پل گاهه چوپائي مال جو بهترين چارو هوندو آهي. چوپائي مال جي لاءِ جهجهي چاري سبب ان علائقي ۾ ڪافي مقدار ۾ مکڻ ۽ گيهه ٺهندو هو، زمين ايتري زرخيز هوندي هئي جو هر ڪاهڻ ڪانسواءِ آبادگار، شاخن جي وچ وارن حصن ۾ ٻج هاري ڇڏيندا هئا ۽ ان سان ڍڳاڙهن چانورن جو بهترين فصل ٿيندو هو. فصلن جي اُپت، ٻين علائقن کان گهٽ وڌيڪ ٿيندي هئي. تمر جا ٻيلا اُٺن لاءِ بهترين چارو هوندا آهن. تمر جي انهن ٻيلن ڪري سنڌ جي ان علائقي ۾ اُٺن جا بهترين نسل پيدا ٿيندا رهيا آهن. اتي مڇين جي افزائش به گهڻي ٿيندي رهي آهي. ڪاٺ، ڪوئلو، گيهه، چانور ۽ اُٺ هتي ايتري تعداد ۾ ٿيندا هئا جو ديسي ڪپت کانپوءِ اهي شيون مسقط، دوارڪا، عدن، گومتي ۽ ايراني نار جي بندرن ڏانهن وڪرو ڪيون وينديون هيون. هتان جي ماڻهن جو گذر سفر انهن شين تي هو. سنڌونديءَ جي شاخن حيدري ۽ ”اوڇتو“ وٽ ڪيٽي بندر ۽ شاهبندر، به مصروف قسم جا شهر هئا جتي عرب ۽ هندستاني ساحلي علائقن جا ماڻهو به وڏي تعداد ۾ ايندا هئا. هر ساموندي بندر واري شهر جي آبادي ويهه هزارن کان مٿي هئي ۽ هتان جي ميمڻ ۽ شيدي واپارين ۽ هندو سرمائيدارن جا مختلف علائقن سان وڏا واپاري لاڳاپا هئا. ڪيٽي بندر ۾ هڪ ميونسپل ۾ لاٽيون لڳل هونديون هيون ۽ چانور ڇڙڻ جا ڪارخانا هئا. پر اهي سڀ شيون ختم ٿي ويون.

هن صديءَ جي منڍ ۾ پنجاب واهن جو ڄار پکيڙيو ۽ پنج ندين ۽ سنڌوءَ جو پاڻي موڙي پنهنجي دوآبي دائمي آبپاشي ڪرڻ لڳو.

سنڌونديءَ ۾ پاڻيءَ جو مقدار گهٽجي ويو ۽ ڊيلٽا وٽ چوڙ ۾ ڪمي اچڻ سان گڏ ٻوڏن جي شدت به گهٽجي وئي. ان عمل سان لئيءَ جا ٻيلا پنج سيڪڙو ختم ٿي ويا. 1935ع ۾ سکر بئراج ٺهڻ سان ڊيلٽا وٽ شاخن ۾ تازو پاڻي اچڻ به بند ٿي ويو. فقط "حيدري" ۽ "اوچتو شاخن" ۾ ڇئن مهينن لاءِ ٿورو وهڪرو رهندو هو. ان عمل سان سمنڊ اڳتي وڌڻ لڳو ۽ تمر جي ٻيلن کي درياهه جي تازي پاڻيءَ کان محروم ٿيڻو پيو. ڊيلٽا جي علائقي ۾ رهندڙ ماڻهن جي زراعت ۽ ٻيا ڌنڌا گهٽجي ويا. هو ڏکين حالتن ۾ رهڻ لڳا.

1956ع ۾ غلام محمد بئراج (ڪوٽڙي بئراج) شروع ٿيڻ سان پاڻيءَ جو ٿورو آسرو به ختم ٿيو. سڄي سال ۾ فقط ٻوڏن دوران فقط ڪجهه هفتا درياهه جو تازو پاڻي هتي پهچڻ لڳو. سمنڊ اڃا اڳتي وڌيو ۽ زرخيز زمينن کي سم جي وڪڙ ۾ آڻي پوک کان وانجهي ڇڏيائين. چانور ڇڙڻ جا ڪارخانا بند ٿي ويا لئيءَ جا ٻيلا ختم ٿي ويا. حيدري شاخ جي منهن ڪانسواءِ باقي سڄي علائقي ۾ پيئڻ جو پاڻي ناياب ٿي ويو جيڪو اڳي سنڌونديءَ مان ملندو هو. انهن حالتن جي ڪري انسانن توڙي جانورن جو ان علائقي ۾ رهڻ ناممڪن ٿي ويو. جن ۾ سگهه هئي اهي پنهنجي مال سوڌو جاتي، سجاول، ٺٽي ۽ بدين ڏانهن لڏي ويا. ٻي پهچ ماڻهو ٻين علائقن ۾ وڃي ٻي زمين پورهيتن وانگر ڪم ڪرڻ لڳا. پيداوار ختم ٿيڻ جي ڪري عرب ۽ ٻيا ٻاهريان خلاصي ۽ ٻيڙيانا به پنهنجا ٻيڙا ڪاهي هليا ويا. ميمڻ ۽ شيدي واپاري ڪراچيءَ هليا ويا ۽ ڪيٽي بندر ۽ شاهبندر شهر، ڪجهه سئو ماڻهن جي آباديءَ وارا ڳوٺڙا بڻجي ويا. سنڌن گهر گهاٽ ۽ ميونسپل جون عمارتون يا ته سمنڊ لوڙهي ويو يا انهن جا ڪنڊر، ماضيءَ جي ياد ڏيارڻ لاءِ موجود رهيا. ائين "انڊس ڊيلٽا" جو موت ٿيو ۽ ڪنهن جي اک مان هڪ لڙڪ به ڪونه ڪريو. واپار وڙي جي ڇئن هزار سالن جي پراڻي تاريخ جو خاتمو ٿي ويو.

پر ڪهاڻي اڃا اتي ختم نٿي ٿئي. ڪوٽڙيءَ وٽ بئراج ٺهڻ ڪانپوءِ به ڊيلٽا وارن علائقن ۾ آبپاشي جون رٿائون شروع نه ڪيون ويو.

پاڻي نہ هئڻ ڪري لوئر سنڌ ۾ انبن جا باغ ختم ٿي ويا. ساحلي علائقن ۾ ناريل جا وڻ پوکڻ شروع ٿيا پر انهن تي گهڻو گذارو نٿو ٿئي. سڄ واري ڍاڪي ڪان فشريز ڪاتي، مڇيءَ جي اُپت وڌائڻ لاءِ ٻيڙيون ۽ چار ناهڻ لاءِ ماهيگيرن کي قرض ڏيڻ شروع ڪيا. ڪراچيءَ جي واپارين انهن سهولتن جو فائدو ورتو. هينئر، ڊيلٽا واري علائقي جا جت، خاصخيلي ۽ ٻين ذاتين جا ماڻهو مڇي ماريندا آهن. ڪراچيءَ جا واپاري سستي اگهہ تي ڪانئن مڇي خريد ڪن ٿا بلڪہ ماهيگير انهن واپارين جي قرض هيٺان دٻيل آهن ۽ ڪين سستي اگهہ ۾ مڇي وڪڻڻ تي مجبور آهن.

سنڌو نديءَ جو نوي سيڪڙو پاڻي آبپاشيءَ لاءِ موڙڻ جي نتيجي ۾ ڊيلٽا وٽ آبي جيوت جو خاتمو ٿيڻ جو خطرو وڌي ويو آهي. درياهہ جو تازو ۽ مٺو پاڻي سمنڊ ۾ ڇوڙ نہ ٿيڻ جي ڪري مڇين جا ڪيترائي نسل ۽ خاص طور "پلو" اٽلي ٿي ويا آهن. تمر جا ٻيلا ختم ٿي رهيا آهن. لٽ سان گڏ، زمين کي زرخيز بنائيندڙ عنصرن جي آمد بند ٿي وئي آهي. صدين جي عمل سان سنڌونديءَ جي ناهيل ڌرتي هوريان هوريان ڪاچندي پئي وڃي. اهو عمل اڳتي هلي تيز ٿي ويندو.

انڊس ڊيلٽا جو خاتمو ٿي چڪو آهي پر زرخيزيءَ کي جيئارڻ جو عمل ٻيهر شروع ٿي سگهي ٿو، جيڪڏهن حڪومت ان پاسي هنگامي بنيادن تي خاص ڌيان ڏئي.

(روزانو جاڳو تان ورتل)



# سنڌ ۽ پنجاب ۾ پاڻيءَ جي تڪرار جي تاريخ

سنڌ ۾ وڏي عرصي کان هٽرادو واهن ذريعي آبپاشي ٿيندي رهي آهي. ۱۸۴۳ع ۾ انگريزن جي سنڌ فتح ڪرڻ کانپوءِ سنڌ ۾ واهن جي حالت خراب ٿي وئي هئي ڇوته ذميوار آفيسرن کي آبپاشي سرشتي جي ڄاڻ ئي ڪانه هئي. سرچارلس نيپئير سنڌ فتح ڪرڻ کان هڪدم پوءِ ليفٽيننٽ ڪرنل والٽر اسڪاٽ جي سربراهيءَ ۾ ڪئنال کاتو قائم ڪيو پر جيئن ته سندس ماتحت انجنيئر نه هئا، تنهن ڪري ۱۸۴۹ع ۾ اهو کاتو ختم ڪيو ويو.

۱۸۵۵ع ۾ نيٽ جنرل فائيف، سنڌ ۾ واهن جي سڌاري لاءِ سفارشون ڏنيون. ان ڏس ۾ هن هڪ رپورٽ به حڪومت کي پيش ڪئي. سنڌ ۾ ڪوٽيل واهن جي ويڪر ڏهن کان هڪ سئو فوٽ آهي ۽ اونهائي ڇئن کان ڏهه فوٽ ٿئي ٿي.

واهن جي بيهڪ اهڙي آهي جو جيستائين درياهه ۾ پاڻي نٿو چڙهي، ايستائين واهن ۾ پاڻي نه ٿو وهي. واهن کي ڪيترائي موڙ آهن ۽ انهن جي لاتهين هڪ ميل تي هڪ فوٽ يا ڪن حالتن ۾ فقط ڪجهه انچ آهي. اصل ۾ اهي واهن بدران قدرتي واٽر ڪورس لڳن ٿا. ڪي واهه ته اصل ۾ درياهه جون پراڻيون شاخون آهن، جن ۾ ٻوڏ دوران پاڻي وهندو هو. درياهه جي لٽ جي ڪري انهن واهن جا منهن بند ٿي ويندا هئا.

جنرل فائيف، سنڌ جي آبپاشي سرشتي کي ٽن حصن ۾ ورهايو. پهريون اها زمين جنهن تي پاڻيءَ جو وهڪرو، مشينريءَ کانسواءِ ٿي سگهيو ٿي. ٻيو اها زمين جنهن تي مشينريءَ جي مدد سان پاڻي آڻي سيراب ڪجي ۽ جڏهن واهن ۾ پاڻيءَ جي فراهمي گهٽ آهي پر جڏهن واهه ڀرجن ته پاڻي هلي پوي، ٽيون، جڏهن زمين هيٺانهينءَ تي آهي ۽

پاڻيءَ جو ٿورو مقدار به واهن ۾ وهڪرو اختيار ڪري سگهي. جنرل فائيف جو اندازو هو ته ان وقت آبپاشي نظام صحيح نه هئڻ ڪري سنڌ کي ساليانو ٣١ لک رپين جو نقصان ڏل جي مد ۾ ٿي رهيو هو.

ان وقت جي هندستان سرڪار انهن تجويزن تي ڌيان نه ڏنو ۽ ڪي به نوان واهه نه کوٽايا ويا ۽ انهن واهن تي دارومدار رهيو، جيڪي پوڙن ۾ وهند اهئا.

سياسي مفادن جي ڪري انگريزن سنڌ بدران پنجاب جي آبپاشي نظام کي ترقي ڏياري. پنجاب جا درياهه ننڍا هئا، جنهن ڪري انهن تي گهٽ خرچ ۽ سولائيءَ سان پليون ۽ بئراج ٺهي سگهيا ٿي، جيتوڻيڪ دائمي پاڻيءَ جو مقدار سنڌ ۾ وڌيڪ هو، ڇوته پنجاب جا پنج ئي درياهه مٺڻ ڪوٽ وٽ سنڌوءَ ۾ ڇوڙ ڪن ٿا. پنجاب جا گهڻائي بئراج اٺويهين صديءَ ۾ ئي تيار ٿي چڪا هئا. جڏهن ته سنڌ ۾ پهريون بئراج ويهين صديءَ جي پهرئين چوٿائي ۾ به ڪونه ٺهي سگهيو هو. جنرل فائيف جي تجويزن تي به اٽڪل ٽيهن سالن ڪانپوءِ وڃي سنجيدگيءَ سان ويچار ڪيو ويو.

اٺويهين صديءَ جي آخر ڌاري ٻه سوچون هيون. هڪ ته آبپاشي سرشتي کي جيئن جو تيئن رهڻ ڏنو وڃي، ٻيو ته دائمي واهه شروع ڪيا وڃن، جيئن ويهه لک ايڪڙ زمين جنهن کي پاڻيءَ جي رسد صحيح طرح نٿي ٿئي، اها خاطريءَ سان سيراب ٿي سگهي. ٻيو نمبر تجويز جو هڪ مقصد اهو به هو ته سنڌ ۾ وڌيڪ ايراضي پوک هيٺ آندي وڃي. ان ڪانپوءِ ١٩٢٠ع تائين سنجيدگيءَ سان ڪو قدم نه کنيو ويو ۽ ورلي ڪي نوان واهه کوٽيا ويا. اهڙي طرح ١٩٠٥ع تائين سنڌ ۾ ڪوٽيل واهن جي ڊيگهه مشڪل سان ست هزار ٤٤١ ميل هئي. جيتوڻيڪ انهن واهن سان ٩٥ لک ٣٧ هزار ٢٧٠ ايڪڙ زمين سيراب ٿي پئي سگهي پر فقط ٢٩ لک، ٢٥ هزار ٩٢٩ ايڪڙ زمين ئي سيراب ٿي رهي هئي. جنهن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته سنڌ ۾ هڪ ته آبپاشي سرشتو صحيح نه هو ۽ ٻيو ته پاڻيءَ جي کوٽ هئي.

حقيقت ۾ پنجاب جي آبپاشي نظام جي سڌرڻ سنڌ جي نظرانداز ٿيڻ جي نتيجي ۾ سنڌ جي آباديءَ هيٺ ايندڙ زمين وڌڻ جو تناسب پنجاب جي ڀيٽ ۾ گهٽبو ويو. جيڪو اڳي سنڌ جي ڀيٽ ۾ پوئتي هو. ان جو اندازو هيٺئين چارٽ مان لڳائي سگهجي ٿو.

| سال | پنجاب | سنڌ |
|---|---|---|
| 1850 کان 1855 | 7,50,000 ايڪڙ | 10,00,000 ايڪڙ |
| 1875 کان 1880 | 15,00,000 = | 15,00,000 = |
| 1880 کان 1885 | 20,00,000 = | 16,00,000 = |
| 1915 کان 1920 | 90,00,000 = | 34,00,000 = |

انڊين اريگيشن ڪميشن ۳-۱۹۰۱ع ڏاري تجويز ڏني ته سنڌ ۾ سنڌو درياهه تي بئراج ٺاهي، ان جي ساڄي ۽ کاٻي پاسي کان واهه ڪڍيا وڃن. ڪميشن واهن جي ريماڊلنگ جي به سفارش ڪئي هئي. ڪميشن ان خيال جي هئي ته سنڌ ۾ ڪُتيل آبادي ڪانهي جو اتي دائمي واهن کي وڌائي، پر پنجاب ۾ دائمي واهن ٺاهڻ سان سنڌ ڏانهن پاڻي جي رسد لازمي طور متاثر ٿيندي. انهيءَ ڳالهه جي پيش نظر، سنڌ جي سپرنٽينڊنگ انجنيئر مسٽر سمرس، حڪومت کان اجازت گهري ته روهڙيءَ کان خيرپور کي ڪراس ڪندڙ واهه جي لاءِ سروي ڪرائي وڃي. مسٽر سمرس ان ڏس ۾ لکيو ته:

”پنجاب ۾ آبپاشيءَ جي لاڳيتي وڌڻ سبب اسان لاءِ نيٺ پاڻيءَ جي روڪ ٿي ويندي..“

۱۹۱۰ع ۾ سمرس روهڙي ڪئنال جي رٿا پيش ڪندي ان تي ترت عمل لاءِ زور ڀريو. سمرس پهريون شخص هو جنهن ان ڳالهه جي نشاندهي ڪئي ته پنجاب طرفان پاڻي ڪٽڻ سان سنڌ متاثر ٿيندي. بهرحال ان کا اڳ ئي پنجاب ۾ ڀوپيءَ وارن مختلف آبپاشي رٿائن تي ڪم شروع ڪري ڇڏيو هو. پنجاب جي فائدي جو مطلب هو سنڌ جو نقصان سنڌ ۾ عام راءِ هئي ته پرڳٽي جي جائز حقن سان هٿ چراند نه

لئي بمبئي حڪومت تي سخت تنقيد ڪئي وئي ته اها سنڌ جي مفادن جو تحفظ ڪرڻ ۾ سخت ناڪام رهي آهي.

اصل ۾ پنجاب کي اندازو هو ته هو سندس پنجن ئي نديون جو پاڻي سولائيءَ سان استعمال ڪري سگهي ٿو. ان ڪري پنجاب شروع کان ئي ڪوشش ڪئي ته سنڌين جي سجاڳ ٿيڻ کان اڳ ئي اهڙيون رٿائون ٺاهي. ان پلان هيٺ پنجاب ۱۸۷۱ع کان ئي سرتوڙ ڪوشش ڪئي ته، سنڌو درياهه مان ڪالاباغ وٽان پاڻي ڪڍڻ جي اجازت حاصل ڪري. پنجاب جو لوئر چناب ڪئنال پروجيڪٽ 1889ع ۾ ئي شروع ٿي ويو هو، جڏهن ته لوئر جهلم ڪئنال رٿا1902ع ۾ شروع ٿي.

سنڌ ۾ چيف انجنيئر مسٽر مسٽو، 1913ع ۾ سکر بئراج رٿا تيار ڪئي جيڪا 1923ع ۾ منظور ٿي ۽ 1925 ۾ ان تي ڪم شروع ٿيو. سنڌ سان مصيبت اها هئي ته سکر بئراج ۽ روهڙي ڪئنال جي اڏاوت لاءِ مجموعي طور 653 لک رپيا رکيا ويا هئا پر رٿائن تي ترت ڪم شروع نه ٿيو. مٿان وري 1912ع ۾ هڪ ڪميٽيءَ جي رپورٽ سبب به ان ڪم ۾ دير ٿي، جنهن چيو ته اهي رٿائون ضروري ناهن ڇو ته اهڙو ڪو ثبوت ڪونهي ته پنجاب طرفان پاڻي ڪڍڻ سان سنڌ کي ڪو نقصان ٿيو آهي ۽ اهڙو ڪو خطرو ڪونهي ته مستقبل ۾ به سنڌ کي پاڻيءَ کان محروم ٿيڻو پوندو. ڪميٽيءَ ان رٿا کي گهڻو مهانگو سڏيو.

بهر حال اهو طئه هو ته سرد موسم ۾ پنجاب کي گهڻو پاڻي ملڻ سان سنڌ جي واهن ڏانهن پاڻي پهچندو ئي ڪونه. ان ڪري هندستان سرڪار سنڌ ۾ آبپاشي سرشتو سڌارڻ جو فيصلو ڪيو.

ان طرح سکر بئراج جي اڏاوت شروع ٿي ۽ 1932ع ۾ اها مڪمل ٿي. سکر بئراج مان هنهي پاسن کان ست واهه به ڪڍيا ويا. انهن واهن مان ربيع جي مند ۾ 25 هزار، 648 ڪيوسڪس ۽ خريف جي مند ۾ 46 هزار 583 ڪيوسڪس پاڻي ڇڏٿو هو، جڏهن ته ڪمانڊ ايريا ساڍا ستهٺ لک ايڪڙ هئي.

جيتوڻيڪ سکر بئراج ٺهڻ سان پنجاب کي ڪو نقصان ڪونه هو، پر پنجاب ان رٿا تي اعتراض اٿاريندو رهيو. انڊين اريگيشن

ڪميشن (3-1901) جي فيصلي موجب پنجاب ۾ آبپاشي رٿائن لاءِ سنڌ جو راضپو حاصل ڪرڻ لازمي هو پر پنجاب ان جي ابتڙ هلندو رهيو. پنجاب جو هوڏ ايترو وڌيو جو هندستان سرڪار گورنمينٽ آف انڊيا ائڪٽ 1919ع ۾ واضح ڪيو ته پاڻيءَ جو مسئلو پنجاب نه پر گورنر جنرل يعني وائيسراءِ حل ڪندو.

1919 ۾ ڪاٽن ڪميٽيءَ جي رپورٽ ۾ به چيو ويو ته "پنجاب کي سنڌو نديءَ مان ڦڙو پاڻي به نه ڏنو وڃي جيستائين سکر بئراج مڪمل ٿئي ۽ ان ڪانپوءِ حالتن جو پورو اڀياس ٿئي."

آگسٽ 1919ع ۾ بمبئي سرڪار، هندستان سرڪار کي انديشن کان آگاهه ڪيو ته سنڌونديءَ مان پاڻي کڻڻ بابت پنجاب جا ارادا نيڪ نظر نٿا اچن. انهيءَ دوران سيپٽمبر 1919 ۾ پنجاب حڪومت، سکر بئراج جي مقابلي ۾ ٿل ڪئنال رٿا ٺاهي هندستان سرڪار کي منظوريءَ لاءِ موڪلي، پر وقت جي وائسراءِ چيلمسفورڊ، ان رٿا کي بيواجبي ڪوٺي رد ڪري ڇڏيو. 1923ع ۾ جڏهن سکر بئراج رٿا منظور ٿي، تڏهن به پنجاب ٻيهر سخت اعتراض ڪيو. بمبئي سرڪار، پنجاب جي ان روش تي احتجاج ڪيو، جنهن تي هندستان سرڪار خاطريون ڏنيون پر اجا 15 مهينا مس گذريا ته پنجاب حڪومت، سنڌونديءَ تي حق ڄمائڻ خاطر ٻيهر هندستان سرڪار کان گهر ڪئي ته کين آزمائشي بنيادن تي ٿل ڪئنال لاءِ 750 ڪيوسڪ پاڻي ڏنو وڃي. سکر بئراج جي اڏاوت کي پنجاب پنهنجي شڪست سمجهيو تنهن ڪري ان جي ڀرپور ڪوشش هئي ته سنڌ ڏانهن وڌيڪ پاڻي نه وڃي.

بمبئي حڪومت، پنجاب جي نقطئه نظر تي سخت اعتراض ڪيو جو ته پنجاب جي آبپاشيءَ واري انسپيڪٽر جنرل ٿامس وارڊ بيان ڏنو هو ته پنجاب جي سموربن رٿائن کي سکر بئراج جي اثرن جي روشنيءَ ۾ ويچار هيٺ آندو وڃي. بمبئي حڪومت چيو ته، جڏهن ستلج وئلي پروجيڪٽ تيار ٿيو هو، تڏهن سنڌ سان مشورو ڪونه ڪيو ويو هو، جڏهن ته انديشو آهي ته ستلج وئلي پروجيڪٽ سان سکر بئراج لاءِ مخصوص ٿيل پاڻيءَ جو مقدار گهٽجي ويندو.

اصل ۾ 1923ع کان پنجاب، لُن محاذن کان سنڌ تي حملو شروع ڪيو هو. هڪ ياڪڙه، ٻيو تريمو ۽ ٽيون ٿل پروجيڪٽ. سنڌ رڳو پنهنجو دفاع ڪندي رهي ڇوته ان وٽ سکر بئراج کانسواءِ ٻي ڪا رٿا ڪانه هئي. سکر بئراج جي اڏاوت ۾ رنڊڪون وجهڻ لاءِ پنجاب هڪ ٻئي پٺيان مختلف رٿائون پيش ڪندو رهيو.

سکر بئراج جي ڪمانڊ ايريا 75 لک ايڪڙ هئي جڏهن ته پوکيءَ لائق ڪمانڊ ايريا 62 لک 50 هزار ايڪڙ هئي ۾ 1940ع تائين 28 لک ايڪڙ زمين سيراب ٿيندي رهي، جنهن ۾ بعد ۾ 19 لک 50 هزار ايڪڙن جو واڌارو ٿيو. سکر بئراج تي پنجاب جي لاڳيتن اعتراضن ۽ نيون رٿائون پيش ڪرڻ ۽ سنڌ جي احتجاجن تي نيٺ هندستان سرڪار فيصلو ڏنو ته بمبئي سرڪار کي حق آهي ته سنڌو نديءَ ۽ ان جي مددي ندين مان پاڻي کڻڻ تي اعتراض وٺي.

ستلج وئلي پروجيڪٽ ۱۹۲۷ع ۾ تيار ٿي ڪم ڪرڻ شروع ڪيو ۽ سکر بئراج ۱۹۳۲ع ۾. ۾ جلد ئي ستلج وئلي پروجيڪٽ جي پاڻي تي پنجاب بهاولپور ۽ بيڪانير وچ ۾ ڇڪتاڻ شروع ٿي وئي. پنجاب سرڪار، هڪ ٻي رٿا "حويلي پروجيڪٽ" جي نالي سان به شروع ڪئي. انهن مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ هندستان سرڪار اينڊرسن ڪميٽي جوڙي جنهن سيپٽمبر ۱۹۳۵ع ۾ رپورٽ ڏني ۾ اُن ڪميٽي پنهنجي اختيار کان ٻاهر وڃي پنجاب جي ٿل ڪئنال لاءِ ڇهه هزار ڪيوسڪ پاڻي ڏيڻ جي به سفارش ڪئي، جنهن کي هندستان سرڪار پنهنجي اڳوڻن فيصلن جي ابتڙ وڃي ۱۹۳۷ع ۾ منظور ڪري ورتو. ان سڄي مامري مان اهو محسوس ٿئي ٿو ته پنجاب ، انگريزن وٽ "دادلو" ٻار ۽ سنڌ "ويڳو" ٻار هو.

۱۹۳۵ع ۾ سنڌ جي بمبئي کان الڳ ٿيڻ کانپوءِ، آبپاشيءَ جا اختيار صوبن کي ملندا ويا، جنهن ڪري پنجاب اجا زور وٺندو ويو ۽ نيون رٿائون ٺاهڻ لڳو. سنڌ اُنهن زورآورين جي شڪايت ۱۹۳۹ع ۾ هندستان جي گورنر جنرل کي ڪئي. ۱۹۴۱ع ۾ وري تفصيلي شڪايت موڪلي وئي، جنهن تي گورنر جنرل، ساڳئي سال "رائو ڪميشن" مقرر

ڪئي جنهن ۱۹۴۲ع ۾ پنهنجي رپورٽ ڏني، رپورٽ ۾ چيو ويو ته سنڌ سرڪار شڪايت ڪرڻ ۾ دير ڪئي آهي، ڇوته ان وچ ۾ پنجاب، ٿل ڪئنال رٿا ۽ "حويلي پروجيڪٽ" تي وڏو خرچ ڪري چڪي آهي، تنهن ڪري انهن تي روڪ وجهڻ ممڪن ناهي. بهرحال رپورٽ ۾ اهو به چيو ويو ته:

(الف) پنجاب جي پنهي رٿائن کي پاڻي ڏيڻ سان سنڌ جون ضرورتون متاثر ٿينديون، تنهن ڪري واحد علاج اهو آهي ته سنڌ ۾ سنڌونديءَ تي ٻه بيون بئراجون به ٺاهيون وڃن. هڪ اترئين حصي ۾ گڊو بئراج ۽ ٻي ڏاکڻي حصي ۾ (غلام محمد بئراج يا ڪوٽڙي بئراج) ۾ جيئن ته ان تي خرچ گهٽ ايندو، تنهن ڪري ڪل خرچ جو ۵ سيڪڙو پنجاب پريندو.

(ب) سکر بئراج ۽ ٿل ڪئنال رٿائن کي ساڳي هڪ جيتري اوليت هوندي.

(ج) پاڻي گهٽ هئڻ جي حالت ۾ پنهي بئراجن کي حصي رسد گهٽ پاڻي ملندو.

(د) پاڻي مقرر مقدار کان وڌيڪ ٿيو ته سکر بئراج وڌيڪ پاڻي کڻندو پر انهيءَ واڌ تي سندس بنيادي حق نه هوندو.

(ه) پاڻيءَ جي تفصيل وار ورڇ لاءِ واسطيدار ڌريون گڏجي فيصلو ڪنديون. رائو ڪميشن جي رپورٽ جي روشنيءَ اپريل ۱۹۴۳ع ۾ سنڌ پنجاب جي چيف انجنيئرن وچ ۾ ڳالهيون ٿيون ۽ نيٺ ۲۸- سيپٽمبر ۱۹۴۵ع تي ٺاهه تي صحيحون ڪيون ويون. ان ٺاهه کي سنڌ پنجاب ٺاهه ۱۹۴۵ع سڏيو ويو.

مٿي ڄاڻايل رائو ڪميشن جو چيئرمين ڪلڪتي هاءِڪورٽ جو جج بي اين رائو هو. سندس تجويز ڪيل ٻن بئراجن جو جملي خرچ سورهن ڪروڙ هو جنهن مان ٻه ڪروڙ رپيا پنجاب کي ڀرڻا هئا پر پنجاب ان تي نه پڻي ٿيو. ۱۹۴۵ع واري ٺاهه ۾ به پئسن جي ڳالهه تي تڪرار موجود رهيو. ٺاهه جي فقري نمبر ۱۵ ۽ ۱۸ ۾ صاف لکيل آهي ته جيڪڏهن پئسن جي معاملي تي ڌريون نه ٺهن ته ان حالت ۾ به

پاڻيءَ جي ورڇ وارو ٺاهه قبول سمجهيو ويندو ۽ پيسن جو معاملو ٽالٿيءَ ذريعي حل ڪيو ويندو. بعد ۾ سياسي ۽ ملڪي تبديلن سبب پنسن جو فيصلو نه ٿي سگهيو.

حقيقت ائين آهي ته ١٩٤٥ع واري ٺاهه جو مسودو پنجاب جي انجنيئرن ٺاهيو ۽ سنڌ جي انجنيئرن کيءِ قبول ڪرڻو پيو. اڳتي هلي پنجاب ان ٺاهه کان ڦري ويو.

سنڌ-پنجاب ٺاهه ١٩٤٥ع هڪ جامع دستاويز آهي، جنهن ۾ ان وقت هلندڙ رٿائن توڙي مستقبل جي رٿائن لاءِ پاڻيءَ جي ورڇ ٿيل هئي. ٺاهه ۾ سنڌ ۽ پنجاب جي تاريخي حقن کي به مڃيو ويو هو، جنهن موجب پنجاب جي درياهن جي پاڻي تي پنجاب کي ٦٢ کان ٩٤ سيڪڙو ۽ سنڌ کي ٦ کان ٣٨ سيڪڙو حق ڏنو ويو هو، جڏهن ته سنڌوءَ جي پاڻيءَ تي سنڌ جو ٧٥ سيڪڙو ۽ پنجاب جو ٢٥ سيڪڙو حق مڃيو ويو. ٺاهه ۾ واضح ڪيل هو ته ڪابه ڌر، ٿيل ورڇ ۾ هڪ طرفي ڦير گهير نه ڪندي. مستقبل ۾ تڪرارن کي نبيرڻ لاءِ به فارمولو ڏنل هو. ١٩٤٧ع ۾ ورهاڱي ڪانپوءِ پاڪستان ۽ هندستان وچ ۾ پاڻيءَ بابت تڪرار پيدا ٿي ويا. پنجاب جي ورهاڱي سبب ڪيترائي هيڊ ورڪس ڀارت ڏانهن هليا ويا. پنجاب حڪومت، مصالحتي ڪميشن ۾ صحي طور ڪيس پيش نه ڪيو. پهرين اپريل ١٩٤٨ع تي ڀارت، پنجاب ايندڙ سمورو پاڻي روڪي ڇڏيو. اڳتي هلي پنجاب، ڀارت جو پاڻي تي حق مڃي ورتو. ١٩٦٠ع ۾ عالمي بئنڪ جي مدد سان ڳالهين ۾ ڀارت ۽ پنجاب وچ ۾ تڪرار ختم ٿيو ۽ هڪ ٺاهه صحيح ڪيو ويو، جنهن تحت اوڀر وارين ندين جو سمورو پاڻي ڀارت کي ڏنو ويو ۽ الهندي وارين ندين جو پاڻي پنجاب کي مليو. ان ٺاهه جي نتيجي ۾ پاڪستان کي ٨٠ لک ايڪڙ فوٽ پاڻيءَ جو نقصان ٿيو، جنهن منجهان ٣٠ لک ايڪڙ فوٽ پاڻي سنڌ جو هو، جيڪو پنجند وٽ ملندو هو. ان صورتحال کي منهن ڏيڻ لاءِ پاڪستان کي الهندي وارين ندين ۾ پاڻ ڳنڍ ڪري ڪجهه پاڻي لنڪ ڪئنالن ذريعي موڙي اوڀر وارين ندين ۾ پهچائڻو هو، جيڪي جلد ئي سڪي ٺوٺ ٿين ها. جيئن ته ان وقت ون يونٽ هو، تنهن

ڪري انهن معاملن ۾ سنڌ جي ڪا به نمائندگي ڪا نه هئي.

تاهم صحيح ٿيڻ ڪانپوءِ انڊس بيسن ايڊوائزري بورڊ ٺاهيو ويو، جنهن ۾ رڳو پنجاب جا عيوضي شامل هئا. ان بورڊ انڊس بيسن سيٽلمينٽ پلان پيش ڪيو، جنهن ۾ جهلم ۽ سنڌونديءَ تي ڊيم ٺاهڻ جون رٿائون شامل هيون. ان ڪانسواءِ پنجاب جي ندين وچ ۾ لنڪ ڪئنال ٺاهڻ جو به رٿائون هيون، اهي لنڪ ڪئنال پنجند وٽ سنڌوءَ مان چناب ڏانهن ۽ چشمه وٽ سنڌوءَ مان جهلم نديءَ ڏانهن تجويز ڪيل هئا. چناب، راوي ۽ ستلج ندين تي بئراجن جون رٿائون ان کان الڳ هيون. اهي سموريون رٿائون هندستان هٿان روڪيل پاڻيءَ جي نقصان کان گهٽيون وڌيڪ هيون ۽ ان سان سنڌ جا حق متاثر پئي ٿيا. پنجاب جي نقصان جو پورائو ڪرڻ لاءِ جهلم نديءَ تي منگلا ڊيم ٺاهيو ويو، جنهن ۾ پنجاهه لک ايڪڙ فوٽ پاڻي گڏ ڪري اوپر وارين ندين ڏانهن موڙٽو هو ان ڊيم مان سنڌ کي هڪ ڦڙو به نه ڏنو ويو آهي. جڏهن ته ان ۾ سنڌ جو به حصو هو. ان ڪانپوءِ چشمه جهلم لنڪ ڪئنال ٺاهيو ويو، جنهن ۾ ڏهه لک ايڪڙ فوٽ پاڻي گڏ ڪري سگهجي ٿو. ان تي سنڌ گهٽو احتجاج ڪيو پر ڪنهن نه ٻڌو. ان ڪانپوءِ تربيلا ڊيم ٺهيو، جنهن ۾ ڏهه ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي ذخيرو ڪرٽو هو. سنڌ هن پيري به نقصان تي احتجاج نه ڪري سگهي.

ون يونٽ جي خاتمي ڪانپوءِ جڏهن صوبن وچ ۾ پاڻيءَ جي ورهاست لاءِ ڪميٽي جوڙي وئي ته ان ۾ پنجاب جا ١٥ ميمبر ۽ سنڌ مان فقط هڪ ميمبر ڪنيو ويو. ننڍن صوبن جي احتجاج تي اها ڪميٽي ٽوڙي فضل اڪبر ڪميشن جوڙي وئي، جنهن کي ساليانى بارش جي پاڻي وغيره تي به ويچار ڪرٽو هو، چوته پنجاب ۾ ساليانو چاليهه انچ بارش پوي ٿي، جڏهن ته سنڌ ۾ مينهن جو تناسب ساليانو ڏهه انچ آهي، پنجاب ۾ زير زمين پاڻي به اٽڪل ٥٠٠ ملين ايڪڙ فوٽ آهي، جڏهن ته سنڌ ۾ زمين هيٺان مٺو پاڻي هڪ ملين ايڪڙ فوٽ آهي. بهرحال ڪميشن قائم رهي پر پنجاب پاڻي ڪٽندو رهيو. ١٩٧٢ع ۾ جمهوريت جي بحالي ڪانپوءِ سنڌ ۾ پاڻيءَ جي ڪوٽ جي نازڪ صورتحال هئي. ان وقت

پنجاب سنڌ جي تباهيءَ کي نظر انداز ڪري چشمه جهلم لنڪ ڪئنال کولڻ تي گهريو. جنهن تي سنڌ احتجاج ڪيو. انهن حالتن ۾ گورنرس ڪميشن جوڙي وئي، جنهن ۾ فيصلو ڪيو ويو ته سنڌ جي اڳواٽ منظوريءَ کانسواءِ پنجاب لنڪ ڪئنال کولي نه سگهندو. اهو به تڏهن جڏهن درياهه ۾ واڌو پاڻي هوندو.

١٩٧٢ع ۾ تربيلا ڊئم ٺهيو ته ١٩٧٣ع ۾ آئين هيٺ هاءِ ڪورٽن جي پنج ججن تي مشتمل ڪميٽي جوڙي وئي پر ١٩٧٧ع ۾ مارشل لا لڳي ۽ اها ڪميشن به ڪجهه نه ڪري سگهي. ١٩٨٥ع ۾ وري سنڌ ۾ پاڻيءَ جي ڪوٽ تي ۽ پنجاب زوريءَ چشمه جهلم لنڪ ڪئنال کولي پاڻي ڪنيو. مارچ ١٩٩١ع ۾ نيٺ صوبن وچ ۾ پاڻيءَ جي ورڇ جو ٺاهه ٿيو پر ان ۾ به پنجاب جي ناجائز مطالبن کي قانوني شڪل ڏني وئي.

## سنڌو ندي ۽ سندس ڏن پرو نديون.

| درياهه | ڪل ڊيگهه (ميل) | طاس جي ايراضي (لک ايڪڙ فٽ) |
|---|---|---|
| سنڌو | 2056 | 118000 |
| جهلم | 556 | 12445 |
| چناب | 847 | 11399 |
| راوي | 657 | 3562 |
| بياس | 278 | 5384 |
| ستلج | 1012 | 23400 |



رڪ سنڌي

# ڪالاباغ ڊيم جي اڏاوت جا اعلان ۽ بي وس بٽايل قومن جو ڪيس

ڌرتيءَ جي هن گولي تي جتي دنيا جي ٻين خطن ۾ نفرتون ۽ تڪرار ختم ٿي رهيا آهن ۽ ڏينهون ڏينهن سرچاءَ ۽ پائپي سميت هڪ ٻئي جي حقن جو احترام ڪرڻ وارو لاڙو پختو ٿي رهيو آهي. اتي بدقسمتي سان پاڪستان ان ڏس ۾ جيئن پوءِ تيئن زوال جو شڪار آهي. هر گذرندڙ گهڙي هن وفاقي ملڪ جي يونٽن وچ ۾ نفرتن ۽ تڪرارن جا نوان نوان باب کولي رهي آهي. وفاق ۽ صوبن وچ ۾ رنجشون، وڏي صوبي جون ننڍين صوبن سان دشمنيون ان حد تائين پهچي چڪيون آهن جتان تقريبن هاڻي واپسي ناممڪن نظر پئي اچي. ننڍن صوبن مٿان سندن مرضي جي خلاف جيڪي فيصلا مڙهيا پيا وڃن. تن سان هن ملڪ جي يونٽن وچ ۾ رت جون لڪيرون چٽجي ويون آهن. جيڪي هرگذرندڙ گهڙي سان وڌيڪ گهريون ٿي رهيون آهن.

وزيراعظم نوازشريف تازو ايٽمي ڌماڪن ڪانپوءِ ملڪ ۾ پيدا ٿيل نئين جوش ۽ جذبي جو فائدو حاصل ڪندي ۽ پياري پاڪستان منجهه لاڳو ڪيل هنگامي حالتن ڪي آڙ بٽائيندي نام نهاد قومي ايجنڊا هيٺ ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ جو اعلان ڪري ڇڏيو آهي. وزيراعظم جي ان هڪ طرفي اعلان جي نہ صرف سنڌ، سرحد ۽ بلوچستان جي عام ماڻهن ۽ ننڍين وڏين قومپرست توڙي ترقي پسند پارٽين مخالفت ڪئي آهي پر خود ٽنهي صوبن ۾ صوبائي حڪومتن جا بنياد لڏي ويا آهن.

جيتوڻيڪ وڏي وزير لياقت جتوئي جو ڊيم بابت مؤقف نواز شريف سان ملاقات کانپوءِ اچي ويو آهي ۽ هو سنڌ اسيمبلي ۾ ڊيم خلاف ٺهراءُ پيش ڪرڻ تان هٿ کڻي ويو آهي، پر پوءِ به سنڌس حڪومت اڄ به ان معاملي تي اندروني بحران جو شڪار آهي. حڪومت جون اتحادي ڌريون لياقت جتوئيءَ جي ان عمل کي شڪ جي نگاهه سان ڏسي رهيون آهن ۽ ان تي پنهنجي اختلاف راءِ جو اظهار ڪري رهيا آهن.

سنڌ جي سخت مؤقف ۽ مختلف سياسي پارٽين جي دٻاءُ کانپوءِ جيتوڻيڪ وزيراعظم نواز شريف ڪالاباغ ڊيم جي اڏاوت واري اعلان کي هاڻ سنڌي عوام جي راءِ سان مشروط ڪري ڇڏيو آهي ۽ چيو آهي ته جيستائين سنڌ ڪالاباغ ڊيم جي حمايت نه ڪندي تيستائين ان جي اڏاوت لاءِ هڪ سر به نه رکبي. هڪ پاسي اها ڳالهه سڄ جيان روشن آهي ته سنڌ اڄ نه پر گذريل ٢٠-٢٥ سالن کان ڊيم کي رد ڪندي آئي آهي سنڌ جي اسيمبليءَ هڪ کان وڌيڪ ڀيرا ان ڊيم خلاف ٺهراءُ منظور ڪيو آهي. ان جي باوجود وفاق جو نمائندو ۽ اطلاعات و نشريات وارو وفاقي وزير مشاهد حسين سنڌ جي قومپرست سياستدانن سان ڊيم بابت رابطا ڪري رهيو آهي. جيئن هو ان سلسلي ۾ سنڌن حمايت حاصل ڪري سگهي. ڪجهه ڏينهن اڳ حيدرآباد ۾ مشاهد حسين کي سنڌ ترقي پسند پارٽي جي اڳواڻ ڊاڪٽر قادر مگسي ۽ عوامي تحريڪ جي سربراهه رسول بخش پليجو جيڪو جواب ڏنو ۽ جنهن نموني سنڌ جو اثرائتو مؤقف رکيو آهي، تنهن مان هاڻي حڪمرانن کي هوش اچڻ گهرجي ته هي ١٩٦٠ع ۽ ١٩٧٠ع وارو ڏهاڪو ڪونهي جنهن ۾ ماڻهن مٿان پنهنجا فيصلا مڙهي سگهجن.

سنڌونديءَ تي ڪالاباغ ڊيم واري منصوبي کي جنرل ضياءَ جي مارشل لا دوران سنجيدگيءَ سان اختيار ڪيو ويو هو. ان سلسلي ۾ چئني صوبن کي جڏهن اعتماد ۾ وٺڻ جي ڪوشش ڪئي وئي ته سنڌ، سرحد ۽ بلوچستان ان منصوبي کي خالص فني بنيادن تي رد ڪري ڇڏيو هو. سنڌ طرفان اهو موقف اختيار ڪيو ويو ته ڪالاباغ ڊيم ٺهڻ سان سنڌ پنهنجي نهري پاڻي واري حصي کان محروم ٿي ويندي، جنهن

سان هتي نہ صرف معيشت مڪمل طور تباھہ ٿي ويندي، پر ان سان
ٻيلن جي تباهي اچڻ سبب ماحوليات جو بہ مسئلو جنم وٺندو. ٻيلن
جي سڪي سڙي ناس ٿي وڃڻ سبب جهنگلي جيوت جو انت اچي
ويندو. سنڌ سموري قدرتي سونهن ۽ حسن کان وانجهجي ويندي. سنڌ
جي آبپاشي وارن ماهرن موجب ڊيم ٺهڻ سان سنڌو درياھہ ۾ پاڻي جي
ايتري تہ کوٽ پئدا ٿيندي جو ربيع جي فصلن جهڙوڪ ڪڻڪ، ڪمند،
سرنهن، وغيره لاءِ گهربل پاڻي نہ ملڻ سبب سنڌ ۾ ڏڪار جهڙي
صورتحال پيدا ٿي ويندي. کاڌي خوراڪ ۾ خود ڪفيل هي ملڪ
ڪڻڪ، تيل، گيهہ ۽ ڪپڙي جهڙين بنيادي ضرورتن لاءِ بہ ٻين ملڪن جو
محتاج ٿي ويندو، جڏهن تہ سنڌو درياھہ مان مناسب مقدار ۾ سمنڊ ۾
پاڻي نہ ڇڏڻ سبب سمنڊ پنهنجون حدون اورانگهي مٿي چڙهي هزارين
ايڪڙ زرعي زمين ۽ وسنديون پنهنجي لپيٽ ۾ آڻي ناس ڪري ڇڏيندو،
جنهن سان سنڌ جو ٺٽو ۽ بدين ضلعو وڏي پئماني تي متاثر ٿيندو.

هوئنن بہ ڪالاباغ ڊيم کان اڳ جيڪي بہ سنڌو درياھہ تي
ڊيم اڏيا ويا آهن يا ان مان ڪئنال ڪڍيا ويا آهن، تن لاءِ ڪنهن بہ
قسم جون قانوني گهرجون پوريون نہ ڪيون ويون آهن. سنڌ پاڻي جي
ورڇ جي حوالي سان جيڪي بہ اعتراض ڪيا آهن، انهنڪي هميشہ
ملڪ جي سالميت، ڀائپي ۽ ڀائيچاري جي نعرن ۽ ڏنڊي هيٺ دٻايو ويو.
اهڙو آواز بلند ڪندڙن تي صوبائي تعصب پکيڙڻ ۽ ملڪ دشمني سميت
ٻيا ڪيترائي جوڳا الزام هنيا ويا. ماضيءَ ۾ پاڻيءَ تي جيڪو ڌاڙو هنيو
ويو ان جا بہ عملي نتيجا انتهائي ڀيانڪ نڪتا. هر سال اونهاري جي
موسم ۾ سنڌ جي بئراجن، واهن ۽ شاخن مان واري اڏامڻ لڳندي
آهي. ساوا ستابا کيت اجڙي ويندا آهن. سنڌ جي حڪمرانن طرفان
احتجاج جي باوجود سنڌ ڏانهن ايندڙ پاڻي جا در بند ڪيا ويندا آهن،
جڏهن هن وقت اها صورتحال آهي جو سنڌ پاڻي جي ڦڙي ڦڙي لاءِ
پنجاب جي محتاج بڻيل آهي تہ پوءِ ڪالاباغ ڊيم ٺهڻ سان تہ ان جي
موت ۽ حياتي جا اختيار بہ پنجاب يعني مرڪز جي هٿ وس ٿي ويندا.

ڪالاباغ ڊيم جي حوالي سان بلوچستان جو بہ ساڳيو سنڌ

وارو موقف آهي، ڇاڪاڻ تہ بلوچستان جي نهري پاڻي جو دارومدار بہ سنڌوندي تي آهي، جيڪڏهن سنڌوندي جي پاڻي تي ڪوبہ ڌاڙو لڳي ٿو تہ ان ڪان بلوچستان بہ ساڳي طرح متاثر ٿيندو، جهڙي طرح سنڌ سوڪهڙي جو شڪار ٿيندي، جڏهن تہ سرحد صوبي جو ڪيس بہ انتهائي وزندار آهي، ڇاڪاڻ تہ ڪالاباغ ڊيم جي تعمير سان سرحد صوبي جي لکين ايڪڙ زمين سم ۽ ڪلر جو ڪاج بڻجي پنهنجي زرخيزي وڃائي ويهندي. سرهد جا ڪيترائي واهڻ، وسنديون ۽ شهر سم جي پاڻي ۾ ٻڏي ويندا. ان ڪري سنڌ سرحد ۽ بلوچستان طرفان ڪالاباغ جي اڏاوت جي مخالفت جا ڪي بہ سياسي سبب نہ ۾ مڪمل فني ۽ اتان جي عوام جي جياپي سان لاڳاپيل آهن.

پنجاب، پاڪستان جي وجود ڪان وٺي اج تائين مختلف هيلن، بهانن ۽ زور زبردستي سان ننڍين صوبن جي حق تلفي ڪندو آيو آهي. هر ان منصوبي کي قومي اثاثو قرار ڏنو ويندو آهي، جيڪو خود سندس مفادن جي حوالي سان ڪمائتو ۽ ڪارگر هوندو آهي. ٥٠ سالن جي تاريخ اهڙن ڪيترين ئي ثابتين ۽ شهادتن سان ڀري پئي آهي جو ڪيترائي اهڙا منصوبا سٽيا ويا ۽ انهن تي عمل ڪرايو ويو، جيڪي باقي صوبن جي حوالي سان اعتراض جوڳا هئا. هن وقت بہ ڪالاباغ ڊيم تي جيڪا ڳت ڏني پئي وڃي، ان پويان بجلي حاصل ڪرڻ ڪان وڌيڪ پنجاب جون لکين ايڪڙ زمينون آباد ڪرڻ وارو مفاد لڪل آهي، جڏهن تہ ملڪ ۾ توانائيءَ جو بحران ختم ڪرڻ لاءِ ٻيون بہ ڪيتريون ئي ٽيڪنالاجيون موجود آهن. هيڏي وڏي تڪراري منصوبي کي شروع ڪرڻ بدران سنڌ مان نڪرندڙ ڪوئلي تي بجلي گهر قائم ڪري سگهجن ٿا، پر موجوده حڪومت ڇاڻي واڻي ان معاملي کي منجهائي ۽ بگاڙي رهي آهي. گذريل پ پ حڪومت ۾ ٿر مان هٿ آيل ڪوئلي تي بجلي گهر اڏڻ وارن عالمي معاهدن کي منسوخ ڪيو پيو وڃي. جيڪڏهن واقعي ملڪ مان توانائيءَ جو بحران ختم ڪرڻو آهي تہ پوءِ آخرڪار هرويرو ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ تي ڳت ڇو پئي ڏني وڃي. ايڏي وڏي ڊيم ٺاهڻ بدران ڪوئلي ڪانسواءِ سنڌو درياهہ جي سنڌ مان

گذرندڙ وهڪري تي به ننڍا ننڍا ڊيم جوڙي توانائي جي بحران جو خاتمو آڻي سگهجي ٿو. ان مقصد خاطر سنڌ سان واسطو رکندڙ آبپاشي جا ماهر حڪومت کي ڪيترين ئي تجويزون ڏئي چڪا آهن.

ڪالاباغ ڊيم نه صرف صوبن وچ ۾ تڪراري مسئلو بڻجي چڪو آهي، پر خود ان لاءِ امداد ڏيندڙ اداري عالمي بئنڪ به ان کي رد ڪري ڇڏيو آهي. عالمي بئنڪ جي ماهرن موجب اُن معاملي تي تڪرار پيدا ٿيڻ سبب گذريل ٽن سالن دوران پاڪستان حڪومت ۽ عالمي بئنڪ وچ ۾ ڊيم واري مامري تي ڪوبه رابطو نه ٿيو آهي. عالمي ماهرن موجب ڪالاباغ ڊيم جي حوالي سان ماحوليات ۽ ٻيهر بحالي وارا مسئلا ايترا ته پيچيده ٿي چڪا آهن، جو ڪالاباغ ڊيم ۾ هٿ وجهڻ کان اڳ انهن مسئلن کي تفصيلي نموني ۽ سنجيدگيءَ سان حل ڪرڻو پوندو. ماهرن موجب جيڪڏهن پاڪستان حڪومت اها ڊيم تعمير ڪرڻ به چاهي پوءِ به ان سان لاڳاپيل ماحولياتي ۽ ٻيهر بحالي وارن مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ ٻه يا ٽي سال لڳي سگهن ٿا. عالمي بئنڪ جي ماهرن موجب هاڻي اهو منصوبو ۽ ترقي سميت ٻيا ضروري منصوبا ۽ ڪم ڪار مڪمل طور بيهجي ويندا. جنهن ڪري ڪالاباغ ڊيم نه صرف صوبن جي تڪرار سبب پر خود مالي لحاظ کان به ناقابل عمل منصوبو بڻجي چڪو آهي. ڪالاباغ ڊيم جي اڏاوت ڪو هڪ يا ٻن سالن جو کيل ناهي، پر ان منصوبي کي مڪمل ڪرڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ ١٥ سالن جو وقت کپي. ان هيڏي وڏي عرصي دوران پاڪستان پنهنجي توانائي جون ضرورتون ڪيئن پوريون ڪندو. اهو به هڪ وڏو سوال آهي، جڏهن ته ان منصوبي کي ڪالعدم قرار ڏئي جيڪڏهن ٻيا متبادل رستا اختيار ڪيا وڃن ته ان سان نه صرف مالي مشڪلاتن تي ضابطو آڻي سگهجي ٿو، پر ٿوري مدي اندر توانائي جي وڌندڙ بحران کي به ڪنهن حد تائين حل ڪري سگهجي ٿو.

جڏهن ڪالاباغ ڊيم جي منصوبي کي امداد ڏيندڙ عالمي ادارا به رد ڪري چڪا آهن ۽ ان کي پاڪستان لاءِ فائديمند قرار نه ٿا ڏين. ٻئي طرف سنڌ، سرحد، بلوچستان جون صوبائي اسيمبليون هڪ کان وڌيڪ ڀيرا ان جي مخالفت ۾ ٺهراءُ منظور ڪري چڪيون آهن، پوءِ به

اهڙي تڪراري رٿا تي زور ڏيڻ ۽ ان لاءِ زبردستي هڪ طرفا فيصلا ڪرڻ ڪٿان جي دانشمندي قرار ڏني سگهجي ٿي. جيڪي ڏريون ۽ ٽولا ملڪ جي خيرخواهي جا ۽ مالڪي جا دعويدار آهن، انهن اڄ تائين ملڪ کي مالي لحاظ کان ايڏو ته مهانگو ڪري ڇڏيو آهي جو ان لاءِ رقمن جو بندوبست ڪرڻ پاڪستان جهڙي ڪنگال ملڪ لاءِ ناممڪن آهي.

مسلم ليگ حڪومت ڪالاباغ ڊيم جي اڏاوت لاءِ ايندڙ ٥ سالن واري منصوبي ۾ صرف ١٥٠، ارب روپيا رکيا آهن، جڏهن ته ماهرن موجب ان تي موجوده دور ۾ ٣ کرب ٦٠ ارب روپيا لاڳت ايندي،، جيڪڏهن اهڙي وڏي منصوبي ۾ هٿ وڌو ويو ته پاڪستان ۾ تعمير جي پلاڻي، تعمير ۽ ترقي جي حوالي سان جيڪي به ڪارناما سرانجام ڏنا آهن، تن هن بدقسمت ملڪ کي هميشه هاڃو ئي رسايو آهي. اهي ئي ماڻهو پيهر ملڪي ايڪي ۽ اتحاد جي نالي تي ڪالاباغ ڊيم جو پٽڪو پٽي رهيا آهن، جن جي ڪرتوتن سبب ١٩٧١ع ۾ اسان کان بنگالي ڀائر جدا ٿي ويا هئا يا کين زور زبردستي سان ڇني الڳ ڪيو ويو هو. هن وقت جڏهن ملڪ ۾ گڏيل صلاح ۽ راءِ سان ڀائيچاري وارو ماحول ۾ فيصلا ڪرڻ جي ضرورت آهي ۽ ماضي جي غلطين جو ازالو ڪرڻ لاءِ ماحول تيار ڪرڻو آهي. ان وقت هٿ وٺي ڪمزور قومن ۽ قوميتن کي هن تاجي پيٽي کان بيزار ۽ بتال ڪرڻ جون سازشون سٽيون پيون وڃن. حڪمرانن جي اهڙن هڪ طرفن فيصلن سان جيڪڏهن سياڻي خدا نه ڪري هن 50 سال پراڻي جوڙجڪ کي ڪو هاڃو رسيو ته ان جا ذميوار به اهي ماڻهو هوندا، جيڪي ملڪي سالميت ۽ استحڪام جي نالي تي نفرتن جو ٻج ڇٽي رهيا آهن. قومن وچ ۾ دشمنيون پيدا ڪري کين هڪ ٻئي کان ڌڪي ڌار ڪرڻ جا سامان پيدا ڪري رهيا آهن. هاڻي به وقت نه ويو آهي ته موجوده وڏي مينڊيٽ جي دعويدار حڪومت پنهنجي سگهه کي استعمال ڪندي صوبن وچ ۾ ڀائيچاري وارو ماحول پيدا ڪرڻ لاءِ حقيقي بنيادن تي فيصلا ڪري. اهڙن مڙني قوتن جي حوصلي شڪني ڪئي وڃي، جيڪي ملڪ جي ڀلائيءَ جي نعري هيٺ ان جا بنياد کوٽي رهيا آهن.

مسعود انصاري

# ڪالاباغ ڊيم

”اسين قيدي تخت لاهور دي“ هي اهو جملو هو، جيڪو قومپرست پارٽيءَ جي هڪ ڪارڪن بي ساخته ان وقت چيو، جنهن وقت ملڪ جي وزيراعظم پنهنجي جون ١١ واري قوم کي خطاب دوران، ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ جو اعلان ڪيو. ”اسان دنيا کي ٢٨ مئي تي ان وقت تعجب ۾ وجهي ڇڏيو جنهن وقت اسان نيوڪليئر بمن جا ڌماڪا ڪيا ۽ اسان تمام جلد ڪالاباغ ڊيم ٺاهي هڪ ٻيو مورچو فتح ڪنداسين.“ قرضن ۾ پيڙهيل قوم جي وزيراعظم پنهنجي تقرير ۾ اعلان ڪيو.

ذريعن جو چوڻ آهي ته نواز شريف کي اهڙو اعلان پنهنجي ٻه هفتا اڳ واري خطاب ۾ ڪرڻو هو. پر جيئن ته ان وقت انڊيا جي نيوڪليئر بمن جي ڌماڪن جي ڪري ملڪ اندر ٻئي قسم جي صورتحال هئي، ان ڪري آخري وقت تي اعلان روڪيو ويو. مزي جي ڳالهه وري اها آهي ته وزيراعظم ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ جو اعلان ته ڪيو پر سندس ان اعلان کانپوءِ جڏهن وفاقي بجيٽ پيش ٿي ته ان ۾ ڊيم جي ٺاهڻ لاءِ هڪ پائي به نه رکي ويئي. نون انگن اکرن موجب، ڊيم ٺاهڻ لاءِ حڪومت کي گهٽ ۾ گهٽ ڏهه ارب ڊالرن جي رقم درڪار آهي. هڪ صحافي اهڙي صورتحال تي تبصرو ڪندي چيو ته ”جيئن ته هن وقت حڪومت وٽ اڳ ۾ ئي فنڊن جي ڪوٽ آهي، مون کي لڳي ٿو ته حڪومت ”بم اڪائونٽ“ (خود انحصاري فنڊ اڪائونٽ) جا پئسا ڊيم جي ٺاهڻ تي خرچ ڪندي“ پر پنجاب جي وڏي وزير شهباز شريف ان ڳالهه کي وڏيڪ سولو ڪندي چيو ته، ”ڊيم ٺاهڻ لاءِ جيڪڏهن مونکي پنجاب جي گهٽي گهٽي مان به پنڻو پيو، ته آءُ پني به ڊيم ٺهرائيندس.“

ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ لاءِ فيلڊ اسٽڊيز جو ڪم ۱۹۵۳ع ڪان شروع ٿيو. منصوبي مطابق هي ڊيم تربيلا ڊيم کا ۱۲۰ ملين جي هيٺائين تي ڪالاباغ وٽ تيار ڪيو ويندو. هن جو Reservoir ايريا ڪي، نوشهره شهر، جيڪو سرحد صوبي ۾ سنڌ درياهه جي ساڄي ڪپ تي آهي، تائين وڌايو ويندو. جڏهن ته ڊيم جي جڳهه پنجاب ۾ ميانوالي ۽ ڪئمبلپور ۾ رکي ويئي آهي. هن ڊيم جي حامين جو چوڻ آهي ته ڊيم سان نه رڳو گهٽ پئسن تي هائڊرو اليڪٽرسٽي جي پيداوار وڌندي پر زراعت لاءِ پاڻي به چڱي نموني استعمال ٿي سگهندو ۽ ملڪ ۾ سائو انقلاب آڻي سگهبو. هن ڊيم جي تعمير جو ڪم ايوب خان جي دور ۾ شروع ٿيو پر جنرل يحييٰ ۽ ذوالفقار علي ڀٽي جي دور ۾ بند ٿي ويو، جنرل ضياء لڪ چوري ڪم شروع ڪرايو پر سنڌ ۽ سرحد جي سخت مخالفت جي ڪري ڪم روڪي ڇڏيو. سنڌ اسيمبلي پهرين اسيمبلي هئي، جنهن سڀ کان پهرين ۱۹۸۹ ۾ ان ڊيم جي خلاف ٺهراءُ پاس ڪيو، اهڙو ئي ٺهراءُ سرحد ۽ بلوچستان اسيمبلين به پاس ڪيو. هي ٽئي صوبائي اسيمبليون هن وقت تائين تقريباً ڇه دفعا اهڙي قسم جو ٺهراءُ پاس ڪري چڪيو آهن، ۽ شايد اهو ئي سبب آهي جو بينظير ڀٽو پنهنجي حڪومت جي ٻنهي دورن ۾ ڪالاباغ ڊيم جو ڪم شروع نه ڪرايو. ان لاءِ هن وچ وارو رستو ورتو چوندي رهي ته ڪالاباغ ڊيم تيستائين نه ٺاهيو ويندو جيستائين چارئي صوبا ان لاءِ راضي نه ٿيندا. نواز شريف به پنهنجي پهرين دور حڪومت ۾ ڪالاباغ ڊيم تي ڪو ڪم شروع نه ڪيو. پر هاڻي هن ڊيم ٺاهڻ جو اعلان ان وقت ڪيو جڏهن هن جي پنهنجي جوڙيل سينيٽ جي اسٽينڊنگ ڪميٽي ۽ ڪائونسل آف ڪامن انٽريسٽ (CCI) ڊيم جي منصوبي کي رد ڪري چڪي هئي. ڪميونسٽ پارٽي آف پاڪستان جي اڳوڻي اڳواڻ، ڄام ساقي اهڙي قسم جي فيصلي تي پنهنجي راءِ ڏيندي چيو: "مون کي لڳي ٿو ته اسٽيبلشمينٽ پاڪستان جي مستقبل کان مايوس ٿي چڪي آهي، ۽ شايد ان جي ڪري ئي اهڙو فيصلو ڪيو ويو آهي، جڏهن هن منصوبي کي ٽن صوبن ڪانسواءِ سينيٽ جي اسٽينڊنگ ڪاميٽي ۽ سي

سي آءِ رد ڪري چڪي آهي تہ پوءِ هن قسم جي ڊرامي ڪرڻ جي حڪومت کي ڪهڙي ضرورت هئي؟."

سنڌ ۽ پنجاب جي صوبن ۾ پاڻيءَ جي ورهاست وارو مسئلو انگريز سرڪار جي دور کان هلندو ٿو اچي ۱۹۳۵ع کان وٺي ۱۹۸۳ع تائين پاڻي جي ورهاست جي مسئلي کي نبيرڻ لاءِ ڇهہ ڪميونيون قائم ٿي چڪيون آهن. سنڌ جي ماڻهن کي هيشہ کان اها شڪايت رهي آهي تہ پنجاب هنن جي حصي جو پاڻيي چورائيندو رهيو آهي. ان ڪانسواءِ سنڌ جي ماڻهن کي اها پڻ شڪايت رهي آهي تہ پنجابي سياستدانن ۱۹۴۸ع ۾ ٽي درياهہ انديا کي ڀڳڙن جي مٺ تي وڪروڪري ڇڏيا ۽ هن وقت پنجاب پنهنجي ضرورتن کي پورو ڪرڻ لاءِ سنڌ جو ۸۶ .۱۲ ايم اي ايف پاڻي، ڪالاباغ ڊيم جي منصوبي ذريعي چورائڻ گهري ٿو. سرحد وارا ڪالاباغ ڊيم جي مخالفت ان ڪري ٿا ڪن جو سندن چوڻ آهي تہ هن ڊيم جي ٺهڻ سان ڪيترائي ماڻهو بي گهر ٿي ويندا ۽ تمام وڏو آباد علائقو پاڻي هيٺ اچي ويندو.

ابرار قاضي، جيڪو ڪالاباغ جي رٿا مطابق ماهر آهي ۽ جنهن ان بابت ڪتاب پڻ لکيو آهي چوي ٿو تہ، "اهو پڻ هڪ وڏو سبب هو جو ورلڊ بئنڪ ۽ آءِ ايم ايف ڊيم جي لاءِ قرض ڏيڻ کان انڪار ڪيو ڇو تہ ڊيم جي ٺهڻ سان جيڪي Development Immigrants پئدا ٿيندا، اهو هڪ تمام وڏو انساني حقن جو مسئلو ٿيندو. ۽ هنن تڙيل ماڻهن کي تمام گهڻن مسئلن سان منهن ڏيڻو پئجي ويندو."

۱۹۷۳ع جي آئين جو آرٽيڪل(۲) ۱۶۲ مطابق "جنهن صوبي ۾ هائڊرو اليڪٽرسٽي پروجيڪٽ موجود آهي، ان جو نج فائدو Net Profit ان صوبي کي ئي ملندو. ڪالاباغ ڊيم جي سلسلي ۾ Reservoir وارو علائقو تہ سرحد ۾ آهي پر انجي بجلي پئدا ڪرڻ وارو علائقو پنجاب ۾ آهي. ان ڪري بجلي ٺاهڻ جو سمورو فائدو (Royality) پنجاب کي حاصل ٿيندو. پر ڊيم ٺهڻ جا سمورا سور سرحد صوبي کي سهڻا پوندا. جيستائين بلوچستان جي صوبي جو تعلق

آهي، جنهن پڻ ڪالاباغ ڊيم جي خلاف پنهنجي اسيمبليءَ مان ٺهراءُ پاس ڪرايو آهي، هن صوبي کي ڊيم ٺهڻ سان سڌيءَ طرح ڪو نقصان ڪونهي، پر پٽ فيڊر ڪئنال، جيڪو گڏو بئراج مان نڪري ٿو، ان سان بلوچستان کي ۳۴۰۰ ڪيوسڪس پاڻي ملي ٿو جنهن سان اتان جي اٽڪل ۳ لک ايڪڙ زمين آباد ٿئي ٿي. ڪجهه وقت اڳ بلوچستان حڪومت، سنڌ حڪومت کان پٽ فيڊر ڪئنال کي Re-model ڪرڻ جي گهر ڪئي هئي. بلوچستان کي ٦٠٠٠ ڪيوسڪس پاڻي جي ضرورت آهي جنهن سان ۲ لک ايڪڙ وڌيڪ زمين آباد ٿي سگهندي.

سنڌ جي ماهرن کي ڊپ آهي ته ۱.۹ ملين ايڪڙ ڪچي جو علائقو جنهن ۾ ۵۹۸،۸۸. ايڪڙن تي ٻيلا آهن ۽ ٦ لک ايڪڙ زمين تي فصل ٿيندو آهي اها درياهه ۾ ٻوڏ اچڻ سان ئي آباد ٿيندو آهي. درياءَ ۾ پاڻي جو وهڪرو گهٽ هجڻ ڪري جيڪڏهن ڪچو نه ٻڏي ته اتي آبادي ٿي نه سگهندي. ٨٦-۱۹۸۵ع ۾ درياه ۾ پاڻي گهٽ هئڻ جي ڪري ڏڪار واري حالت پيدا ٿي وئي هئي ۽ ڪچي مان هزارين ماڻهو لڏپلاڻ لاءِ مجبور ٿيا هئا. ان ڪانسواءِ سنڌو درياه جو وهڪرو سمنڊ جي کاري پاڻي کي اڳتي وڌڻ کان روڪي ٿو ۽ جيڪڏهن سمنڊ جي ان کاري پاڻي کي نه روڪيو ويو ته ٺٽي ۽ بدين جون زميون بلڪل ختم ٿي وينديون. ڪالاباغ ڊيم جي سلسلي ۾ سنڌين کي پنجاب جي نيت تي به شڪ آهي. ڇاڪاڻ ته ۱۹۷۲ع ۾ سنڌ ۽ پنجاب جي حڪومتن چشما جهلم لنڪ ڪئنال ٺاهه ڪيو هو، جنهن وقت درياه ۾ سنڌ جي ضرورت کان وڌيڪ پاڻي هجي، ان وقت سنڌ جي پاڻي جو رخ، سنڌ جي وڏي وزير جي لکت ۾ اجازت ڪانپوءِ، ڪئنال ڏانهن ڪري سگهجي ٿو. پر پنجاب اهڙي قسم جي ٺاهه جو ڪڏهن به احترام نه ڪيو. ۱۹۸۵ع جو سال پاڻي جي لحاظ کان Lean-Year هو. پر پنجاب جو ان وقت جو گورنر غلام گيلاني ۽ واپڊا جو چيئرمين صفدر بٽ، هيليڪاپٽر تي ڪئنال تي پهتا ۽ پاڻي جو وهڪرو پنجاب طرف ڪري ڇڏيو. جڏهن هن کا آگاهه ڪيو ويو ته سنڌ جو پاڻي ڪئنال ڏانهن کولڻ کان پهريون ان جي وڏي وزير جي لکت ۾ اجازت ضروري آهي ته ان تي هن چيو.

”جهنم ۾ وڃي سنڌ!“

ابرار قاضي، جو چوڻ آهي تہ ”سنڌ کي ڪوبہ اعتراض ڪونهي جيڪڏهن درياہ سنڌ تي ڪوبہ ڊيم تربيلا ڊيم کان مٿاهين ڏانهن ٺاهيو وڃي“ اهي جڳهون جتي ڊيم ٺاهي سگهجي ٿو انهن مان هڪ ياشا آهي. ياشا جو علائقو صوبي سرحد جي اترئين علائقن ۾ آهي، جيڪڏهن هتي ڊيم ٺهيو تہ ان سان ڪالاباغ ڊيم کان ٢٥ کان ٣٠ سيڪڙو وڌيڪ بجلي پئدا ڪري سگهجي ٿي. پر پنجاب جو اصل مقصد صرف بجليءَ جي پيداوار نہ آهي، ان سان گڏ پنجاب سنڌ جي پاڻي تي ڪنٽرول ڪري، پنهنجن غيرآباد زمينن کي آباد ڪرڻ گهري ٿو. ڪالاباغ وٽ ڊيم ٺهڻ سان پنجاب جي ٣٨٠٠٠٠ ، ايڪڙ زمين جيڪا ميانوالي، خوشاب ۽ جهلم ۾ آهي، آباد ٿي سگهندي. ان ڪانسواءِ ١٥٠٠٠ ڪيوسڪس ڪئنال پڻ ڊيم جي ساڄي پاسي کان ڪڍي ٢٠١٢ ملين ايڪڙ زمين آباد ڪري سگهبي.

هڪ پنجابي ماهر ماحوليات اقبال احمد، هن ڊيم تي سنڌ جي اعتراضن سان اتفاق ڪندي چيو تہ،

”مونکي سمجهہ ۾ نہ ٿو اچي تہ هي گورنمينٽ صرف ويهن سالن جي نقصان تي ڪيئن ترجيح ٿي ڏيئي. ڊيم جي ٺهڻ سان شايد بجليءَ جي کوٽ کي تہ پورو ڪري سگهبو پر ان کان پوءِ ملڪ اندر جيڪي Economical Changes ايندا ان جو ازالو شايد اسان جا ايندڙ نسل بہ نہ ڪري سگهندا.“



ظفر عباسي

# ڪالاباغ ڊيم: سنڌ جا ٽيڪنيڪل اعتراض

حڪمُران ٽوڙي موقعي پرسّت ڌريون جيڪي ماضيءَ ۾ ”ڪالاباغ ڊيم جيڪڏهن ملڪ جي مفاد ۾ آهي ته ضرور ٺهندو“ جهڙا موقعي پرست بيان ڏينديون هيون. حال ۾ واضح نموني ڪالاباغ ڊيم جي حمايت ڪري رهيون آهن. نواز شريف جنهن پنهنجي پنجاب جي وڏ وزارت واري دور ۾ ڪالاباغ ڊيم لاءِ ڪافي پاڻ پتوڙيو هو سو پنهنجي ان دور ۾ ڊيم ته نه ٺهرائي سگهيو هو پر پنجاب جي ڪجهه سياسي ۽ عوامي حلقن ۾ اهو احساس پيدا ڪرڻ ۾ ضرور ڪامياب ويو هو ته ”پنجاب جي سڄي خوشحالي رڳو ۽ رڳو ڪالاباغ ڊيم سان وابسطه آهي ۽ جيستائين ڊيم نه ٺهندو، پنجاب پسماندگيءَ جي گرفت مان ٻاهر نڪري نه سگهندو.“ وزارت عظميٰ جي ٻيو ڀيرو منصب ملڻ ڪانپوءِ ملڪ جي مستقبل جي غير يقينيءَ وارين ڏيهي توڙي پرڏيهي امڪانن ۽ رپورٽن جي خوف، وزيراعظم سميت ڪجهه سياسي ۽ عوامي حلقن ۾ اهو احساس به پيدا ڪري وڌو آهي ته ”پنجاب جا سمورا وڏا پراجيڪٽ جيترو جلد ٿي سگهن مڪمل ڪرائي وٺجن. ڪالاباغ ڊيم به انهن مان هڪ سازش آهي.“

اهڙيءَ ريت پنجاب جي ووٽ بينڪ کي سدائين لاءِ محفوظ ڪرڻ ۽ صوبي اندر چوڌري شجاعت، گوهر ايوب ۽ ٻين ڌرين جي اندروني اختلافن کي ليپي پوچي لاءِ سردخاني ۾ پيل ڪالاباغ ڊيم منصوبي ۾ نئين سر هوا ڦوڪي پئي وڃي. جنهن کي 1952ع ۾ جڏهن اهو منصوبو پنجاب جي صوبائي حڪومت پاران پيش ڪيو ويو هو، آمريڪي ماهرن رد ڪري ڇڏيو هو ۽ جنهن بابت آمريڪا جي بيورو آف ري ڪليميشن جي سربراهه سواج ”ڪالاباغ جي جاءِ تي ڊيم جي تعمير کي ناممڪن“ قرار ڏنو هو جڏهن ته ٻين بين الاقوامي ۽ قومي

ماهرن جي گهٽائي ۽ ان کي رد ڪندي ننڍن ڊيمن جي سفارش ڪئي هئي ۽ انهن مان ڪجهه ماهرن آبپاشيءَ جي موجوده نظام کي بهتر ڪرڻ تي زور ڏنو هو. پوءِ ۽ ملڪي ۽ بين الاقوامي ماهرن، جن ۾ آبپاشي ۽ ڊيم انجنيئرنگ جو عالمي ماهر عبدالرسول ميمڻ، انوايرمينٽل مئنيجمينٽ سوسائٽي آف پاڪستان جو سيڪريٽري جنرل ۽ باني ۽ 1960ع کان ماحولياتي منصوبابنديءَ سان واڳيل ماحوليات تي اٿارٽيءَ جي حيثيت رکندڙ ڊاڪٽر محمد ناصر گزدر جيڪو ماحوليات ۾ ڊاڪٽريٽ ڪرڻ کانپوءِ آمريڪا ۽ ملائيشيا جي معروف يونيورسٽين ۾ ماحوليات جو مضمون پڙهائي رهيو آهي. انٽرنيشنل رور نيٽ ورڪ ڪيلي فورنيا جو صدر ۽ ماحوليات ۽ ڊيم انجنيئرنگ جو عالمي ماهر ڊاڪٽر فلپ وليم ۽ ٻين ۽ ان ڊيم کي ٽيڪنيڪل بنيادن تي رد ڪري ڇڏيو هو ۽ شايد انهن ماهرن جي ئي رپورٽن آڏار عالمي مالياتي ادارن ۽ ان منصوبي لاءِ مالي سهائتا کان جواب ڏئي ڇڏيو.

سڄي ملڪ جي سڄي سال جي بجيٽ، جيڏي رقم سان ٺهڻ واري هن ڊيم جو قرض ته سڄو ملڪ لاهيندو پر ان ڊيم مان فائدو، پنجاهه لک ايڪڙ بنجر زمين پنجاب جي آباد ٿيندي ۽ ان ڊيم مان ٺهندڙ بجليءَ جي رائلٽيءَ جو وارث ۽ پنجاب ئي ٿيندو. هن مهل جڏهن ملڪ ۾ ايترا پئسا ڪونه آهن جو ملڪ جي سرڪاري ملازمن کي پگهارون ڏئي سگهجن، اڳواٽ ڪنيل قرضن جي وياج جون قسطون ادا ڪري سگهن. ترقياتي ڪم ڪاريون ڪرائي سگهجن، بنيادي انساني ضرورتن جا ادارا قائم ڪري سگهجن، اتي پنجاب جي مختصر وقت جي فاعدي لاءِ ايڏو مهانگو پراجيڪٽ عمل هيٺ آڻڻ لاءِ ننهن چوٽيءَ جو زور ڏنو پيو وڃي. ملڪ جي پنهنجي معاشي صورتحال جو اندازو ان ڳالهه مان ئي آسانيءَ سان لڳائي سگهجي ٿو ته ڪالاباغ ڊيم پراجيڪٽ جي هيڏي وڏي پراجيڪٽ جي ”تعمير قابل هئڻ“ جي فزيبلٽي رپورٽ تي رکو ”نظرثانيءَ“ لاءِ ۽ امدادي ڪنسورشيم کان ”فنڊ“ گهرڻ جو فيصلو ڪيو ويو آهي (جنهن جو اجلاس اسلام آباد ۾ ۱۱ کان ۱۳ مئي تائين، هلي رهيو آهي.)

ٽيڪنيڪل توڙي سياسي بنيادن تي جڏهن سينٽرل پنجاب جي پاڪستاني حڪمرانن، ننڍين، صوبن کان ڪالاباغ ڊيم جي حق ۾ حمايت حاصل نہ ڪري سگهيا ۽ هڪ ڪان وڌيڪ دفعا سنڌ ۽ سرحد جون اسيمبليون ان رٿا کي رد ڪري چڪيون، تڏهن اوچتو ئي اوچتو عوام ۽ اسيمبلين بدران ننڍن صوبن جي حڪومتن ڪِان ڊيم جي حق ۾ فيصلو وٺڻ جي رٿا جوڙي وئي ۽ ڏسندي ئي ڏسندي ننڍن صوبن جي لولين لنگڙين حڪومتن جي سربراهن جا حمايتي بيان پڌرا ٿيڻ لڳا. سرحد جي صوبائي وڏي وزير سردار مهتاب عباسيءَ صوابيءَ جي عام جلسي ۾، وزير اعظم جي موجودگيءَ ۾ ئي ڪالاباغ ڊيم منصوبي جي حمايت جو اعلان ڪري ڇڏيو. تنهن کانپوءِ ۹ مئي تي گڏيل مفادن واري ڪائونسل جي ميٽنگ ۾ بلوچستان جي صوبائي وڏي وزير اختر مينگل بہ ڊپيل لفظن ۾ اهو چئي ڏنو تہ "ڪالاباغ ڊيم قومي مفادن وٽان آهي تہ ضرور ٺاهيو وڃي پر اهو ڌيان ۾ رهي تہ ڪو طبقو يا صوبو ناراض نہ ٿئي." "عوام بہ راضي نواز بہ راضي" واري پاليسي اپنائيندي، هن تہ قومي مفادن جي هر رٿا جي حمايت جو بہ اعلان ڪري ڇڏيو. گڏيل مفادن واري ڪائونسل(سي سي آءِ) جي مذڪوره اجلاس ۾ وزير اعظم، آئين جي برخلاف چئن بدران وفاق جي ۲ نمائندن، پنجاب ۽ سرحد جي وڏن وزيرن تہ ڪالاباغ ڊيم جي مڪمل حمايت جو اعلان بہ ڪري ڇڏيو، باقي ڌرين کي راضي ڪرڻ لاءِ صوبائي رابطن واري وفاقي وزير چوڌري نثار جي سرواڻيءَ ۾ چئن ئي صوبن جي وڏن وزيرن ۽ واپڊا جي چيئرمين تي مشتمل هڪ اعليٰ سطحي ڪاميٽي قائم ڪئي وئي آهي جنهن کي ٦ هفتن ۾ "سڀ راضي آهن" جي رپورٽ، وزيراعظم کي ڏيڻي آهي. ان ڏس ۾ اطلاع آهن تہ اها ڪاميٽي ڪالاباغ ڊيم جي نالي کي مٽائي "پاڪستان ڊيم" جي نالي سان صوبن ۽ سياسي ڌرين کي بيوقوف بڻائيندي. جن ماڻهن کي ان ڊيم جي ٽيڪنيڪل پهلوئن جي پاڻ خبر نہ هوندي، اهي ڀيو ڇا ڪندا؟

ملڪ جي قومي ۽ صوبائي سطحن تي خاص ڪري سنڌ جي حوالي سان ٽيڪنيڪل ماهرن ڪالاباغ ڊيم جي تعمير تي جيڪي

اعتراض ڪيا آهن ۽ جن کي هر حال ۾ فني طور تي تسليم ڪيو وڃي ٿو هيل تائين حڪومت انهن اعتراضن جا تسلي بخش جواب نہ ڏنا آهن. ان ڪري ئي ڪالاباغ ڊيم بابت قومي سطح تي اتفاق راءِ جڙي نہ سگهيو آهي، اسين هتي ڪالاباغ ڊيم بابت سنڌ جا اعتراض نوٽ ٿا ڪرايو تہ ڪاميٽيءَ کان انهن بابت تسلي بخش جواب نہ رڳو پاڻ حاصل ڪري پر سنڌ جي عوام کي بہ انهن بابت آگاهہ ڪري.

١). ڪالاباغ ڊيم کان پوءِ سنڌ جي ڪچي وارن علائقن ۾ ٽيوب ويلن جي مستقل تنصيب بابت شڪ شبها نظر اچن ٿا، ڇاڪاڻ جو جيڪڏهن هيٺانهن علائقن ۾ ٽيوب ويل لڳائي سگهجن ٿا تہ پوءِ بهتر اهو ئي ٿيندو تہ ڪالاباغ ۽ مٿين علائقن ۾ ٽيوب ويل لڳايا وڃن.

٢). سنڌ ۾ پاڻيءَ جي ڪميءَ ڪارڻ ٽيوب ويل ڪم نہ ڪندا، ان سان سنڌ جا ٦ لک ايڪڙ نهري پڪيڙ تي قائم جهنگل تباهہ ٿي ويندا.

٣). خريف ۽ ربيع جا فصل بہ متاثر ٿيندا.

۴). ڪالاباغ ڊيم جي تعمير سان سنڌ ۾ پيئڻ جي پاڻيءَ جي ڪوالٽي ڪري پوندي، جيئن تربيلا ڊيم جي تعمير کان پوءِ ڏسڻ ۾ آيو آهي تہ حيدرآباد جي ڏکڻ ۾ پاڻي پيئڻ جي قابل نہ رهيو آهي.

۵). سنڌو درياءَ ۾ پاڻيءَ جي مقدار ۾ لڳاتار گهٽتائي ڏسڻ ۾ آئي آهي. مثال 60-1953ع جي پاڻيءَ جي گهرج جيڪا اڄڪلهہ 106 ايم اي ايف تائين آهي، مستقبل ۾ گهٽجڻ بدران وڌندي.

٦). ايندڙ ڪجهہ سالن ۾ دريائن جي پاڻيءَ ۾ ٿيڻ واري گهٽتائيءَ لاءِ ڪڄندڙ قدمن ۽ تدبيرن کي نظر انداز ڪيو ويو آهي. آباشي ماهرن مطابق 2014ع تائين دريائن ۾ 36 ايم اي ايف پاڻيءَ جي گهٽتائي ٿي ويندي. ان ڪري اهو چوڻ تہ ڪالاباغ ڊيم ذريعي حاصل ٿيڻ وارو 6 ايم اي ايف پاڻي فصلن لاءِ ڪافي ٿيندو. ڏاڍو ناممڪن آهي.

٧). بين الاقوامي اداري آءِ يو سي اين (IUCN) مطابق ماحولياتي توازن قائم رکڻ لاءِ سمنڊ ۾ 27 ايم اي ايف پاڻيءَ جو ڇوڙ

ضروري آهي، جڏهن ته جيڪڏهن ان مقدار کي اسان 10 ايم اي ايف به ڪري ڇڏيون(جيئن پاڻيءَ واري ڳاڻ ۾ آهي) مستقبل ۾ اهو ڇوڙ ان کان گهٽجي ويندو.

٨). ڪالاباغ ڊيم مان پاڻيءَ جي کپت بابت اجا تائين تسلي بخش رپورٽ تيار نه ڪئي وئي آهي ۽ ڪالاباغ ڊيم بابت اهو ئي تاثر ڏنو وڃي ٿو ته اهو رڳو هڪ وقتي نوعيت جو منصوبو آهي. جنهن ۾ فاضل پاڻيءَ جو ذخيرو ڪري ان کي سوڪهڙي ويل آبپاشيءَ لاءِ ڪتب آڻي سگهجي ٿو. پر ڪٿي؟ اهو واضح ڪونهي. شروع ۾ ان کي بجليءَ جي منصوبي طور پيش ڪيو ويو هو پر ان کي آبپاشيءَ لاءِ به استعمال ڪيو ويندو.

٩). بيراج ۾ مسئلا پيدا ٿيڻ سان هيٺانهن علائقن ۾ پاڻيءَ جو وهڪرو ڏاڍو وڏي ويندو آهي، جيڪو پوک هيٺ آيل فصلن لاءِ هاڃيڪار آهي.

١٠). سنڌ جي هيٺانهن ميداني علائقن ۾ موسم جي تبديليءَ جا خطرا آهن، جيڪي عالمي سطح تي آبهوا جي گرم ٿيڻ سان اجا وڌي ويندا.

١١). دريائن جي پاڻ ۾ ملي وڃڻ سان پاڻيءَ جي رسد ۽ نيڪال ۾ رڪاوٽ جو خدشو آهي.

١٢). پيئڻ جي پاڻيءَ ۾ آلودگي ۽ عدم فراهميءَ جو خطرو آهي.

١٣). ٿوٽ/ بنجر علائقن ۾ انساني صحت کي خطرو لاحق ٿيندو.

١٤). ڊيم تعمير ٿيڻ سان درياءَ جي رواني متاثر ٿيندي ۽ پاڻيءَ جي سطح بلند ٿي ويندي جنهن سان زلزلن وغيره جهڙين آفتن جي واقع ٿيڻ ۾ اضافو ٿيندو.

١٥). پاڻيءَ جي ڪميءَ ڪارڻ سڄو علائقو زرخيزي وڃائي ويهندو ۽ صحرا ۾ مٽجي ويندو جنهن سان سنڌ جي هيٺانهن علائقن ۾ رهڻ وارو ڏيڍ ڪروڙ عوام پاڻيءَ جي فراهمي ۽ نيڪال لاءِ اوسرڪندو.

١٦). سنڌو درياءَ کي رڻ آف ڪڇ وانگر لوڻ جي ڏهڻ بڻجي وڃڻ جو خطرو لاحق آهي.

١٧). ڪڇي وارن علائقن ۾ جهنگلن کي خطرو ۽ ٻين جنگلات جي تحفظ جي غير يقيني.

١٨) آبي رستن کي درپيش مسئلا، ڇو جو ڪالاباغ ڊيم سان سنڌو درياءَ ۾ ٻيڙيون هلائڻ وغيره مشڪل ٿي ويندو.

١٩). سنڌو درياءَ جي ڊيلٽا خاص ڪري منڇر ڍنڍ کي شديد خطرو.

٢٠). آبي مخلوق/ مڇين وغيره جي افزائش جو خطرو.

٢١). قدرتي پيداوار جي تباهي.

٢٢). آثار قديم جو تحفظ، ثقافتي ۽ تهذيبي ورثي جي نشانن ۽ ماڳن جي حفاظت.

٢٣). تجارت ۽ مواصلات جي ذريعن جي بحاليءَ جو مستقل حل.

٢٤). ڪالاباغ ڊيم جهڙي وڏي منصوبي تي مجموعي طور 2400 ميگاواٽ بجلي پيدا ٿيندي. جڏهن ته واپڊا جي تيار ڪيل سفارشن تحت ٿاڪوٽ، بن جي ۽ داسو وغيره تي ننڍا ڊيم تعمير ڪري 15000 ميگاواٽ تائين بجلي پيدا ڪري سگهجي ٿي. انهن ڊيمن جي باري ۾ فزيبلٽي مانٽريال انجنيئرنگ ڪمپني ٺاهي هئي ۽ انهن منصوبن لاءِ سيڊا امداد ڏيڻ جو به واعدو ڪيو هو ۽ انهن ڊيمن جي تعمير سان ٻوڏ جي روڪٿام به ٿيندي.

٢٥). ڪالاباغ ڊيم جي ڊسن ۾ تيار ڪيل رپورٽ ۾ پاڻيءَ جي نقصان جو ڪاٿو ناهي ڪيو ويو، جڏهن ته تربيلا ڊيم جي تعمير بعد پاڻي جي نقصان جو مقدار متوقع 6.2 ايم اي ايف مان وڌي 14.7 ايم اي ايف ٿي ويو هو. هتي ماهرن جو اندازو آهي ته ڪالاباغ ڊيم ۾ 6 ايم اي ايف پاڻي جي ذخيري مان 160 چورس ميلن جي علائقي ۾ 4 ايم اي ايف پاڻي ضايع ٿيندو.

٢٦). ڊيم جي تعمير ممڪن ئي نه آهي ڇو جو ڪالاباغ ڊيم لاءِ پاڻيءَ جو گهربل مقدار موجود ئي ڪونهي. واپڊا جو چوڻ آهي ته 6 ايم اي ايف پاڻي اضافي آهي جنهن مان هاڻ 4.2 ايم اي ايف پاڻي محفوظ ڪيو ويندو. سنڌ طاس ٺاهه مطابق پارت جو غير استعمال ٿيل پاڻي 4.8 ٿيڻ کپي.

٢٧). جيڪڏهن واپڊا جا ڏنل انگ اکر پيٽانجن ٿا ته حال ۽ مستقبل جي صورت اها ٿي بيهي ته هن وقت به اوپر وارن دريائن مان آخري دستياب پاڻي 1.2 ايم اي ايف گهٽ آهي. جڏهن ته اولاهن دريائن ۾ اها پاڻيءَ جي ڪوٽ 5.2 ايم اي ايف آهي. تڏهن ڪالاباغ لاءِ پاڻي سواءِ "چوري ۽ سينه زوريءَ" جي ڪٿان حاصل ٿي سگهندو؟ ۽ اهڙو مثال اسان وٽ چشمہ ۽ جهلم سميت لنڪ ڪئنالن ڪي ٻارهوني وهائي 33 ايم اي ايف سنڌ جو پاڻي پنجاب ۾ ڪتب آڻڻ جي صورت ۾ موجود آهي.

٢٨). گڏيل مفادن جي ڪائونسل جي تازي گڏجاڻيءَ ۾ چيو ويو ته هائيڊرالڪ پاور پراجيڪٽ ملڪ لاءِ ضروري آهن ڇو جو ٿرمل بجلي مهانگي ٿي پئي. ماحوليات ۽ ڊيم انجنيئرنگ جي بين الاقوامي ماهر ڊاڪٽر فلپ وليم ڪالاباغ ڊيم تي تبصري ۾ چيو آهي ته "پاڪستان جي عوام تي هائيڊرالڪ انجنيئرنگ جي نظام کي زبردستي مڙهڻ ٺيڪ ناهي ڇاڪاڻ جو هيءُ نظام نقصان سان ڀرپور آهي."

٢٩). ڊيم ٺهڻ جي صورت ۾ مارچ کان جولاءِ تائين مون سون جي آمد کان اڳ، سمنڊ کان ڪوٽڙيءَ تائين زمين سم واري ٿي ويندي. جنهن سان ساحلن جي تباهي ٿي ويندي. آبي مخلوق جي حيات کي خطرو لاحق ٿيندو.

٣٠). اهڙيءَ صورت ۾ هيٺين سنڌ جو سمورو علائقو ڏهڻ بڻجي ويندو.



# سنڌ جي ماهرن پاران
# ڪالاباغ ڊيم جي رٿا رد.

ملڪ جي ٽنهي صوبن مان ٽن صوبن جي مخالفت ۽ پنجاب صوبي جي حمايت تي وفاق پاران متنازعہ ڪالاباغ ڊيم جو اعلان ڪيو ويو، جنهن تي ٽن صوبن جي دانهن ڪوڪن بعد ماحول سازگار بنائڻ لاءِ وفاق پاران ملڪ جي نشرياتي ادارن تان جيڪا پرچار مهم شروع ڪئي وئي، تنهنجي ساک ناهڻ لاءِ ڪڏهن ڪڏهن سنڌ جي صحيح نمائندگي بہ ڏنئي پئي. تازو پي ٽي ويءَ تي ڪالاباغ ڊيم بابت جيڪو مذاڪرو ٿيو، تنهن ۾ سنڌ جي آبپاشيءَ جي ماهر ۽ ايوان زراعت سنڌ جي سيد قمر الزمان شاهہ، سنڌ ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ جي ابرار قاضيءَ، واپڊا جي چيئرمين شمس الملڪ ۽ واپڊا جي ڪنسلٽنٽ رياض حصو ورتو. ان مذاڪري ۾ سنڌ جو ڪيس مؤثر انداز ۾ پيش ڪيو ويو. مذاڪري جو مڪمل متن هتي پيش ڪجي ٿو.

**ميزبان:** ڪالاباغ ڊيم ڪهڙي نموني جي رٿا آهي ۽ صوبن ۾ ان جو پاڻي ڪئين ورهايو ويندو؟

**شمس الملڪ:** تمام سٺي ڳالهہ هوندي ان تي اسان ڪجهہ ٽيڪنيڪل ڳالهيون ڪيون ۽ ٻيون بہ جيڪي ڳالهيون آهن، اهي ڪيون وڃن. ڪالاباغ ڊئم بابت ڪيترن ئي ماڻهن کي اهو معلوم آهي تہ اهو سنڌو درياهہ تي ناهيو پيو وڃي ۽ اٽڪل 61 لک ايڪڙ فوٽ پاڻي ان ۾ جمع ٿيندو پر اهو پاڻي اسان 20 جولاءِ کان پوءِ اسٽور ڪنداسون، ائين ناهي تہ اسان هن کي ان زماني ۾ اسٽور ڪيون جتي آبپاشي لاءِ وڏيڪ ضرورت هجي. ڊائون اسٽيم سنڌ ۾ پنجاب ۾ يا سرحد ۾ ۽ اهو سپٽمبر جي آخر تائين ڀرجي ويندو. ان کانپوءِ جڏهن ربيع جون گهرجون شروع ٿين ٿيون تہ ان مان پاڻي نڪرڻ شروع ٿيندو ۽ ايندڙ خريف تائين (جاري رهندو). جيڪو اسان جو بنيادي مسئلو رهيو آهي. ايندڙ خريف جو صوبن وٽ پاڻي نہ هوندو آهي پوءِ ايندڙ خريف لاءِ انهن وٽ پاڻي

هوندو ۽ ان ڪانسواءِ اهو اٽڪل 12 ارب يونٽ بجلي (في) سال گهرج پوري ڪندو. 11.7 يا 11.8 ان جو پورو انگ آهي ته اها به بجلي هتان گهٽ قيمت تي حاصل ٿيندي، ايتري مهانگي نه جيتري مهانگي ٿرمل جي هوندي آهي. ته اهي ٻئي وڏا اهم فائدا آهن. جيڪي ٻوڏون ايندڙيون اهي گهٽبيون ڪونه. اهو مان نه ٿو چئي سگهان منهنجي خيال ۾ انهن ڇوڙ زيادتي ٿيندي ته ڪالاباغ ڊيم ڪان پوءِ ٻوڏون ختم ٿي وينديون، پر ٻوڏن جي انتها ۾ مناسب حد تائين گهٽتائي ايندي.

**ميزبان:** شمس الملڪ صاحب اهو ٻڌائيندؤ ته سيڪڙي جي حساب سان چئني صوبن کي ڪيترو پاڻي ملندو؟

**شمس الملڪ:** 1998ع ۾ چئني صوبن ۾ ٿيل (پاڻي واري) ٺاهه موجب ان ۾ 37 سيڪڙو سنڌ لاءِ آهي، 37 سيڪڙو پنجاب لاءِ آهي، 14 سيڪڙو سرحد ۽ 12 سيڪڙو بلوچستان لاءِ آهي.

**ميزبان:** هاڻي مان شاهه صاحب (قمر الزمان شاهه) کي گذارش ڪندس ته هي اسان کي ٻڌائي ته پاڻي ڪهڙي طريقي سان ورهائبو ۽ ڊيم ٺاهيو ڇو پيو وڃي. ان بابت توهان جا ڪجهه خدشا آهن؟

**قمر الزمان شاهه:** ڳالهه هي آهي ته شمس الملڪ صاحب اڪثر ٽي وي تي اهو چيو آهي ته قومن جو مستقبل خدشن تي نه ٺهڻ کپي پر يقيني حالت تي ٺهڻ کپي، ته مان هن کي هڪ شئي اها ٻڌائڻ ٿو چاهيان ته اسان کي پڪ آهي ته توهان وٽ هر وقت هر سال ايترو پاڻي ناهي ته توهان ڪالاباغ ڊيم ٺاهي سگهو ۽ انجي ساڄي ۽ کاٻي پاسي کان ڪئنال به ڪڍي سگهو اصل ۾ شروع ۾ شايد اها رٿا هئي. ڪالاباغ کي ڊيم ٺاهيو ويندو. هاڻي اسان کي خبر پئي آهي ته هي ڊيم بدران بئراج ٺهندو ۽ جتان کان ساڄي ۽ کاٻي پاسي کان ڪئنال نڪرندا جن جي پاڻي وهائڻ جي گنجائش 11 ملين ايڪڙ فوٽ هوندي ۽ انهن ٻنهي ڪئنالن جي پاڻي وهائڻ جي گنجائش ايتري آهي جيتري اسان جي گڊو ۽ ڪوٽڙي بئراج جي. ته اسان کي ته اها نئي خبر آهي ته جڏهن هي ڊيم ٺهندو، جڏهن هي ڪئنال شروع ٿيندا ته لازمي آهي ته

جيڪو اوڏانهن پاڻي ويندو ته ان جي هيٺان ته رڳو سنڌ ئي آهي. ٻيو ته ڪجهه ڪونهي. ته سنڌ جا جيڪي 2 بئراج آهن، انهن ۾ پاڻي نه هوندو ته ٽنهي ۾ به تمام گهٽ پاڻي هوندو ته ڳالهه هي آهي ته اسان اهو چوڻ چاهيون ٿا ته ڪوبه اهڙو ڪم نه ڪرڻ گهرجي، جيڪو ملڪ جي سالميت ۽ ملڪ جي يڪجهتي کي نقصان پهچائي.

**ميزبان:** تارڙ صاحب ڪان مان اهو پڇندس ته هن(شاهه) هڪ نئون سوال اٿاريو آهي ته هي ڊيم آهي ئي ڪونه، هي ته بئراج ٿهندو ۽ ان ۾ ظاهري طور ڪئنال نڪرندا. اهو ته هن بلڪل نئون مسئلو بيان ڪيو آهي. تارڙ صاحب توهان ڇا چوندؤ؟

**رياض تارڙ:** جڏهن اسان کو پراجيڪٽ ناهيندا آهيون ته گهڻن مقصدن وارو، جيئن چئبو آهي ان ۾ توهان جا فائدا هوندا آهن. مطلب جيئن ڪالاباغ بابت ٻڌائي رهيا آهن ته ان ۾ پاڻي جمع ڪندا. بعد ۾ استعمال ٿيندو. بجلي هوندي فلڊ ڪنٽرول هوندو ته اهو پاڻي آبپاشيءَ لاءِ استعمال ٿيندو. ان لاءِ جنهن جاءِ تي ڊيم ٺاهيندا آهيون ته ان جي سطح مٿاهين ڪندا آهيون. پاڻيءَ جي سطح مٿاهين ڪرڻ سبب ائين ٿيندو آهي ته توهان ڪجهه وڌيڪ زمين کي آبپاشي مهيا ڪري سگهو ٿا ته ان نظريي تحت هن اسڪيم جو جائزو ورتو ته اسان ڪالاباغ ڊيم ناهيون. ڊيم ته ڊزائن ٿي ويو. توهان پاڻي جي سطح اتان ڏيڍ ٻه سئو فوٽ مٿاهين ڪري رهيا آهيو ته آيا ان ۾ ڪا گنجائش آهي ته ڪجهه وڌيڪ زمين جيڪا ان جي ساڄي پاسي يا کابي پاسي آهي، ڪجهه وڌيڪ علائقو جيڪو آهي، اهو گريو ٿي. توهان ڏٺو ته پاڻي جي گهٽ ڪرڻ جا تمام گهڻا پئسا لڳن ٿا. جڏهن توهان پاڻي مٿاهون ڪري ڇڏيو ته اهو ائين جيئن اسان جا واهه هلن ٿا. ڳوٺن ۾. ان لاءِ واپڊا کي چيو ويو آهي. سرحد حڪومت ۽ پنجاب سرڪار ٻنهي چيو آهي ته توهان ان جو جائزو وٺو. ان تي واپڊا جائزو ورتو ۽ انهن کي اسان ٻڌائي ڇڏيو ته جيڪڏهن توهان نظرياتي طور يا تجرباتي طور چئو ته اهو ممڪن ته ٿيندو؟ توهان ائين ڪيو. پر ان ۾ اهو ته توهان اهو چئو ته مون کي هي گهر سون جو ٺاهڻو آهي. توهان ٺاهي ته سگهو ٿا. پر ڏسو

توهان وٽ سون آهي يا نه. ته اهوني اسان جيڪڏهن چئون ٿا ته اسان هڪ پراجيڪٽ ٺاهيون ٿا ته ان جا آپشن آهن ته هي ٿي ته ويندو. پر ان ۾ لاڳت وڌيڪ آهي ته اسان انهن کي ٻڌائيندا آهيون ته پلاننگ جو مقصد هي آهي ته توهان هڪ مشين تي نظر نه ٿا رکي سگهو ڇو ته اسان مِطالعو ڪيون ٿا.

**ميربان:** مطلب اوهان کي آپشن ڏنا ويندا آهن؟

**تارڙ:** ها ان جي متبادل آهن.

**ميربان:** متبادل آهن؟

**تارڙ:** ڏسو نه پر ڪا هڪ شئي جي پلاننگ ته نه ٿي نه.

**شمس الملڪ:** بنيادي ڳالهه هي آهي ته سنڌ جو جيڪڏهن هي خدشو آهي ته ساڄي يا کاٻي پاسي وارن ڪئنالن مان 22 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي ويندو ۽ ان جو اثر سنڌ جي زمين تي پوندو ۽ جيڪڏهن اهو خدشو صحيح آهي ته پوءِ اهو وڏو خدشو آهي، پر ڳالهه هي آهي ته اهو خدشو بلڪل غلط آهي، پر جيڪڏهن اهو خدشو هوندو ته سنڌ لاءِ تمام گهڻو نقصانڪار هوندو. ان لاءِ ته سنڌ لاءِ جيڪو اسان وٽ پاڻي ورهائڻ جو هڪ طريقوآهي ۽ جيڪڏهن خدا نه ڪري اهڙي ڳالهه هوندي يا ته 11 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي ساڄي ۽ 11 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي کاٻي پاسي واري ڪئنال ۾ وجي ته اهو ته پاڻي سيني ٺاهن جي پيڪڙي هوندو. ته وفاقي سرڪار ان جي ڪڏهن به اجازت نه ڏيندي. اهو ته بلڪل بنيادي طور تي ٿي ئي نٿو سگهي. ته مان توهان کي (ٻڌايان) ته منهنجو ڪو تعلق ڪونهي. پر هڪ پروفيشنل ماڻهو جنهن جو ان ضابطي سان تعلق رهيو آهي. (ان حوالي سان) اها مان توهان کي گيرنٽي ڏئي سگهان ٿو، جيئي سگهان ٿو ته اها ڳالهه ناممڪن آهي ۽ ان لاءِ مان ٻڌايان ٿو، شاهه صاحب ٻڌايان ٿو ته...

**قمرالزمان:** پر پلاننگ ۾ اهو ڇو شامل ڪيو ويو.

**شمس الملڪ:** پلاننگ ۾ جيڪو به ظاهر ڪيو ويو اهو 11 ملين ايڪڙ فوٽ جو نه هوندو. هڪ ڪئنال ٺهي، ٻه ٺهن يا ٽي ٺهن،

هڪ ڦڙو بہ پاڻي جي ڏاهہ موجب ۽ حصي کان وڌيڪ ڪنهن بہ صورت ۾ نہ ويندو. جيڪو بہ جنهن بہ صوبي جو حصو آهي، اهو ان جي حساب مطابق ان کي ملندو. مون تہ ان کان اڳ ۾ هڪ سيمينار ۾ هئاسون، جتي مون صلاح ڏني آهي تہ ائين ڇا ڪيون تہ بي اعتمادي جي جيڪا فضا بڻجي وئي آهِي. اها وڏي بدقسمتي آهي، جنهن سبب اسان پنهنجن آپشنس کي بلڪل نظر انداز ڪري رهيا آهيون تہ ان جو آسان علاج هي آهي تہ نظام کي بهتر بڻايون تہ جتي بہ سڀ وڏا بئراج، هيڊ ورڪس آهن، انهن کي آٽوميٽڪ ۽ ڪمپيوٽرائيزڊ ڪيون تہ جيئن هر صوبي ۾ جيڪي انهن جا آفيسر آهن، جيئن ڪراچي ۾ آبپاشي جو سيڪريٽري ويٺو آهي، اهو بٽڻ دٻائي تہ ان وقت اسڪرين تي اچي وڃي تہ هينئر ڊي جي خان ڪئنال ۾ ڪيترو پاڻي ٿو وڃي؟ هن وقت تريمو تي ڇا پوزيشن آهي؟ منگلا تي ڇا سطح آهي؟ تربيلا تي ڇا سطح آهي؟ گڊو جي ڪهڙي پوزيشن آهي؟ ڪوٽڙي جي ڪهڙي پوزيشن آهي؟ ان کي ان وقت حقيقي ڊيٽا ملندي رهي. ان کي انٽرنيٽ تي ڪيون.

**قمرالزمان شاهہ:** پر مان تمام گهڻي معذرت سان اهو عرض ڪندس تہ ڊيٽا تہ ان کي ملي ويندي تہ ڪيترو وهي رهيو آهي؟ پر جيڪڏهن اهو گهٽو وهي رهيو آهي تہ ويچارو آبپاشي سنڌ جو سيڪريٽري ان کي ڪيئن روڪي سگهندو؟ اصل حقيقت جيڪا آهي، سا آهي ئي اها تہ اسانکي اعتماد ڪونهي ۽ ان جو سبب آهي تہ چشما، جهلم لنڪ کي زوري کولڻ سبب سمورو اعتماد ختم ٿي ويو آهي. اسان چئون ٿا. اهو ڪمپيوٽر ۾ بہ ويچارو ڏسندو تہ ها جي 11 نہ پر 10 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي وڃي رهيو آهي تہ پوءِ ڇا ڪندو؟ ٽيليگرام ڪندو تہ صاحب هي تہ زيادتي ٿي رهي آهي. هو چوندا ها ها ڏسون ٿا تہ ڇا ٿي رهيو آهي. اڄڪلهہ ارسا ۾ ڇا ٿي رهيو آهي ارسا ۾ بہ اها شئي ٿي رهي آهي جتي زيادتي ٿيندي آهي جتي هڪ صوبو پاڻي ڪٽي رهيو آهي تہ پوءِ ارسا وارو ڪميٽي کي ٻڌائي ٿو ڪميٽي ميٽنگ ڪري ٿي ۽ صوبي کي چوي تہ ائين نہ ڪيو. ٺيڪ آ بابا نہ ڪنداسون. پر جيڪو وهي ويو اهو تہ هليو ويو نہ اهو واپس تہ نہ ايندو؟

**ميزبان:** چگو صاحب هن موضوع تي ٻيهر موٽي ٿا اچون. اها توهان جي وڏي اهم پوائنٽ آهي تہ آخر پاڻي جي مانيٽرنگ ۽ ان جو سسٽم اهڙو هئڻ کپي تہ پاڻي ڪنهن کي گهٽ ۽ ڪنهن کي وڌ نہ ملي. ان کان اڳ مان قاضي صاحب کي گذارش ڪندس تہ توهان هي ڳالهيون ٻڌيون، خدشا وڏيڪ نظر اچي رهيا آهن ۽ توهان جو ان معاملي تي ڪهڙو مؤقف آهي؟

**ابرار قاضي:** ٻہ ڳالهيون آهن. هڪ تہ فني نقطا ٻہ اسان سمجهي سگهون ٿا تہ ڪالاباغ ڊيم تمام گهڻو تڪراري آهي. ان کي هٽ ئي نہ لائڻ کپي. سو فني پوائنٽون ڏار آهن. سياسي پوائنٽن ۾ تہ اهو چيو ويو آهي تہ پورو اشو سياسي ٿي ويو آهي. اشو سياسي ٿيو ئي ان لاءِ آهي تہ اسان کي اعتبار ڪونهي. جيڪو شاهہ صاحب چيو ۽ اعتبار هڪ واقعي سبب نہ ٿيو آهي. پر تمام گهڻا واقعا آهن ۽ ڪجهہ سالن ۾ ڪوڙ اهڙا واقعا ٿيا اهن، جن تي اسان کي اعتبار نہ رهيو آهي. اڄ تہ شمس الملڪ صاحب وينو آهي، سنو ماڻهو آهي، هي جيڪو واپڊا جو چيئرمين لڳو وينو آهي پر سڀاڻي هي هليو ويندو ۽ هن جي جاءِ تي ٻيو ڪير اچي ويندو تہ اهو شايد اها ڳالهہ نہ مڃي. ٺاهہ يا ايگريمينٽ جيئن چيو آهي تہ ڪاغذ جا ٻہ ٽڪرا آهن، ان لاءِ اهو ڪم ئي نہ ڪيو وڃي ۽ نہ ڪرڻ ڏنو وڃي، جنهن ۾ پنهنجي ڏاڙهي يا ڳچي ڪنهن ٻئي حوالي ڪئي وڃي.

**ميزبان:** شمس الملڪ صاحب هي تمام اهم پوائنٽ لڳي ٿي تہ صاحب توهان کي خبر تہ پنجي وئي تہ پاڻي ڪيترو ڪيڏانهن وڃي رهيو آهي ۽ ٿي سگهي ٿو تہ زيادتي ٻہ ٿيندي هجي. اهڙو ڪو نظام ناهي جو زيادتي ٿيڻ نہ ڏني وڃي يا اها نا انصافي نہ ٿيڻ ڏني وڃي.

**شمس الملڪ:** ٿي سگهي ٿو مان قاضي صاحب آڏو اها ڳالهہ چوڻ چاهيان ٿو تہ جيڪو هن فرمايو تہ ٽيڪنيڪلي ٻہ مونجهارا آهن، سو مان هن وقت ان معاملي تي ساڻس اختلاس ڪندس ان لاءِ تہ منهنجي خيال ۾ دنيا ۾ ڪو اهڙو ماڻهو اسان ناهي ڇڏيو، جيڪو ڊيم انجنيئرنگ جو ماهر هجي ۽ جنهن کي اسان ڪالاباغ سان گڏ ان جي

مختلف مرحلن ۾ اسان ان جي راءِ نہ مڃي هجي ۽ ان تي خدشن جو اظهار ٿيو تہ اهي بہ اسان ختم ڪيا.

**قمر الزمان شاهہ:** سائين اها تہ ڳالهہ ئي ٻي آهي هن وقت جيڪو..........

**شمس الملڪ:** ٽيڪنيڪل شيون جيڪي آهن، مان توهان جي ڳالهہ تي اچان ٿو. هي قاضي صاحب جي ڳالهہ مان بلڪل سمجهان ٿو ۽ مان ٻئي هنڌ چيو تہ جڏهن ندين جي وهڻ جو نظام هلي رهيو هو تہ اهو رڳو هتي ناهي، ڏسو توهان هڪ واهہ ڏسو، واهہ جي پڇڙيءَ تي جيڪي ماڻهو وينا آهن، انهن کي بہ خدشو هوندو آهي، اهي چوندا آهن تہ جيڪڏهن هيڊورڪس ۾ پاڻي جي ڪوٽ آهي تہ ممڪن آهي ملي ئي نہ. اهو تہ آهي. مان پنجاب ۽ سنڌ جي ڳالهہ ئي نہ ٿو ڪيان. مان تہ مٿين ۽ هيٺين آبادگارن جي ڳالهہ ٿو ڪيان اهو رڳو سنڌو درياهہ تي ناهي، دنيا ۾ هر هنڌ اها ڳالهہ ٿيندي رهي آهي تہ مٿين ۽ هيٺين ۾ اعتماد ناهي هوندو. جهيڙا ٿيندا آهن. پر منهنجي خيال ۾ نيڪ نيتيءَ سان ماڻهو ان شئي کي مڃن تہ جناب هن درياهہ جي سڌاري ۾ اسان سڀني جو فائدو آهي ۽ هن درياهہ جي زيان ۾ اسان سڀني جو نقصان آهي تہ پوءِ ويهجي. ويهڻ کان پوءِ اهو لائحہ عمل اهو طريقو تيار ڪندا آهن تہ جنهن ۾ اهو جيڪو خدشو آهي، جيئن قاضي صاحب چيو تہ پنهنجي ڳچي ڪنهن ٻئي جي هٿ ۾ نہ ڏيون ان قسم جي خدشن تي اثرانداز، ڪاغذي گارنٽي نہ، جنهن تي اعتماد هجي چوتہ سڀ کان پهرين جيڪي پيچڙ وارا آهن، انهن جو اعتماد بحال ڪجي. انهن جو اعتماد بحال ٿي وڃي ۽ هو اهو سمجهي وڃي تہ هڪ ڊئم ٺهي بہ ڊئم ٺهن يا چار ڊئم ٺهن منهنجو حق آهي، ان تي منهنجو حق رهندو. مناسب طريقي سان هوندو ۽ اهو حق مونکي ملندو رهندو، اهو ڪنهن جي ٺورن سان نہ هوندو. ان حق تي ڪير قبضو نہ ڪري سگهندو ۽ ڪاغذ تي تہ منهنجو حق آهي، پر هتي مونکي حق نہ ملندو تہ ان لاءِ طريقا آهن. مان سمجهان ٿو تہ ڄاڻو ماڻهو جيڪي سمجهن ٿا. اهي ويهي رهن. اهي ان شئي تي وڏيڪ مشق ڪن تہ اسان پنهنجي پاڻي

ورهائڻ واري نظام کي کھڙي طريقي سان ايترو فول پروف (غلطين کان پاڪ) بڻايون ته هن ۾ چوري يا زيادتي يا گھٽتائي جو ڪو عنصر ئي موجود نه هجي.

**قمرالزمان شاهه:** اهو ممڪن ئي ناهي. هن وقت جيڪي حالتون آهن، ان سان منهنجو خيال آهي ته نه ڪلي سگھندو ڇو ته منهنجو خيال آهي ته اهو غلط وقت تي اعلان ڪيو ويو ۽ قوم کي ان لاءِ اڳواٽ تيار ئي نه ڪيو ويو هو. هي هڪ اوچتو اعلان ڪيو ويو ۽ ان ڪانپوءِ هرهڪ گروپ جا جذباتي الزام اٿيا. سنڌ ۾ بار بار کي خبر آهي ته ڪالاباغ ڊيم ٺهيو ته مان بکيو ۽ اڃيو مري ويندس. منهنجون زميون ريگستان ٿي وينديون. مون وٽ پاڻي ايندو ئي ڪونه، پاڻي ته هيڏانهن هليو ويندو. هوڏانهن هليو ويندو. هاڻي ٻي ڳالهه ٿو ٻڌايان اها ڳالهه اها ٿو چوان مان توهان کي هتي هڪ چارٽ ٿو ڏيکاريان. توهان ته ٽيڪنيڪل ماڻهو آهيو. توهان ڄاڻو ٿا. 1921-22 کان وٺي 1993-94ع تائين هن چارٽ ۾ اهو ڏيکاريو ويو آهي ته جڏهن ڪالاباغ ڊيم ناهيو ويندو ته ان لاءِ ڪيترا سال پاڻي جي موجودگي هوندي، انهن ڏهن سالن ڪانسواءِ ۽ بلڪل هن ۾ ظاهر آهي ته صرف 12 سال. انهن ڪجهه سالن لاءِ پاڻي هوندو ۽ جڏهن هي ساڄي ۽ کاٻي پاسي وارا ڪئنال ٺهي ويا ته رڳو چار سالن لاءِ پاڻي هوندو.

**ميزبان:** ڇا مطلب توهان جو؟

**قمر الزمان:** ته پاڻي ايترو ئي آهي، جو اسان جي درياهه ۾ 188 ملين ايڪڙ فوٽ کان وٺي 97 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي ايندو آهي. ڪڏهن توهان ڏسندو ته وڏيون ٻوڏون پيون اچن. درياهه اٿلي پيو، پر ڪڏهن توهان ڏسندو ته درياهه بلڪل سڪي پيو ۽ اونهاري ۾ ڪوٽڙي جو هيٺاهون وهڪرو ته ڇا ڪوٽڙي جو مٿاهون وهڪرو گھٽ هوندو آهي. پاڻي هوندو ئي ناهي. هي جيڪا شئي آهي. ان کي تمام سٺي نموني ڏسڻ گھرجي ته هاڻي ڪالاباغ ڊيم کي ٺهڻ بعد جيئن شمس الملڪ صاحب چيو ته لکين ايڪڙ زمين پنجاب جي آباد ٿيندي ۽ سنڌ

جي ٻہ ٿينديون. هاڻي اها آبادي تہ هن ڪري ڇڏي. فصل بيٺا آهن. درياهہ ۾ پاڻي ناهي. هاڻي توهان ڇا ڪندؤ. توهان وٽ ٻہ رستا آهن. پاڻي ايترو ٿورو آهي، جو يا توهان ڪالاباغ ڊيم بند ڪري ساڄي ۽ کاٻي ڪئنالن ذريعي پنجاب کي پاڻي ڏيو يا توهان پنجاب جا ڪئنال بند ڪري پاڻي جو هر ڦڙو اهو ڪالاباغ ڊيم وارو سنڌ کي موڪليو تہ پاڻي تي سنڌ جو حق آهي. جيئن شمس الملڪ صاحب چيو تہ جنهن جو حق ٿئي ٿو ان کي ڏيو. سائين توهان تہ ڇا، پر ڪابہ حڪومت ڪري نہ سگهندي. پنجاب ۾ فساد مچي ويندو هي هزارين لکين پنجاب جا هاري آبادگار ڪالاباغ ڊيم تي اچي ويهي رهندا ۽ چوندا تہ پهرين اسان جي زمين آباد ڪرڻ ڏيو، اسان جا فصل سڪي رهيا آهن. توهان ڄاڻو سنڌ ڄاڻي، ڇو اهڙو ڊئم ناهيو تہ اسان جا فصل سڪندا ۽ سنڌ جي زمين آباد ٿيندي. ان وقت اچي اسان جا سنڌ ۽ پنجاب جا آبادگار پاڻ انهن غلطين سبب هٿئين پئجي ويندا ۽ ملڪ کي وڏو نقصان ٿيندو.

**ميزبان:** شاهہ صاحب توهان جيڪو نقطو بيان ڪيو آهي. ان جي لحاظ سان تہ اسان کي ڪو ڊئم ناهڻ ئي نہ گهرجي. جيئن پاڻي اچي ٿو سيني کي ملندو رهي درياهن ذريعي.

**قمرالزمان شاهہ:** نہ سائين نہ ڊئم ناهڻ کپي، ناهڻ کپي. ڊئم ان جاءِ تي ناهڻ کپي. مان هتي سنڌ جي اڳوڻي وڏي وزير غوث علي شاهہ جيڪو 1985ع ۾ هو ۽ جنهن زماني ۾ هي چشما جهلم لنڪ جو واقعو ٿيو، ان جا لفظ ٻہ هي هئا تہ بابا اسان کي پيپر گارنٽي نہ کپي. اسان کي حقيقي گارنٽي کپي. اسان کي اهڙي جاءِ تي ڊئم ناهي ڏيو، جتان ڪير ڪنهن جو پاڻي چوري نہ ڪري سگهي. جتان حقدار کي حق ملي. جنهن جاءِ تي ڪوبہ ڪئنال نہ ٺهي سگهي. ياشا تي ڊئم ناهيو. ايترو وقت توهان ڇو ڇڏي ڏنو ڪالاباغ جي......

**ميزبان:** ڪئنال بابت شمس الملڪ صاحب چئي ڇڏيو آهي تہ ڪئنال ناهڻ جو ڪو ارادو ناهي.

**ابرار:** شمس الملڪ صاحب چيو آهي، ڪئنال شمس الملڪ تہ نہ ناهيندو، اهي پنجاب ناهيندو.

**شمس الملڪ:** نہ نہ مون ائين ناهي چيو. مون اهو چيو آهي تہ مان اها ڳالھہ چوندس، جيڪا حقيقي هوندي. جيڪا مان هتي بہ چئي سگهان. توهان جي آڏو بہ چوان ۽ ٻاهر بہ چئي سگهان. مان رڳو اهو چيو آهي تہ صوبن جا جيڪي بہ حق هوندا اهي انهن کي ملندا ۽ جتي صوبا انهن کي استعمال ڪرڻ چاهين. چار ئي صوبا ملي وفاق سان ويهي هڪ پئڪيج تيار ڪري وٺن جنهن تي چئني صوبن کي اعتماد هجي. وفاق جو اعتماد هجي ۽ ان ڪانپوءِ اهو پراجيڪٽ قوم آڏو اچي تہ جناب سياڻي هي ڪالاباغ ڊيم هوندو. هي ساڄي پاسي جو ڪئنال هوندو. هن جي هيتري گنجائش هوندي، هي کاٻو ڪئنال هوندو، هن جي هيتري گنجائش هوندي، ريني تر ۾ ايترو ڪئنال نڪرندو. هن جي هيتري گنجائش هوندي. ٻوڏ جي سطح تي هي هوندي، هن پراجيڪٽ جو ڪالاباغ سان گڏ مطالعو ڪرڻو پوندو.

**ابرار قاضي:** شمس الملڪ جي هن ڳالھہ کي وٺون ٿا تہ وفاق سان صوبا ويهن وفاق هڪ نظام ٺاهيو آهي. گڏيل مفادن واري ڪائونسل آهي، جنهن وٽ ئي اختيار آهن تہ پاڻي جي ڪنهن بہ پراجيڪٽ بابت ڪو فيصلو ڪري. واپڊا بہ ان جي نگرانيءَ ۾ اچي ٿي. ڳالھہ هي آهي تہ جيڪڏهن هڪ فيصلو ٿي وڃي ٿو تہ اسان ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو آهي. هاڻي اسان ويندا سون گھر گھر ماڻهن جي راءِ وٺڻ لاءِ تہ ان جي سر رکون يا نہ رکون. ان مان ئي توهان سمجھو تہ اسان جو ڪيڏو وڏو قدُو آهي. پوءِ اها ڳالھہ ٿي ئي ڪانهي تہ وفاق سان صوبا ويهن. ويهڻ جي ڪا ڳالھہ ئي ڪانهي. ٽن صوبن جون اسيمبليون چئي چڪيون آهن تہ ڪالاباغ ڊئم نہ کپي. ان ڪانپوءِ ڪهڙي اتفاق راءِ کپي؟ پوءِ اخلاقي طور ۽ قانوني طور مون توهان کي قانوني طور ٻڌايو تہ، گڏيل مفادن واري ڪائونسل آهي، عالمي قانون آهن. انهن سيني کي ڇڏي وزير اعظم بہ چوي ٿو تہ اسان ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو آهي، ان سان اوهان ٻڌايو تہ اتفاق راءِ گڏجي وفاق ۽ صوبن ۾ ويهڻ جي ڪا ڳالھہ ٿي آهي.

**ميزبان:** نہ منهنجو خيال آهي تہ گهڻو خدشو جيڪو آهي اهو ان تي آهي تہ پاڻيءَ جو جيڪو........

**قمرالزمان:** جڏهن نہ هوندو.......

**ميزبان:** جڏهن نہ هوندو، ان وقت جهيڙو ٿيندو. ڇا اهڙو ڪو واقعو هاڻي بہ ٿيندو هوندو تہ تربيلا ۾ پاڻي گهٽ هوندو. برساتون گهٽ پيون پاڻي گهٽ ٿي ويو تہ صوبن ڪي ان جي حصي مطابق پاڻي نہ ملندو هوندو.....؟

**قمرالزمان:** نہ ملندو آهي، ڇو تہ تربيلا کان هيٺ ڪابل ندي آهي، تربيلا کان پوءِ مگنلا ڊئم جو پاڻي بہ اچي سگهي ٿو، جڏهن ڪوٽ هجي. اتي پيون شيون آهن. ڪالاباغ جي هيٺان ڪجهہ بہ ڪونهي.

**ميزبان:** يعني توهان جو چوڻ هي آهي تہ هينئر تائين سنڌ کي پنهنجي حصي جو پاڻي ملندو رهيو آهي؟

**قمرالزمان:** هن سال پاڻي گهٽجي ويو. مليو تہ جون مهيني ۾ ڪوٽ ٿي وئي. فوري طور وڏي وزير گوڙ ڪيو تہ بابا اسان کي پاڻي پورو نہ ٿو ملي. ڪوٽ ٿي. هن مهيني جون 98ع ۾ ڪوٽ ٿي. جڏهن تہ جون ۾ پاڻي گهٽ ٿيندو ئي ناهي.

**ميزبان:** منهنجو خيال آهي تہ ڪوٽ ختم ڪرڻ لاءِ ئي تہ ڪالاباغ ڊئم ناهيو پيو وڃي؟

**قمرالزمان:** ٻين جاين تي ڊئم ناهيو، جتان ڪئنال نہ نڪري سگهن.

**شمس الملڪ:** اها ڳالهہ مون چئي هئي تہ، مستقبل حقيقت تي هجڻ گهرجي. حقيقت ڇا آهي؟ حقيقت اها آهي تہ هندستان جو پاڪستان سان هڪ 1960 م سنڌ طاس معاهدو ٿيو هو. هندستان ۽ پاڪستان جون جنگيون بہ ٿيون پر ڪنهن ملڪ ان جي ڀڃڪڙي نہ ڪئي.

**قمر الزمان:** اسان سنڌ پنجاب جي رضامندي جي ڀڃڪڙي ڪئي آهي؟

**شمس الملڪ:** مان عرض ڪيان ٿو تہ 1991ع ۾ پاڻي جو

ٿاهه ٿيو، جنهن ڪانپوءِ پاڻي ۾ ڪوٽ به آئي پر ان ۾ حصو ٻڌي ڪرڻ جو به طريقو پاڻي جي معاهدي ۾ آهي. هي ڳالهه جيڪا آهي.......

**قمرالزمان:** پر عمل نه ٿيو آهي.

**شمس الملڪ:** اها ڳالهه به نظر ۾ رکي وڃي آهي ته ڪڏهن ڪڏهن پاڻي جي ڪوٽ ٿيندي، منهنجو پنهنجو خيال هيءَ آهي ۽ مان توهان کي ايمانداري سان ٻڌايان ته سنڌ جو سڀ کان وڌيڪ فائدو ان ۾ آهي ته نظام ۾ ڪوٽ جو وقت به گهٽجي وڃي ۽ ان جي گهٽي وقت واري ڪوٽ به گهٽجي سڀ کان وڌيڪ.........

**قمر الزمان:** هر صوبي جي دلچسپي.

**شمس الملڪ:** نه سنڌ جو فائدو آهي. ڇاڪاڻ ته سنڌ پڇڙ ۾ آهي. سنڌ جو فائدو اهو آهي ته ڪوٽ گهٽبي مدو گهٽبو ٻن مهينن بدران هڪ مهينو يا 15 ڏينهن هوندا، جن ۾ ڪوٽ ٿيندي يا 20 سيڪڙو ڪوٽ بدران 5 سيڪڙو يا 10 سيڪڙو ٿئي ته اهو برداشت ڪري سگهجي ٿو. ڪالاباغ اهو ئي ڪجهه ڪندو. مثال طور اڄڪلهه اپريل ۾ سنڌ ۾ پاڻي جي ڪوٽ ٿئي ٿي. پنجاب ۾ به ٿئي ٿي. سرحد ۾ ٿئي ٿي. پر سنڌ جو اهو آبادگار بند تي ويهي درياهه کي ڏسي ٿو ته خالي ڏسي ٿو ۽ جڏهن جولاءِ آگسٽ ۾ ڏسي ٿو ته ٻوڏ جون تباهيون ڏسي. اسان رڳو اهو ٿا چئون ته جناب اهي ٻوڏون ڪجهه پاڻي کي صرف جيڪو 3 ڪروڙ 80 لک ايڪڙ فوٽ ڪوٽڙي کان هيٺ سمنڊ ۾ وڃي ٿو. ان مان رڳو 61 لک ايڪڙ فوٽ جمع ڪيون ٿا ڇاڪاڻ ته اپريل ۾ سنڌ، پنجاب، سرحد ۽ بلوچستان جي آبادگارن کي پاڻي نه ٿو ملي ته جيئن ان جي ڪوٽ ختم ڪري سگهجي. جيڪڏهن پوري طريقي سان ڪوٽ ختم نه ٿي ڪري سگهجي ته ان ۾ ٿورو فرق اچي سگهجي ٿو.

**قمر الزمان:** سر اهو ته الله جل جلاله ڪرم ڪري ته توهان 8 سال 10 سال يا 5 سال ڪٿي پلاٽي گڏ ڪري سگهو، ته پوءِ اهو ممڪن آهي ته ٻوڏ جو پاڻي ته اسان کي ڇڏيو. پاڻ وٽ ته جڏهن ضرورت پئي ته اسان کي ڏني ڇڏيو. اهو ٿئي ٿي نه ٿو. ممڪن ني

ناهي. درياهه جي چاڙهه وقت ته توهان پاڻي ٿورو وڌيڪ گڏ ڪري سگهو ٿا. ٽي سگهي ٿو، اسڪردو ۾ وجهي ڪيو، جتي تمام وڏو علائقو آهي، اتي 3 سالن تائين توهان پاڻي گڏ ڪري سگهو ٿا. ڪالاباغ ۾ توهان ڪيترو وقت پاڻي گڏ ڪري سگهو ٿا.

**شمس الملڪ:** مان هڪ عرض ڪيان ته جيڪا ڳالهه توهان چئو ٿا ان کي اسان چئون ٿا ساليانو پاڻي گڏ ڪرڻ واري جاءِ ۾ مان اهو عرض ڪيان ته اسان جڏهن مٽي ڇت تي وجڻ چاهيون ٿا ته اسان ٽپو ڏئي مٽي ٿا وجون، اسان ڏاڪي ۾ ڏاڪي وجڻ چاهيون ٿا. اهو اُهو آهي ته سڀ کان پهرين موسمي ورچ ڪريون ته جيڪو مند ۾ واڌو پاڻي آهي. ان کي ته ورهايون ته پوءِ ساليانې تي اچون ٿا. سڀ کان پهرين موسمي ورچ جو طريقو آهي. اسان اهو اپنايون ۽ جڏهن ان نتيجي تي پهچي وڃون ته اسان جي مندائتي ورچ جي گنجائش آهي اها مڪمل ٿي وئي آهي ۽ هاڻي اسان ساليانې تي ٿا وڃون ته پوءِ اسان ساليانې ورچ تي ٿا هليا وڃون، پر سڀ کان پهرين مندائتي ورچ ته مڪمل ڪيون. مثال طور پاڻي 140 ناهي آيو، 150 ناهي آيو، 120 آيو آهي ته ان کي به هڪ جيترو ورهايون ته اپريل ۾ ته پاڻي جو ڦڙو ناهي. ماڻهن فصل به ناهي پوکيو ۽ ان کان پوءِ ٺيڪ آهي 10 لک ڪيوسڪ جي ٻوڏ ناهي، 5 لک جي آهي. اهو پاڻي به اهڙي طرح سمنڊ ۾ هليو ويو. گهٽ ۾ گهٽ اسان اهو.............

**ميزبان:** اوهان جا جيڪي خدشا آهن، اهي زبان تي آڻيو؟

**قمر الزمان:** اسان ته ڪلي پيا ڳالهايون ته جيئن نه رڳو سرڪار ٻڌي، پر پيا ماڻهو به ٻڌن، پوري قوم کي خبر پئي. شمس الملڪ صاحب جواب به ٻڌي ۽ پاڻ فيصلو ڪري ته ڪير صحيح آهي.

**ميزبان:** توهان چئو ٿا ته سنڌ کي پاڻي نه ملندو. ڏڪار اچي ويندو. حڪومت توهان کي پڪ ڏياري؟

**قمرالزمان:** ڪهڙي حڪومت کي طاقت هوندي. جيڪا پنجاب جو پاڻي بند ڪري. اينئن نه ٿو ٿي سگهي.

**رياض تارڙ:** مان ٻڌايان شاهه صاحب پاڻي جو مسئلو اٿاريو. اهو تمام اهم آهي. اهو اڄ جو ناهي پر تمام گهڻو پراڻو آهي. مون کي ياد آهي ته شمس الملڪ صاحب اسان جو ميمبر واٽر هو 93-1992ع سنڌ ۾ وياسون ته عبدالله صاحب سان مليا ته اتي به اسان کي ماهرن جيڪي بزرگ آهن اسان جا تن چيو ته توهان ڪالاباغ ڊيم جي ڳالهه ٿا ڪريو، پاڻي ناهي. هنن چيو ته واپڊا وڃي ڪجهه مطالعو ڪري، اسان کي موڪلي ان ڪانپوءِ اسان اڳتي هلنداسون. ان ڪري اسان موٽي آياسون. ڏسو اوهان جيڪي اسان کي سوال ڏنا، قاضي صاحب جيڪي اٿاريا، هن خدشا به ٻڌايا، پر ان ۾ اسان لاءِ جيڪا هڪ شئي آهي، سنڌو ماٿري ۾ اهو بحث 1935ع کان جڏهن کان اندرسن ڪميٽي جي رپورٽ آئي آهي. ان ڪانپوءِ فضل اڪبر ڪميٽي آئي. پوءِ اينڊرز ڪميشن آخري ناهه ڪيو. ان ۾ جيڪا اتفاق راءِ آهي، اها آهي ته اسان جي نظام ۾ پاڻي جي ورهاست جا سڀ معاهدا سراسري بنيادن تي ڪيا ويا. ان سبب جڏهن توهان جا ناهه ٿيا.........

**قمر الزمان:** خدشا پيا...........

**تارڙ:** مان اچان پيو ان ڳالهه تي، ان زماني ۾ ناهه بابت سمورن صوبن متفقه طور تي چيو ته هي اسان جو موقف آهي. ان لاءِ هاڻي اسان وٽ اسٽوريج به اچي ويا آهن. منگلا، تربيلا آهي، ٻيون به اينديون. ته اسان سراسري تي هلون. سراسري بنيادن تي سيني صوبن اهو ڪيو ته هاڻي 105 اسان وٺون ٿا 12 وڌيڪ ڪٽنداسيون ۽ جيئن اڄ صوبن جي ڳالهه ٿي ته 12 جي خريف ۾ هتا ۽ اهو هو ته 12 جيڪو ايڊيشنل آهي. اهو رڳو ٻوڏ جي 80 کان 102 ڏينهن ۾ آهي. ان کي اسان ٻوڏ ڪري خريف ۾ ڏيون. ظاهر آهي، اهو جيستائين توهان اسٽور نه ڪندو نه ڏئي سگهندو. ان لاءِ اهو طئي ٿيو ته ان ۾ اهو سيني کي پتو هو ته اها سراسري آهي. ڏسو نه ناهه ۾ اهو ٿيو ته سراسري طور 12 ملين ايڪڙ فوٽ وڌيڪ پاڻي توهان صوبن کي ڏنو. نيڪ آ ان ۾ ڪو شڪ ناهي.

**قمر الزمان:** شڪ ناهي پر ..........

**تارڙ:** 12 ملين ايڪڙ فوٽ ان لاءِ مان چوان ٿو ته جيئن منهنجي گذارش آهي ناهه تي هلون، جيئن هن چيو ته هن ڏني ڇڏيو. پئسا ورتا. پر تربيلي هتي آئي. لاڳو ٿي، هاڻي هلي رهي آهي. ان لاءِ ناهه ٿيو. هاڻي پاڻيءَ مان توهان جو آهي 80 فوٽ. ان کي جڏهن توهان پورا 165 کان 180 ڏينهن خريف جا هلائڻو آهي ته اهو پاڻي جيستائين توهان گڏ نه ڪري سگهندؤ، تيستائين توهان پورو نه ٿا ڪري سگهو، ته جڏهن توهان وڻ ڪوٽ ٿئي، ان کي حصو پتي ڪيو. جيستائين توهان اسٽوريج نه آڻيندؤ، توهان جو هي پورو12 ملين ايڪڙ فوٽ ملندو به نه ۽ منهنجي خيال ۾ هي جيڪو پاڻي آهي ته ڪالاباغ ڊيم جو اهو توهان جي ناهه ۾ موجود آهي. ان لاءِ منهنجي ناقص راءِ ۾ موجودگي جو ناهه بعد ان سان لاڳاپيل ناهي.

**قمرالزمان:** چو ته هر سال ايترو پاڻي موجود هوندو ئي ڪونهي، جيترو ناهه ۾ ظاهر ڪيو ٿو وڃي. ان لاءِ مان گذارش ڪندس ته توهان تربيلا جي مرمت ڪيو. ان جي ريت صاف ڪيو. توهان ايترا سال جيڪي يارنهن ٻارنهن سال ڪالاباغ لاءِ زيان ڪيا آهن، پاشا تي ڪيو. ٻين هنڌن تي هلو. توهان اسان جي نهري نظام کي لائين ڪيو. چئنلس لائين ڪيو. جيڪو وهڪري جو زيان آهي. ان کي گهٽايو. ڪجهه ته پاڻي بچايو.

**ميزبان:** اهو به انشاءَ الله ڪنداسون.

**قمر الزمان:** هڪ سوال به ڪرڻ چاهيان ٿو.

**ميزبان:** نه هاڻي سوال نه ڪريو. منهنجي خيال ۾ ڀرپور پروگرام هلي ويو آهي ۽ منهنجي خيال ۾ شمس الملڪ صاحب ٻڌي ورتو هوندو ته خدشا گهٽا آهن، انهن ۾ پختي جي بنياد ڇا آهي ڇا ناهي.

**شمس الملڪ:** گهٽا ناهن هڪ خدشو آهي ته پاڻي نه ملندو.

ٻيا خدشا ناهن.

**ابرار قاضي:** نہ نہ تمام گهٽيون ڳالهيون آهن.

**ميزبان:** توهان اعتماد جي جيڪا ڳالهہ ڪئي سياسي چئو يا ڪجهہ چئو، پر انهن ڳالهين مان سڀ کان وڏو فائدو اهو آهي تہ اعتماد جي فضا واپس اچڻ ۾ مدد ملندي.



عبدالله جي ميمڻ

# ڪالاباغ ڊيم بابت ڪجھہ خيال

ڪالاباغ ڊيم جي موجوده جهيڙي اهڙي تہ گرمي پيدا ڪري وڌي آهي جو هڪ پاسي سڄي معاملي جا ڪجهہ اهم پهلو نمايان ٿي آيا آهن تہ ٻئي طرف وفاق جا بنياد ڏڏي ويا آهن. جيڪڏهن معاملي کي سنجيدگي ۽ حساس نموني سان ڪٿجي ها تہ ان گرميءَ ۽ صدمي واري ڪيفيت کي ٽاري سگهجي ها.

موجوده بحث جوغير جذباتي جائزو ۽ موضوع تي ميسر مواد ظاهر ڪري ٿو تہ، سنڌ جي نقطئہ نظر کان، ڪالاباغ ڊيم بابت ٺوس مضبوط دليل آهن. هڪڙو هيءُ تہ سنڌو نديءَ ۾ اوترو پاڻي ئي ڪونهي جو ان تي ڪو وڏو ڊيم ٺاهي سگهجي. ٻيو تہ، بين الاقوامي ۽ بين الصوبائي ندين ۽ درياهن بابت طئي ٿيل ۽ هر هنڌ قابل قبول قانون قائدا چون ٿا تہ مٿين ڪڙ تي رهندڙ هيٺين ڪڙ وارن جي پاڻي سان هٿچراند، سندس مرضي ۽ منشا ڪانسواءِ ڪري ئي نہ ٿو سگهي. ٽئين تہ پنجاب ۽ سنڌ وچ ۾ پاڻيءَ تان جهيڙن جي تاريخ ظاهر ٿي ڪري تہ وفاقي سطح تي هلندڙ ورهاست وارو نظام اوترو مضبوط ۽ ٺوس ڪونهي جنهن سان ڪمزور يا ننڍي صوبي سان انصاف واري رويي جي پڪ ٿي سگهي. ان ڪانسواءِ، سرحد صوبي جي نقطئہ نظر کان، نوشهري ۽ پشاور وادين جي مستقبل کي پڻ خطرو لاحق آهي.

مجوزه ڪالاباغ ڊيم لاءِ پاڻيءَ جي دستيابيءَ جي سلسلي ۾ صورتحال هي آهي تہ 1991ع واري پاڻيءَ جي ورهاست واري ٺاهہ تحت سنڌونديءَ ۾ چئن صوبن جي پاڻيءَ جو حصو 114.35 ملين ايڪڙ فوٽ(MAF) آهي. سنڌو سان لاڳاپيل درياهي سرشتي انڊس رور سسٽم (IRS) ۾ ٽي الهندا درياهہ اچي وڃن ٿا. يعني سنڌوندي، جهلم ۽ چناب نديون. مٿين ٺاهہ ۾ اهو بہ چيل آهي تہ ڪوٽڙي بئراج

ڪان هيٺ عربي سمنڊ ۾ وهڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ 10 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي ضرور ڇڏڻو آهي.
ماپ وارن هنڌن (رم اسٽيشن) تي پاڻيءَ جي زيان ٿيڻ جو تخمينو پاڻي ۽ بجليءَ واري وفاقي وزارت 15.44 ملين ايڪڙ فوٽ لڳايو آهي. رم اسٽيشنون اهي هنڌ آهن، جن وٽ خريف توڙي ربيع دوران سرڪاري طور مقرر ڪيل عملدار ندين ۾ ميسر پاڻيءَ جي ڪڇ ماپ ڪندا آهن. سنڌوندي تي اهڙي ڪڇ ماپ وارو هنڌ ڪالاباغ وٽ، جهلم لاءِ منگلا وٽ ۽ چناب لاءِ مرالا وٽ آهي.
پاڪستان ۽ ڀارت وچ ۾ 1960ع واري پاڻيءَ جي ٺاهه تحت، ٽي اڀرندا درياهه راوي، ستلج ۽ بياس مڪمل طور ڀارت حوالي آهن. الهندن درياهن مان پڻ ڀارت کي اجازت ڏني وئي ته 1.3 ملين ايڪڙ زمين پلي آباد ڪري. سو، ڀارتي ته الهندن درياهن مان پنهنجي حصي واري پاڻيءَ کي اڳ ئي ڪٽي رهيا آهن، پر واپڊا وارن جو چوڻ آهي ته 2 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي اجا بچي ٿو جيڪو استعمال ٿيڻ ڪانسواءِ عارضي طور سنڌو نديءَ واري سرشتي ۾ وهي ٿو. هاڻي ڀارت وارا رٿائون ڪري رهيا آهن ته پنهنجو رهيل حصي وارو پاڻي به استعمال ڪن. هاڻي جيڪڏهن اوهان سنڌوءَ واري سرشتي جي پاڻين تي هنن سمورين غير متنازعه دعوائن کي جمع ڪندا ته ڪل پاڻي وڃي ٿو ٿئي 141.79 ملين ايڪڙ فوٽ. ان جي معنيٰ اها ٿي ته سنڌو سرشتي ۾ سالئون سال دستياب پاڻي 141.79 ملين ايڪڙ فوٽن ڪان وڌيڪ هجڻ کپي، تڏهن وڃي ڪو وڏو ڊيم ٺهي.
الهندن درياهن ۾ گذريل 68 سالن دوران سالوار وهڪرن جي چارٽ تي نظر وجهبي، 23-1922ع ڪان وٺي 91-1990ع تائين، ته معلوم ٿيندو ته رڳو 23 سالن ۾، ڪل پاڻيءَ جو مقدار 141.79 ايم اي ايف ڪان مٿي هيو. وڏا ڊيم ٺاهڻ جو بين الاقوامي طور قبول ڪيل اصول اهو آهي ته پاڻيءَ جو گهربل مقدار هر پنجن سالن مان چئن سالن ۾ ضرور دستياب هجڻ گهرجي. ظاهر آهي ته جيڪو پاڻي دستياب آهي اهو هيءَ گهرج پوري نه ٿو ڪري. رهيل ڇهن سالن ۾ پاڻيءَ جي

مقدار، 92-1991ع کان 97-1996ع تائين، پڻ پيئڻ جوڳو آهي پرهن جائزي ۾ انهن سالن جا انگ اکر شامل ناهن ڇاڪاڻ تہ اهي مونوڻ هن وقت ناهن.

اهو سچ آهي تہ هن وقت چار صوبا پنهنجي حصي 114.35 ملين ايڪڙ فوٽن مان رڳو 105 ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي استعمال ڪري رهيا آهن، جڏهن تہ ڀارت بہ ٻہ ملين ايڪڙ فوٽ پاڻي استعمال ڪري ٿو. ان ڪري واڌو پاڻي انهن سالن دوران الهندين ندين مان وهي عربي سمنڊ ۾ هليو ٿو وڃي جڏهن ساليانو وهڪرو انهن ندين ۾ 130.44 ملين ايڪڙ فوٽن (141.79 کاٽو 9.35 کاٽو 2=130.34) کان وڌيڪ هوندو آهي. پر اها صورتحال بدلجندي رهي ٿي. سو ڪي مستقل ۽ مهانگيون رٿائون، جهڙوڪ: ڪالاباغ ڊيم، ان بدلجندڙ ۽ گهٽ وڌ ٿيندڙ پاڻيءَ جي مقدار تي ٺاهي نہ ٿيون سگهجن. اها ڳالهہ تہ پڌري ٿي بيٺي، پر اهو معٽو پوندو تہ اهڙا برساتن وارا سال بہ ايندا آهن، جڏهن سنڌونديءَ جي سرشتي ۾ وڏيون ٻوڏون اينديون آهن. جڏهن شديد مينهن پوندا آهن، تڏهن پاڻيءَ جا جهجها مقدار نہ رڳو فضول سمنڊ ۾ لڙهي ويندا آهن، بلڪ سنڌ ۽ پنجاب ۾ انهن هنڌن تي وڏا زيان بہ ڪندا آهن، جتي ميداني علائقن ۾ ڪچا بچاءَ بند ٽٽي پوندا آهن ۽ ڪنڌ پئجي ويندا آهن.

اها ڳالهہ معقول ٿيندي تہ وڏين ٻوڏن دوران پاڻيءَ کي گڏ ڪجي ۽ نسبتاً خشڪ ساليءَ دوران اهو پاڻي استعمال ڪجي، پر ان جو حل رڳو عارضي ڊيم آهي مستقل ڊيم نہ. هڪ وڏي ۽ مستقل ڊيم ۽ عارضي ڊيم ۾ اهو فرق آهي تہ مستقل ڊيم کي هر سال پرٽو ۽ خالي ڪرٽو پوندو، جڏهن تہ عارضي ڊيم سان اها ڳالهہ لاڳو ڪانهي. عارضي ڊيم کي ان وقت ڀري سگهجي ٿو جڏهن پاڻي وڌيڪ هجي ۽ ان کي اهڙي ڊيم ۾ سالن تائين (8 کان 10 سال بہ) محفوظ ڪجي جيستائين نديءَ جي سرشتي ۾ پاڻيءَ جي کوٽ پيدا ٿئي ۽ پوءِ برساتن وارو گڏ ڪيل پاڻي وهائي ان کي استعمال ڪري سگهجي. اسان جي معاملي ۾، اهڙي بندوبست جو اضافي فائدو اهو بہ آهي تہ اهڙي عارضي ڊيم تي ڪنهن بہ حلقي کي اعتراض ٿيندو نہ ڪونہ.

ندين جي اقتصادي اهميت جي پيش نظر 19 هين ۽ 20 هين صدين ملڪن وچ ۾ يا هڪ ئي ملڪ جي پرڳڻن وچ ۾ پاڻيءَ جي بين الملڪي يا بين الصوبائي ورهاست تي جهيڙا مشاهدي ۾ آندا آهن. اهي جهيڙا گهڻو تڻو پوءِ عدالتن تائين وڃي پهتا آهن ۽ پوءِ عدالتن پاران ڏنل فيصلا بعد ۾ اهڙا عالمي اصول بڻجي ويا آهن، جن کي سڄي دنيا ۾ قبوليت حاصل ٿي آهي. نيل نديءَ جي پاڻيءَ جي ورڇ تان يوگنڊا ۽ مصر وچ ۾ ٿيل جهيڙو نيٺ هڪ بين الاقوامي ڪميشن وڃي ٽاريو. ساڳي ريت بيلجيم ۽ نيدر لينڊ (هالينڊ) ميوز (Muese) نديءَ جي پاڻيءَ تان ٽڪرجي انصاف جي بين الاقوامي عدالت ڪان وڃي نڪتا. آمريڪا ۾ مختلف رياستن وچ ۾ وهندڙ ندين تي جهيڙا ٿيا جن جو فيصلو پوءِ آمريڪي سپريم ڪورٽ ۾ وڃي ٿيو. پاڙيسري ملڪ ڀارت ۾ به ڪن مکيه ندين جي پاڻين جي سلسلي ۾ مختلف رياستن وچي ڀارتي سپريم ڪورٽ اڳيان ڪيس وڌا.

انهن مامرن بابت فيصلن ۾ جا ڳالهه مشترڪ آهي سا هيءَ آهي ته ڪوبه ملڪ يا پرڳڻو (صوبو) ڪنهن به اهڙي نديءَ بابت يڪطرفو فيصلو ڪري نه ٿو سگهي جيڪا ٻن يا ان ڪان وڌيڪ ملڪن يا پرڳڻن مان وهي لنگهي ٿي. اهي فيصلا برطانوي قانوني تي ٻڌل آهن جيڪو واضح ٿو ڪري ته مٿين ڪڙ وارو ڪنهن به مشترڪ نديءَ جي پاڻيءَ سان، هيٺئين ڪڙ واري جي مرضيءَ ڪانسواءِ هٿ چراند نه ٿو ڪري سگهي. انجي روشنيءَ ۾ اهو واضح ٿو ٿئي ته ڪالاباغ ڊيم بابت چئن ئي صوبن وچ ۾ اتفاق راءِ نه رڳو سياسي ۽ اخلاقي ذميواري آهي پر ناقابل فرار قانوني ضرورت به آهي.

گذريل صديءَ دوران انگريزن هٿان سنڌ جي فتح (1843ع) ۽ پنجاب جي فتح (1847ع) کان وٺي سنڌونديءَ جي پاڻيءَ تي دعوائن جي سلسلي ۾ پنجاب ۽ سنڌ وچ ۾ اختلاف پئي رهيا آهن. بهر حال، انگريزي راڄ جي سڄي عرصي ۾ سنڌ جي حقن کي مڃيو پئي ويو ۽ مختلف ڪميشنن، ڪميٽين، قانونن ۽ وائسرائن ور ور ڪري ان ڳالهه تي زور پئي ڏنو ته پنجاب سرڪار سنڌ جي مرضيءَ کان سواءِ سنڌونديءَ توڙي ان ۾ ڪرندڙ ٻين درياهن تي ڪي به منصوبا تعمير ڪري نه ٿي سگهي.

نيٺ سنڌ 1970ع واري ڍاڪي جي منڍ کان وفاقي اختيارين کان اهو تحفظ وڃائڻ شروع ڪيو. اڳ ۾ سنڌ جي مفادن جي خلاف، پنجاب سرڪار هڪ زونل اسڪيم صفا بنا جواز جي زوريءَ شروع ڪئي جنهن تي سنڌ ان حوالي سان راضي ٿي ته چئن صوبن مان هڪ صوبو هجڻ ناتي پنهنجي حقن تي ڳنڍ ٻڌي نه بيهندي جيڪڏهن پارت سان سنڌ طاس معاهدي جي سلسلي ۾ ڳالهيون ڪيون وينديون. وفاقي سرڪار پنجاب جي ان زيادتيءَ واري فيصلي اڳيان پاڙي تي بيهي رهي.

ان ڪانپوءِ، اڳ معاهدي هيٺ آيل انتظامن جي مڪمل ڀڃڪڙي ڪندي، سنڌ جي مرضي ڄاڻڻ ڪانسواءِ، پنجاب تونسه-پنج ند ۽ چشمه-جهلم لنڪ ڪئنالن لاءِ سنڌوءَ مان مستقل طور پاڻي وٺڻ شروع ڪيو. انهيءَ ٻنهي ڪئنالن جو پيٽ ڏاڍو وڏو آهي. تونسه-پنج ند ڪئنال 12 هزار ڪيوسڪ پاڻي ڇڪي ٿو ۽ چشمه - جهلم لنڪ ڪئنال 21 هزار ڪيوسڪ. ان ڀيري به وفاقي سرڪار مجرمانه خاموشي اختيار ڪري ڪوبه قدم نه کنيو ۽ سنڌ کي اها بي انصافي سهڻ لاءِ اڪيلو ڇڏي ڏنائين ۽ ڪا مدد نه ڪيائين.

سنڌ جي پاڻيءَ جي حقن جي حفاظت لاءِ وفاقي سرڪار جي اختياريءَ جي هن ڏکوئيندڙ ۽ صدمي آميز رڪارڊ کان پوءِ هن صوبي جي دانهن ڪُوڪن تي ڪوبه ڪيئن ٿو ڪو الزام هڻي سگهي، جيڪڏهن سنڌ دانهين ٿي ته پنجاب سرڪار ڪالاباغ ڊيم ۾ سنڌ جي پاڻيءَ جو خاتمو ڪندي ۽ وفاقي سرڪار رڳو ويهي سنڌ جي ڏڪار ۽ سوڪهڙي جو تماشو ڏسندي.

وفاقي سرڪار پاران آئيندي جي تحفظ لاءِ اعتماد ته نهيو، اٿلو وزير اعظم نواز شريف جيڪو طريقو اختيار ڪيو آهي، اهو ته سنڌ جي بي اعتباريءَ کي مورڳو وڌيڪ ڀڙڪائيندو. هڪ وفاقي رياست ۾ ان جو آئين ئي آهي جيڪو وفاق جي ڍانچي جي اصلي بنيادن کي جوڙي ٿو. اِهو ئي اُهو بنياد آهي جيڪو وفاق جي ايڪن کي گڏ به رکي ٿو. آئين جي ان اهميت جي پيش نظر اها ڳالهه انتهائي ضروري آهي ته جن

معاملن تي وفاق جي ايڪن وچ ۾ اختلاف آهن، اهي سختيءَ سان آئين جي مطابق حل ڪيا وڃن.

1973ع جو آئين واضح ٿو ڪري ته جيڪڏهن ٻن يا ان کان وڌيڪ صوبن وچ ۾ ڪي اختلاف هوندا ته اهي اختلاف دور ڪرڻ لاءِ معاملو گڏيل مفادن واري ڪائونسل جي حوالي ٿيندو. جيڪڏهن ڪائونسل ڪو حل ڳولڻ ۾ ڪامياب نه ٿي ٿئي ته پوءِ متاثر ٿيندڙ صوبو ان معاملي کي پارليامينٽ جي گڏيل اجلاس ۾ اٿاريندو. پارليامينٽ جي ان گڏيل اجلاس جو فيصلو آخري هوندو، جنهن تي متاثر ڌر کي اعليٰ عدالت ۾ وڃڻ جو حق نه رهندو. هن آئيني بندوبست جو مطلب اهو آهي ته وفاقي اختياريون غير جانبدار رهنديون ۽ ڌرين کي پنهنجا باهمي اختلاف حل ڪرڻ ۾ مدد ڪنديون.

سو، آئين ته رهيو پنهنجي ماڳ، اٽلندو وزيراعظم وفاق جي ايڪن وچ ۾ شديد ترين اختلافن واري هن مسئلي تي سڌو سنئون ڌر بڻجڻ جو رستو اختيار ڪري ويٺو رهيو آهي. ان کان وڌيڪ وفاقي اصولن جي ڀڃڪڙي ڀي ڪهڙي ٿي سگهي ٿي! نيٺ ته وزير اعظم ملڪ جو اعليٰ ترين اختيار رکي ٿو، جيڪڏهن هو پاڻ ئي کليو کلايو ڌر بڻجي ويهي رهي ته پوءِ متاثر ٿيل صوبو آخر انصاف لاءِ ڀيو ڪٿي ويندو؟

ڪيڏو نه چڱو ٿئي ها جو وزيراعظم غيرجانبدار ٿي پنجاب کي چوي ها ته اُهو هي مسئلو آئين مطابق ڪٿي. مون جهڙا اعتدال پسند ماڻهو به سنڌين کي وچي سمجهائين ها ته بابا وفاقي سرڪار پنجابي وزيراعظم جي هٿ هوندي به هو غيرجانبدار ٿي بيٺو آهي. ان ڪري مٿس اعتبار ڪرڻ کپي ته هو انصاف ڪندو ۽ وري ڪيڏو نه ڀلو ٿئي ها جو پنجاب جو وزير اعليٰ سنڌ اسيمبليءَ جي اسپيڪر کي گذارش ڪري ها ته ڪالاباغ ڊيم بابت پنجاب جو موقف واضح ڪرڻ لاءِ سنڌ جي صوبائي قانونساز اسيمبلي ميمبرن کي خطاب ڪرڻ ٿو چاهي.

ابلاغ عامه جي بحثن ۾ به، سنڌ کي چند ڪنيو ڀڏي ميدان ۾ ڪٿي اڪيلو اٿائون. ان جا بهترين ماهر آهن:

جناب عبدالوهاب شيخ، جيڪو نہ رڳو پاڪستان ۾ پاڻيءَ جي انجنيئرن ۾ سڀ کان وڌيڪ سينئر آهي، پر لڳاتار ست سالن تائين پاڻي ۽ بجليءَ جي وفاقي سيڪريٽري رهڻ جو بي مثال اعزاز بہ رکي ٿو.

جناب عبدالرسول ميمڻ، جيڪو انڊس رور سسٽم اٿارٽي (IRSA) جو چيئرمين بہ رهيو آهي ۽ اجا تائين ارسا سان لاڳاپيل آهي. هن هڪ ڀيري ڪالاباغ ڊيم تي هڪ اخبار ۾ مضمون لکيو هو جنهن تان ڪيس پاڻي ۽ بجليءَ واري وزارت ڪيس دٻ بہ ڪڍي هئي.

اڳوڻو سينيٽر عبدالمجيد قاضي، جيڪو پيشي جي لحاظ کان انجنيئر آهي ۽ ڪالاباغ ڊيم بابت سڀ حقيقتون ۽ انگ اکر کيس آڱرين تي ياد آهن. هو 1981ع کان وٺي لاڳيتو مختلف فورمن تي جن ۾ مجلس شوريٰ، سينيٽ، ڪيترين وفاقي وزارتون، انيڪ بين الصوبائي ادارا، پاڻي ۽ بجليءَ جي وزارت، واپڊا، سنڌ سرڪار، سائنسدانن ۽ انجنيئرن، پيشيور ماهرن جا ڊزنين سيمينار ۽ ڪانفرنسون ۽ اخبارون شامل آهن، تن اڳيان سنڌ لاءِ نهايت جرئتمندانہ جنگ جوٽيون پيو اچي.

جناب اي.اين.جي. عباسي، جنهن سيڪريٽري گروپ مان گريڊ ٻاويهين ۾ ريٽائر ڪيو آهي ۽ ٻين ڪيترن اهم عهدن تي رهيو آهي ۽ جيڪو سنڌ جي آبپاشي کاتي جو سيڪريٽري بہ رهيو آهي.

قسمت جي ڳالهہ آهي، اهي سمورا صاحب اڄڪلهہ معاهدي تحت صوبائي يا وفاقي سرڪار لاءِ نوڪري ڪري رهيا آهن.

معاهدي تحت نوڪرين سبب اهي صاحب ابلاغ عامہ يا عوامي بحثن ۾ حصو نہ ٿا وٺي سگهن. ان ڪري سنڌ جي ڪيس جي فني پهلوئن کي عوام جي اڳيان مؤثر انداز ۾ پيش نہ ٿو ڪري سگهجي.

اها ڳالهہ تمام ضروري آهي تہ شدت اختيار ڪيل صورتحال کي ٿڌو ڪري، ڪالاباغ ڊيم تي عوامي بحث ۾ ڪلئي ذهن جو عنصر شامل ڪيو وڃي ۽ وفاقي اصولن کي ڄاڻي ٻجهي يا غير ارادي طور جيڪي شديد ڌڪ ڏنا ويا آهن، انهن کي ڇڏائجي. انهن مقصدن حاصل ڪرڻ لاءِ هيٺيون تجويزون توجهہ گهرن ٿيون.

1). وزيراعظم ٽي وي تي اچي پنهنجي غلطي قبول ڪندي

چوي تہ ڪالاباغ بابت هن ڏر ٻڌجي غلطي ڪئي هئي. هو واضح اعلان ڪري تہ اڳتي هن معاملي بابت مڪمل طور ذهن ڪليل رکندو ۽ انصاف پسندانہ انداز ۾ غير جانبدار ٿي رهندو.

2). قوم جي اڳيان اهو واضح اعلان ڪرڻ ڪانپوءِ، هو مٿين ٻڌايل سنڌ جي ماهرن کي گهرائي ۽ پنجاب، واپڊا ۽ وفاقي سرڪار جي اهڙن ماهرن کي سنڌن مُنهان مُنهن ڪرائي.

3). جيڪڏهن سندس موجودگيءَ ۾ انهن ماهرن وچ ۾ بحث مان هو محسوس ڪري تہ سنڌ جا ماهر صحيح آهن، تہ هو انهن ماهرن، سنڌ جي دانشورن ۽ سياستدانن کي آڇ ڪري تہ اهي پنجاب وڃن ۽ سيني واسطيدار ماڻهن کي قائل ڪن تہ ڇو ڪالاباغ ڊيم فني لحاظ کان ۽ ٻين لحاظن کان بہ قابل عمل ڪونهي.

4). گڏوگڏ، هو سيني ماهرن کي گهرائي ڪانئن نعم البدل طور تجويزون وٺي تہ کهڙيءَ ريت عربي سمنڊ ۾ وهي ويندڙ پاڻيءَ کي وڏين ٻوڏن دوران ڪيئن ضايع ٿيڻ کان روڪجي.

5). جيڪڏهن، ٻيءَ صورت ۾، ماهرن جي بحث مان هو اهو نتيجو ڪڍي تہ ڊيم سنئو منصوبو آهي ۽ عمل جوڳو آهي، تہ هو پنجاب، واپڊا ۽ وفاقي سرڪار جي ماهرن، سياستدانن ۽ دانشورن کي گهرائي سنڌ، بلوچستان ۽ سرحد جي دورن تي موڪلي جيڪي اتي وڃي اعتراض ڪندڙن سان أتي ڳالهائين ۽ ڪالاباغ ڊيم لاءِ سنڌن حمايت وٺن.

جيڪڏهن پنجاب ۾ غيرآباد ۽ اُجاريون زمينون آهن ۽ پاڻي گهرن ٿيون ۽ وڏين ٻوڏن جي صورت ۾ بچت پاڻي موجود آهي، جيڪو عربي سمنڊ ۾ لڙهي ٿو وڃي، تہ اهو منهنجي لاءِ بہ اوترو ئي ڏکتيءَ جوڳو ۽ مٿي جو سور آهي، جيترو لاهور ۾ ويٺل پنجابين لاءِ. پر مون کي پنجاب جي غيرآباد زمين لاءِ سنڌ ۽ بلوچستان جي قيمت تي پاڻي کڻڻ نہ کپي. اهو حل ناهي پر ڪلئي دڳ ڏاڍو آهي، يا سمنڊ ۾ قزاقي آهي. جيڪو وفاق جي بنيادن کي ڏوڏي ڇڏيندو. جديد سائنس ۽ ٽيڪنالاجي ايتريون ترقي يافتہ آهن جو اهي پنجاب جي غيرآباد زمين

لاءِ پاڻي بہ مهيا ڪري سگهن ٿيون ۽ سنڌ ۽ بلوچستان جا پاڻيءَ جا تاريخي حق بہ محفوظ ڪري سگهن ٿيون. پاڪستاني قيادت جو امتحان ٿي اهو آهي تہ اها وفاقي يونٽن کي ڇڙوڇڙ ۽ الڳ ڪرڻ بدران انهن کي متحد رکن ۽ پاڻيءَ جي ماهرن ۽ انجنيئرن جي ذميداري آهي تہ اهي اهڙا قاعدا ۽ طريقا جوڙڻ ۾ سندن مدد ڪن.

منهنجو پختو يقين آهي تہ پاڪستان ۾ اهو دم آهي جو اهڙو ملڪ بڻجي ڏيکاري جو نہ رڳو اسان پاڪستانين لاءِ پر سڄي دنيا جي مسلمانن لاءِ فخر جو باعث بڻجي. ان لاءِ جيڪو ناقابل فراموش شرط آهي سو هي تہ اسين پنهنجا معاملا عقل، ايمانداري، انصاف ۽ عدل سان هلايون، بدقسمتيءَ سان اسين پنجاهہ سالن کان ان جي بنهہ ابتڙ پيا هلون. نتيجا اسان سيني جي اڳيان آهن، جن تي اسان جا ڪنڌ شرم کان جهڪيل آهن. ڇا پنهنجي روين کي بدلائڻ جو هي صحيح وقت ناهي؟





پاکستان کا نظام آبپاشی
بھاشا ڈیم کا مجوزہ محل وقوع
مجوزہ کالاباغ ڈیم
چترال
گلگت
کوہاٹ
بنوں
ڈیرہ اسماعیل خان
فورٹ سنڈیمان
کوئٹہ
ملتان
ڈیرہ غازی خان
سیالکوٹ
کراچی
کالاباغ ڈیم سے سیراب ہونے والا علاقہ ان حدود میں دکھایا گیا ہے۔
جن علاقوں پر یہ چوکھٹے دکھائے گئے ہیں وہ سب نہری ہیں۔
جن دریاؤں پر نام موجود نہیں اور کوئی چوکھٹا بھی نہیں دکھایا وہ سب چھوٹے دریا ہیں۔

کلديپ مهيشوري

# پنجاب ڪالاباغ ڊيم جو متبادل ڳولهي ورتو.

سنڌ جي آبادگارن جي نمائندگي ڪندڙ تنظيم ايوان زراعت (سنڌ چيمبر آف ايگريڪلچر) جي صدر ۽ سينيٽ جي اڳوڻي وائيس چيئرمين سيد قمرالزمان شاهہ شڪ ڏيکاريو آهي تہ جيڪڏهن وفاقي سرڪار ڪالاباغ ڊيم واري رٿا تان هٿ ڪڻڻ جو اعلان بہ ڪري وجهي تڏهن بہ ارسا ۾ صدارتي آرڊيننس ۾ آندل تبديلي ڪانپوءِ سنڌ کي سياري ۾ پاڻي جو ڦڙو بہ نہ ملندو. ارسا ڇا آهي؟ ڇا ارسا ۾ آندل تبديلي سنڌ سميت ٽنهي ننڍن صوبن لاءِ ايتري هاڃيڪاري آهي جيتري قمر الزمان شاهہ ڄاڻائي آهي. اچو تہ انهن سوالن جا جواب لهڻ جي ڪوشش ڪريون.

91ع ۾ ميان نواز شريف جي پهرين اقتداري دور ۾ پاڻي وارو ٺاهہ ٿيو هو، جنهن هيٺ چئني صوبن کي سنڌن حصي آهر پاڻي ڏيڻ تي اتفاق ٿيو هو. انهي ٺاهہ موجب سنڌ ۽ پنجاب کي 37،37 سيڪڙو، سرحد کي 14 سيڪڙو ۽ بلوچستان کي 12 سيڪڙو پاڻي ڏيڻ جو رٿيو ويو هو. انهيءَ پاڻيءَ جي ورڇ واري نظام جي نگراني ڪرڻ لاءِ 92ع ڌاري هڪ اختياري جوڙي وئي هئي. ارسا عرف انڊس رور سسٽم اٿارٽي انهيءَ اختياري جو نالو هو جنهن جو هيڊ ڪوارٽر لاهور ۾ قائم ڪيو ويو هو. سنڌ مان سينئر انجنيئر ۽ واپڊا جي اڳوڻي جي ايم (واٽر ونگ) انجنيئر عبدالرسول ميمڻ کي سنڌ جي نمائندگي ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو هو. انهيءَ اٿارٽيءَ ۾ چار ميمبر چئن صوبن جا هئا جيڪي گهڻو ڪري ريٽائر انجنيئر هئا. جڏهن تہ هڪ ميمبر وفاق جو هو. اڳ ۾ ارسا جي چيئرمين واري ڦيري سان سال بہ سال مختلف صوبن وٽ رهندي آئي. گذريل سال اها چيئرميني سنڌ کي ملي جڏهن

ته هن وقت اها چيئرميني پنجاب وٽ هئي. اها اختياري پاڻي جي ورڇ جي نظام تي ڪڙي نظر رکي صوبن کي پاڻي جي ناهه هيٺ مليل حصي جي سندن صوبن تائين پهچ کي يقيني بڻائيندي هئي. انهي اختياري جي ڪريڊٽ تي اها ڳالهه اچي ٿي ته 96ع ۾ جڏهن سنڌ سان تعلق رکندڙ انجنيئر عبدالرسول ميمڻ انهيءَ اختياري جو چيئرمين هو، انهي اختياري متنازعه رٿا ڪالاباغ ڊيم کي رد ڪري ڇڏيو هو ۽ انهيءَ سلسلي ۾ اڪثريت سان ٺهراءُ پاس ڪري پنهنجون سفارشون ڪائونسل آف ڪامن انٽريسٽ (گڏيل مفادن واري ڪائونسل) ۾ موڪليون هيون. انهن سفارشن ۾ ڄاڻايو ويو هو ته ڪالاباغ ڊيم تڪراري رٿا آهي. انهيءَ رٿا سان هڪ پاسي صوبن ۾ ڪدورتون پيدا ٿينديون ته ٻئي طرف اهو ڊيم ناهڻ لاءِ پاڻي ئي موجود ناهي. ان ڏس ۾ ارسا جي اڳوڻي چيئرمين عبدالرسول ميمڻ جو چوڻ هو ته واپڊا جي پنهنجن انگن اکرن موجب 1922ع کان وٺي هيل تائين جي سالياني وهڪرن ۾ پاڻي جو سراسري مقدار 138.72 ايم اي ايف رهيو آهي. هڪ صدي جي تاريخ ۾ رڳو هڪ ڀيرو 184 ايم اي ايف پاڻي آيو آهي. جڏهن ته هڪ سال اهڙو به هو جڏهن اهو پاڻي گهٽجي 97 ايم اي ايف رهجي ويو هو. انجنيئر عبدالرسول ميمڻ جو چوڻ هو ته، سنڌو درياهه تي ڪالاباغ بيراج، جهلم تي منگلا ۽ چناب تي مرالا وٽ قائم گيجنگ اسٽيشن جي رڪارڊنگ جو جائزو ورتو وڃي ته اها ڳالهه سامهون ايندي ته گذريل 76 سالن ۾ پاڻي جو سراسري مقدار 138.72 ايم اي ايف ساليانو کان وڌيو ناهي. انهيءَ پاڻيءَ مان 14.7 ايم اي ايف پاڻي سم، بخارن ۽ ٻين ليڪيجز ذريعي ضايع ٿي وڃي ٿو، جڏهن ته عربي سمنڊ کي اڳتي وڌڻ کان روڪڻ لاءِ ڪوٽڙي کان هيٺيان ساليانو 10 ايم اي ايف پاڻي ڇڏڻ لازمي آهي. اهڙي صورتحال ۾ جملي پاڻي 114 ڍهائي ايم اي ايف بچي ٿو. جيڪو پاڻي واري ناهه هيٺ صوبن کي ملندڙ حصن کان 3 ايم اي ايف گهٽ آهي. اهڙي صورت ۾ ڪالاباغ ڊيم لاءِ پاڻيءَ جو ڦڙو ئي نٿو بچي. سندس چوڻ هو ته هن وقت سنڌ پنهنجي حصي جو 6 ايم اي ايف ۽ پنجاب 2.3، سرحد 2 ۽

بلوچستان 1.5 ايم اي ايف پاڻي ڪٽي نہ رهيا آهن، ڇاڪاڻ تہ انهن وٽ اهو پاڻي استعمال ڪرڻ لاءِ وسيلا/ ذريعا ئي ناهن. پر جڏهن ڪجھہ سالن ۾ پنجاب ٿل ڪئنال مڪمل ٿيو ۽ سنڌ وارن پنهنجو ريٽي ڪئنال ٺاهي، مڪي فرش، دادو ۽ نارا ڪئنال جي ري ماڊلنگ مڪمل ڪرائي ورتي تہ پوءِ اهي بہ پنهنجي حِصي جو پاڻي ڪٽندا. جنهن بعد اضافي پاڻي جا ڪي بہ امڪان ناهن. هن اهو بہ انڪشاف ڪيو تہ ڀارت سنڌطاس معاهدي هيٺ راوي، ستلج ۽ بياس ندين ۾ هينئر ايندڙ 4.6 ايم اي ايف پاڻي پڻ ڪجھہ سالن ۾ بند ڪري ڇڏيندو. ڇاڪاڻ تہ هو هينئر اتي مختلف بيراج ٺاهي رهيو آهي. ساڳئي ريت اسان کي انهي معاهدي هيٺ ڀارت کي جهلم، چناب ۽ انڊس/ سنڌوءَ درياءَ مان 4.8 ايم اي ايف پاڻي ڏيڻو آهي. ڀارت کي 9.4 ايم اي ايف پاڻي ڏيڻ ۽ ايل بي او ڊي رٿا لاءِ ريٽي ڪئنال ۾ 1.5 ايم اي ايف پاڻي ڇڏڻ کانپوءِ ملڪ جي پاڻيءَ جي وسيلن ۾ هڪ ئي ڌڪ ۾ 10 ايم اي ايف جي گهٽ ۾ گهٽ گهٽتائي ايندي. اهڙي صورت ۾ پڻ ڪنهن وڏي رٿا لاءِ پاڻي نٿو بچي. انجنيئر عبدالرسول ميمڻ جو چوڻ هو تہ، ڪالاباغ ڊيم ۾ تہ رڳو 6.1 ايم اي ايف پاڻي ذخيرو ٿيندو پر انهيءَ مان واپڊا ۽ پنجاب پاران زرعي مقصدن لاءِ 2 وڏا ڪئنال ڪڍڻ جي رٿا جوڙي وئي آهي جيڪي 12 ئي مهينا هلندا ۽ اهي لنڪ ڪئنال 12 ايم اي ايف پاڻي ڪٽندا يعني ڪالاباغ ڊيم ۽ ان جي ٻن ڪئنالن کي هلائڻ لاءِ 20 ايم اي ايف يعني پاڻي واري ٺاهہ هيٺ سنڌ کي مليل حصي جي اڌ جيترو پاڻي گهرجي. ايترو پاڻي موجود ئي ناهي.

تازو واپڊا پاران صوبن جي اٿاريل اعتراضن جي جواب ۾ جوڙيل هڪ رپورٽ حڪومت کي پيش ڪئي وئي آهي، جنهن ۾ اها دعويٰ ڪئي وئي آهي تہ ٻوڏ واري پاڻي جي روپ ۾ 38.5 ايم اي ايف اضافي پاڻي موجود آهي جيڪو هر سال سمنڊ ۾ ڇوڙ ٿي ضايع ٿي وڃي ٿو ۽ اهو پاڻي ڪالاباغ ڊيم جي رٿا لاءِ انتهائي گهڻو آهي. رپورٽ ۾ جيتوڻيڪ ڪالاباغ ڊيم مان 12 ايم اي ايف پاڻي ڪٽي نڪرندڙ ٻن خوفناڪ ڪئنالن جو ذڪر نہ ڪيو ويو آهي. رپورٽ ۾ رڳو

اهو ٻڌايو ويو آهي تہ ڪالاباغ ڊيم رٿا لاءِ رکيو 6.1 ايم اي ايف پاڻي گهرجي جيڪو ٻوڏ واري ضايع ٿيندڙ پاڻيءَ کي ذخيرو ڪري ڪتب هيٺ آڻي سگهجي ٿو رپورٽ ۾ ٻين صوبن کي ڪالاباغ ڊيم مان پهچندڙ نقصانن توڙي صوبن پاران واريل اعتراضن جي موٽ ۾ دليل ڏنا ويا آهن، انهيءَ سان گڏو گڏ اهو پڻ ٻڌايو ويو آهي تہ صوبن کي انهيءَ ڊيم مان اضافي پاڻي ملندو، سنڌ کي انهي ڊيم ٺهڻ سان 2.26 ايم اي ايف پاڻي وڌيڪ ملندو جيڪو سندس پاڻي واري ڀاڱي ۾ ٻڌايل حصي 48.76 ايم اي ايف وڌيڪ هوندو. رپورٽ ۾ سنڌ جي ٽمر وارن ٻيلن جي ضايع ٿيڻ بابت اعتراض جي موٽ ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ ڊيم ٺهڻ سان انهن ٻيلن کي ڪو نقصان نہ پهچندو، ڇاڪاڻ تہ اهي 74 سو ايڪڙن تي ڦهليل ٻيلا سامونڊي پاڻي تي ڀاڙين ٿا. تازي پاڻي جي ڇوڙ گهٽجڻ سان انهن ٻيلن کي ڪو نقصان نہ پهچندو. مٿان وري اهو تہ ٻوڏ واري 38.1 ايم اي ايف پاڻي مان ڊيم لاءِ رکيو 6.1 ايم اي ايف پاڻي ڪنيو پيو وڃي. انهيءَ ڪري پاڻي جي ڇوڙ تي ڪو خاص اثر ڪونہ پوندو. رپورٽ ۾ سنڌ جي پلي جو نسل تباهہ ٿيڻ بابت واريل اعتراض تي ٻڌايو ويو آهي تہ پلي جي پيداوار ۾ واڌارو آيو آهي. 1983ع ۾ مڇي جي پيداوار 26 هزار 4 سو 60 ٽن هئي، جيڪا 93ع ۾ وڌي 33 هزار 9 سئو ٽن تي وئي آهي. ٻوڏ واري پاڻي ۾ نالي ماتر گهٽتائي سان پلي جي افزائش تي ڪو اثر نہ پوندو. سنڌ جي انهيءَ اعتراض تہ ڪوٽڙي کان هيٺ مناسب مقدار (گهٽ ۾ گهٽ 10 ايم اي ايف) ڇڏڻ کپي، جي موٽ ۾ رپورٽ ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ ڪالاباغ ڊيم لاءِ ٻوڏ واري 38.1 ايم اي ايف پاڻي مان رکيو 6.1 ايم اي ايف پاڻي ڪنيو پيو وڃي، جڏهن تہ باقي 32 ايم اي ايف پاڻي اڳ جيان سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪندو رهندو. انهيءَ ڪري سنڌ جو اهو اعتراض ٻڌڻ جوڳو ناهي تہ گهٽ پاڻي ڇڏڻ سان سمنڊ مٿي چڙهي ايندو. اسان تہ سنڌ پاران ٻڌايل 10 ايم اي ايف پاڻي کان ڪيئن تي وڌيڪ پاڻي سمنڊ حوالي ڪريون ٿا.

واپڊا جي انهيءَ رپورٽ جو اڀياس ڪرڻ سان اها ڳالهہ

سامهون اچي ٿي تہ واپڊا توڙي اسان جا حڪمران ڪالاباغ ڊيم کي بجليءَ جي پيداوار وارن مقصدن بجاءِ زرعي مقصدن طور ڪتب آڻڻ جا جتن ڪري رهيا آهن. رپورٽ ۾ ڄاڻايو ويو آهي تہ انهيءَ ڊيم ٺهڻ سان پنجاب جي ڇئن نين رٿائن لاءِ اضافي پاڻي ملي سگهندو جنهن سان وڏيڪ زمين آباد ٿيندي. انهن رٿائن جون فزيبلٽي رپورٽون پڻ تيار ٿي ويون آهن. واپڊا جي رپورٽ ۾ دعويٰ ڪئي وئي آهي تہ ڪالاباغ ڊيم جي پاڻي مان گريٽر ٿل ڪئنال کي هلايو ويندو، اهو ڪئنال ميانوالي، ليہ، بکر ۽ جهنگ ضلعن جي 15 لک 30 هزار ايڪڙ زمين آباد ڪندو. رپورٽ ۾ ڄاڻايو ويو آهي تہ جهلم ۽ پنڊ دادن خان ضلعن جي هڪ لک 60 هزار ايڪڙ زمين آباد ڪرڻ لاءِ جلال پور ڪئنال ٺاهيو ويندو. اهو ڪئنال پڻ ڪالاباغ ڊيم مان ملندڙ پاڻي تي هلندو. انهيءَ ڪئنال جي اڏاوت تي 1.96 ملين روپيہ خرچ ايندو. ڪالاباغ ڊيم جي پاڻي مان ديرا غازي خان ۽ راجن پور ضلعن جي 34 لک ايڪڙ زمين کي پاڻي پهچائڻ لاءِ دجل برانچ ڪئنال کي وڌايو ويندو. انهيءَ ڪانسواءِ چولستان ۾ پاڻي پهچائڻ لاءِ پڻ 2375 ملين رپين جي لاڳت سان هڪ رٿا جوڙي ويندي، جنهن سان اٽڪل 5 لک ايڪڙ زمين کي پاڻي ميسر ٿي سگهندو. رپورٽ موجب ٿلهي ليکي پنجاب جي 55 لک ايڪڙ زمين کي ڪالاباغ ڊيم ٺهڻ سان اضافي پاڻي ملي سگهندو.

جهڙي ريت سنڌ جي ساڃاهہ وند حلقن پاران ڊيم تي وقت بہ وقت مختلف اعتراض واريندي انهي رٿا کي رد ڪيو ويو آهي. تهڙي ريت اسلام آباد ۽ لاهور جي حاڪمن وري انهيءَ رٿا جا وڏ ۾ وڏ فائدا ڳڻائيندي انهيءَ رٿا تي عمل ڪرڻ لاءِ زور پريو آهي. حڪمران سنڌ، سرحد ۽ بلوچستان جي واريل اعتراضن جو جواب ڏيڻ بجاءِ وقت بہ وقت انهيءَ ڪاري نانگ ڪالاباغ ڊيم جو نالو بدلائي ماڻهن کي راضي ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آيا آهن. ڪڏهن انهيءَ ڊيم جو نالو پاڪستان ڊيم تجويز ڪيو ٿي ويو تہ ڪڏهن وري انهيءَ جو نالو جناح ڊيم رکڻ جي رٿ سامهون آئي، اهڙا نالا رکڻ جو مقصد هڪ ئي هو تہ جيڪڏهن سنڌ واسين سميت ٽنهي صوبن انهي ڊيم جي مخالفت ڪئي تہ پوءِ اها

مخالفت پاڪستان يا قائد اعظم محمد علي جناح جي مخالفت قرار ڏني وڃي. بعد ۾ جڏهن سنڌ واسين سميت ننڍا صوبا پاڪستان يا جناح ڊيم تي راضي نه ٿيا ته پوءِ وري ڪالاباغ ڊيم جونالو بدلائي انڊس ڊيم رکي سنڌو ماٿري جي پراڻن رهاڪن کي راضي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي ته بابا اسان انهيءَ ڊيم جو نالو درياءَ انڊس جي نسبت سان انڊس ڊيم رکيو آهي. هاڻ ته راضي ٿيو. پر سنڌ واسين جو چوڻ هو ته جيڪڏهن انهيءَ ڊيم جو نالو سنڌ ڊيم به رکيو وڃي ته اسان کي قبول ناهي، ڇاڪاڻ ته نانگ جو نالو ڀلي نور ئي رکيو وڃي پر نانگ جو ڪم ڏنگڻ آهي ۽ اهو ضرور ڏنگيندو.

سنڌ جي ٽيڪنو ڪريٽس سان ڪيل ڪچهرين مان اها ڳالهه سامهون آئي آهي ته ايندڙ ڪجهه سالن ۾ ڀارت پاران پاڪستان کي جهلم، چناب، راوي، ستلج، بياس ۽ سنڌو مان ملندڙ 9.4 ايم اي ايف اضافي پاڻي بند ڪرڻ ڪانپوءِ ملڪ ۾ پاڻي جو وڏو بحران مچندو، مٿان وري ٽنهي صوبن پاران هيٺئين پنهنجي پنهنجي حصي جو ڪٽ نه ايندڙ پاڻي ڪٽڻ سبب انهيءَ سڄي صورتحال ۾ وڌ ۾ وڌ پنجاب متاثر ٿيندو. انهي ڪري پنجاب هيٺئين ڪان ئي ملڪ جي پاڻي جو ليور (ڪنجي) پنهنجي هٿ وس ڪرڻ لاءِ ڪالاباغ ڊيم ٺاهڻ تي زور ڀري رهيو آهي، ڊيم ٺهڻ سان 6.1 ايم اي ايف پاڻ جي چاٻي پنجاب جي هٿ وس ٿي ويندي. مٿان وري انهيءَ ڊيم مان نڪرندڙ ۽ ڊيم ڪان پيٽو پاڻي ڪٽندڙ به وڏا ڪئنال پنجاب جي وچولي، پوٺوهار ۽ سرائيڪي بيلٽن جي اڄ اجهائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندا. هن وقت پنجاب جي اها ڪوشش آهي ته هو ڊيم ٺاهي. جيڪڏهن صوبا ڊيم مان نڪرندڙ ڪئنال تي اعتراض وارين ٿا ته پنجاب عارضي طور تي انهن ڪئنالن تان هٿ ڪڍڻ لاءِ پڻ تيار آهي. ان ڏس ۾ ارسا جي اڳوڻي چيئرمين عبدالرسول ميمڻ جو چوڻ هو ته سنڌ کي هاڻ آئيني ۽ قانوني گارنٽين بجاءِ جاگرافيائي گارنٽين جي ضرورت آهي. ڪالاباغ ڊيم ڪيس جاگرافيائي گارنٽي نٿو ڏئي، ڇاڪاڻ ته مستقبل ۾ پنجاب چشما لنڪ ڪئنال جيان انهيءَ ڊيم مان وڏا ڪئنال ڪڍي سگهي ٿو. انهيءَ ڪري

سنڌ ڪالاباغ ڊيم تي رآضي نہ ٿينديي، انهيءَ جي پيٽ ۾ سنڌ کي ياشا ڊيم ٺهڻ تي ڪو اعتراض ناهي. ڇاڪاڻ تہ ياشا ڊيم اهڙي جڳهہ تي واقع آهي جتان انهيءَ مان اضافي ڪئنال ڪڍڻ ناممڪن آهي. جيڪڏهن ملڪ ۾ موجود بجليءَ جي بحران کي منهن ڏيڻ لاءِ ڊيم ناهڻو ئي آهي تہ پوءِ ياشا ڊيم اهي ضرورتون پوريون ڪري سگهي ٿو.

ايوان زراعت سنڌ جي صدر قمرالزمان شاهہ جو چوڻ هو تہ ٽن صوبن جي مخالفت کانپوءِ حڪمرانن اهو محسوس ڪري ورتو آهي تہ اهي ٽن صوبن کي ماري مچائي بہ ڪالاباغ ڊيم تي راضي نہ ڪري سگهندا. انهيءَ ڪري انهن اٽڪل ڪري ارسا ۾ تبديلي آندي آهي، جنهن هيٺ هاڻي صوبن کان چيئرميني کسي واپڊا کي ڏني وئي آهي. ساڳئي وقت ارسا ۾ صوبن جي نمائندگي ڪندڙ انجنيئرن کي هٽائي انهن جي جاءِ تي آبپاشي کاتي جي صوبائي سيڪريٽرين کي ارسا جو ميمبر بڻايو ويو آهي، جيڪي پنهنجن ڪرسين بچائڻ لاءِ حڪومت سان ٽڪر کائي نہ سگهندا ۽ نہ ئي وري اهي لاهور ۾ واقع ارسا جي هيڊ ڪوارٽر ۾ ويهي پاڻي جي ٿيندڙ چوري کي روڪي سگهندا. هن الزام هنيو تہ، ارسا ۾ تبديلي آڻڻ جو رڳو هڪ مقصد آهي تہ پنجاب پاران سنڌ جي حصي جي پاڻيءَ جي ٿيندڙ چوريءَ آڏو بڌل ارسا جي بند کي هٽايو وڃي ۽ اهو بند هاڻي صدارتي آرڊيننس بعد ختم ٿي چڪو آهي. پنجاب کي سندس ضرورتن جي پورائي واسطي پاڻي چورائڻ کان ڪير بہ روڪي نٿو سگهي. هاڻ ڊيم ٺهي يا نہ ٺهي، پنجاب اٽڪل سٽڪل ڪري ارسا ۾ تبديلي آڻي پنهنجي ضرورتن پٽاندڙ پاڻي حاصل ڪرڻ جو بندوبست ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو آهي. سنڌ سميت ٽنهي صوبن لاءِ ارسا جي تبديلي ڪالاباغ ڊيم کان گهٽ خطرناڪ ناهي.



13. For the implementation of this accord, the need to establish an Indus River System Authority was recognised and accepted. It would have headquarters at Lahore and would have representation from all the four provinces.

14. a) The system-wise allocation will be worked out separately, on ten daily basis and will be attached with this agreement as part and parcel of it.

b) The record of actual average system uses for the period 1977-82, would form the guide line for developing a future regulation pattern. These ten daily uses would be adjusted pro-rata to correspond to the indicated seasonal allocations of the different canal systems and would form the basis for sharing shortages and surpluses on all Pakistan basis.

c) The existing reservoirs would be operated with priority for the irrigation uses of the Provinces.

d) The provinces will have the freedom within their allocations to modify system wise and period-wise uses.

e) All efforts would be made to avoid wastages. Any surpluses may be used by another province, but this would not establish any rights to such uses.

| | | | |
|---|---|---|---|
| 16/3/91 | 16/3 | | |
| C.M. Punjab<br>Ghulam Hyder Wyne | C.M. Sindh<br>Jam Sadiq Ali | C.M. NWFP<br>Mir Afzal Khan | C.M. Baluchistan<br>Mir Taj Mohammad Jamali |
| | | | 16/3.91 |
| Shah Mehmood Qureshi<br>Minister Finance | Muzaffar Hussain Shah<br>Minister Law | Mohsin Ali Khan<br>Minister Finance | Mir Zulfiqar Ali Magsi<br>Minister Home |

ارسا ۾ آندل تبديليءَ واري ڊرافٽ جو عڪس

امر جليل

# سبز باغ ڊيم

صاحب مون کي بنگلي تي گهرايو لان ۾ پيل بيد جي صوفن تي ويهاريائين. چانهه پياريائين. ڪيڪ کارائيا ائين، ۽ پڇيائين، "آخر توهان سنڌين جو پرابلم ڪهڙو آهي؟"

تعجب ٿيم، چيم، "سر، گهڻ ۾ گهڻ منهنجي پرابلم کان ته اوهين واقف آهيو."

"اهو تنهنجو پرابلم ناهي،" صاحب چيو." اهو تنهنجي دماغ جو خلل آهي."

"سر، مان سچل جو مريد، ۽ بلها شاهه جو معتقد آهيان." چيم، "اسين ٻيا ٿي ويندا آهيون، پر اسان جو عشق ٻيو نه ٿيندو آهي."

"اڙي چريا!" صاحب چيو، "تون ڇا ٿو سمجهين، هن به تو وانگر تنهنجو انتظار ڪيو هوندو، ۽ ويٺي ويٺي تو وانگر پوڙهي ٿي ويئي هوندي!"

چيم، "ڪهڙي خبر سائين."

"اهو خلل پنهنجي دماغ مان ڪڍي ڇڏ. تون هڪ حساس اداري جو ملازم آهين. "صاحب چيو، "يقين ڄاڻ، هن وقت تائين هوءَ پوڙهي ڪل ٿي ويئي هوندي، ڏاڏي ۽ ناني ٿي وئي هوندي."

چيم، "ڪهڙي خبر سر، هن به مون وانگر اڃا تائين شادي نه ڪئي هجي!"

صاحب پڇيو، "يونيورسٽي ڇڏڻ کانپوءِ توکي ڪڏهن ڪو خط لکيو اٿائين؟"

وراڻيم، "نو، سر."

صاحب پڇيو، "عيد يا نئين سال جو ڪارڊ موڪليو اٿائين؟"

وراڻي، "نو، سر"

صاحب پڇيو، ”ڪڏهن ڪا فون ڪئي اٿائين؟“
وراڻيم، ”نو، سر“
صاحب پڇيو، ” ته پوءِ ڪيئن ٿو چوين ته هوءِ به تو وانگر تنهنجي انتظار ۾ پوڙهي ٿي ويئي هوندي، پر شادي نه ڪئي هوندائين!“
چيم، ”دل جي گواهيءَ ڪان مٿي ٻي ڪا به گواهي نه ٿيندي آهي، سر“
صاحب ڪجهه ڪجهه ناراض ٿيندي چيو، ”مون کي حيرت آهي ته تو جهڙي اڌ مغزيءَ کي هڪ حساس اداري ۾ نوڪري ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي.“
چيم، ”سر، حساس اداري ۾ مون ان ڪري نوڪري ڪئي آهي جو مان ڏاڍو حساس قسم جو انسان آهيان“
”پنهنجي ڳالهه نه ڪر.“ صاحب سخت لهجي ۾ پڇيو، ”مون کي ٻڌاءِ ته سنڌين جو پرابلم ڇا آهي.“
چيم، ”سنڌين جوهڪ نه، انيڪ پرابلم آهن، سر.“
صاحب چيو، .مان في الحال هڪ پرابلم جي ڳالهه پيو ڪريان.“
پڇيم، ”ڪهڙو پرابلم سر.“
صاحب چيو، ”ڪالاباغ ڊيم جي نالي ۾ ڪڙو ڪيل پرابلم.“
چيم، ”اصل ۾ سڄي گڙٻڙ ڪالاباغ ڊيم جي نالي ۾ آهي.“
پڇيائين، ”ڪيئن؟“
چيم، ”قلعي وارو نواب ڪالاباغ اڃا تائين سنڌين ڪان نه وسريو آهي، سر“
”ڇا پيو چوين!“ صاحب کي تعجب ٿيو.
چيم، ”ڪالاباغ ڊيم بدران، ڊيم جو نالو جيڪڏهن سفيد باغ ڊيم، يا سبز باغ ڊيم هجي ها ته سنڌي ڊيم کي ڊيم ڪيئر ڪري ڇڏين ها.“
صاحب سوچ ۾ پئجي ويو.
چيم، ”سبز باغ ڊيم سٺو نالو آهي. اڃا به وقت ويو ناهي.

سرڪار کي صلاح ڏيو. ڪالاباغ ڊيم بدران ڊيم جو نالو سبز باغ ڊيم رکن. سنڌي سرها ٿيندا."

"سبز باغ ڊيم!"

"يس سر"

"مون کي حيرت آهي ته ان ڳالهه جو خيال وزير اعظم جي صلاحڪارن کي ڇو نه آيو؟" صاحب چيو، "ممڪن ٿي نه مڃي ها."

چيمر، "سر، وقت ويو ڪونهي، وزير اعظم سان ڳالهايو، سندس صلاحڪارن سان ڳالهايو، سبز باغ ڊيم جو نالو ٻڌي سنڌي ٺري پوندا."

"تو ڳالهه ڪم جي ڪئي آهي راٺا. "صاحب چيو، "في الحال اسان کي جيڪا رپورٽ تيار ڪرڻي آهي، تنهن ۾ سرڪار کي ڪالاباغ ڊيم بابت سنڌين جي اصلي اعتراض کان آگاهه ڪرڻو آهي."

"اهي اصل ۾ اعتراض ناهن، سر." چيمر، "اهي اصل ۾ سنڌين جا ڊپ آهن،"

"ڪهڙي قسم جا ڊپ؟" صاحب پڇيو.

مان نه آهيان انجنيئر، ۽ نه آهيان ڪو ٽيڪنو ڪريٽ ۽ نه ئي آهيان ڇوٽو موٽو زميندار، مون کي ڪا خبر ڪونهي ته هماليه جبلن تان ڪيتري مقدار ۾ پاڻي مختلف موسمن ۾ وهي ايندو آهي. ان پاڻيءَ ۾ ورهاست موجب پاڪستان جي هڪ هڪ صوبي جو حصو ڪيترو آهي. ان پاڻيءَ مان ڪيترو پاڻي تربيلا، منگلا ۽ ٻين ننڍڙين ننڍڙين ڊيمن ۾ گڏ ڪيو ويندو آهي. ۽ اهو پاڻي ڪيڏانهن ويندو آهي، ۽ ڪهڙين زمينن کي آباد ڪندو آهي! تنهن ڪري ڪالاباغ ڊيم جي ٽڪنيڪي فائدن ۽ نقصانن تي ڳالهائڻ مون مناسب نه سمجهيو.

چيمر، "سر، حر موومنٽ کي چٿڻ لاءِ انگريزن مکي ٻيلي تي بمباري ڪرائي هئي. ماڻهن کي عام تاثر ڏنو هئائون ته ٻيلي مان حاصل ڪيل زمين هارين ۽ نون آبادگارن ۾ ورهائي ويندي."

صاحب چيو، "جيستائين مونکي ياد ٿو پوي، انگريزن زمين ورهائي هئي، ۽ نون آبادگارن ۾ ورهائي هئي."

”برابر، سر.“ چيم، ”پر انهن مان ڪوبہ هڪ آبادگار سنڌي نہ هو.“

”پر، ان ڳالهہ جو ڪالاباغ ڊيم سان ڪهڙو تعلق آهي“
صاحب پڇيو،

”آهي، سر، گهرو تعلق آهي؟“ چيم، ”ڪوٽڙي بيراج جڏهن ٺهي هئي، تڏهن بہ سرڪار سڳوريءَ اعلان ڪيو هو تہ حاصل ٿيندڙ زمين هارين ۽ نون آبادگارن ۾ ورهائي ويندي.“

صاحب چيو، ”مون کي ياد ٿو اچي تہ لکين ايڪڙ زمين نون آبادگارن ۽ هارين کي ڏني وئي هئي.“

”برابر، سر“ چيم، ”انهن مان ڪوبہ هڪ آبادگار سنڌي نہ هو.“

صاحب چيو، ”پر ان ڳالهہ جو ڪالاباغ ڊيم سان ڪهڙو واسطو آهي.“

”سر،“ چيم ”ڪالاباغ ڊيم جي ڪري جيڪڏهن غير آباد زمين آباد ٿي بہ پئي، اها سنڌي آبادگارن ۾ نہ ورهائي ويندي.“

”اڙي!“ صاحب چيو، ”اهو تون ٿو چوين راڻا.“

”نہ سائين،“ چيم ”مون سنڌين جي دل ۾ ويهجي ويل تاريخي ڊپ جو ذڪر ڪيو آهي.“

صاحب پڇيو، ”ان ڊپ کي ڪهڙي نموني سنڌين جي دل ۽ دماغ مان ڪڍي سگهجي ٿو؟“

”اهو ڪو اهڙو مشڪل ڪم ڪونهي.“ چيم، ”ڪالاباغ ڊيم جو نالو سبزباغ رکائي ڇڏيو.“

صاحب مون کي آگوٺو ڏيکاريو، انگريزي اشارو آهي. يعني واهہ جا صلاح ڏني آهي، پوءِ هن وزير اعظم جي خاص صلاحڪار سان هاڻ لائين تي ڳالهايو، چيائين، ”وزيراعظم کي صلاح ڏيو تہ ڪالاباغ ڊيم جو نالو بدلائي سبز باغ ڊيم رکي ڇڏين. سنڌي گوڙ نہ ڪندا.“



مخدوم مظفر حسین ہاشمی
مرکزی چیئرمین، سرائیکی قومی موومینٹ
صدر ، سرائیکی نیشنل الائنس

# کالا باغ ڈیم اور سرائیکی عوام

گو کہ ھمیں اپنے سندھی بھائیوں سے اور سندھی پریس سے کافی شکایات ہیں مگر یہ شکوہ کرنے کا موقعہ نہیں ھے صرف ساتھ دینے اور قربانی دینے کا موقعہ ھے ، کیونکہ کالا باغ ڈیم ایک مسئلہ نہیں ہے بلکہ زندگی، موت اور بقا و فنا کا سوال ہے ، جس کا جواب کوئی مظلوم قوم تنہا نہیں دے سکے گی کیونکہ ھم سب مظلوم نہتے اور خالی ھاتھ ھیں اور ھمارا مشترکہ دشمن مسلح بارائفل مسلح باقلم مسلح دولت ھے. مطلب ھر طریقیے سے مسلح ھے اور ھم میں سے انہوں نے غداروں کو خرید رکھا ھے.

آپ پاکستان کی تاریخ پڑھیں کہ غیر پنجابیوں سے کیا سلوک ھوا کون نہیں جانتا کہ قائد اعظم کو جسے آج پنجابی ھتھیار بناکر استعمال کر رھے ھیں سلو پوائزنگ سے قتل کیا گیا تھا. محترمہ فاطمہ جناح ایمبولینس کیلئے چیخ رھی تھیں. لیاقت علی خان کا قاتل کون تھا. سکندر مرزا کو ایوب خان کو استعمال کیا گیا. جب ان کی ضرورت نہ رھی تو انھیں بھی ھٹایا گیا. یحیٰ خان کو بھی نشے سے جگاکر مرضی کے فیصلے کرائے جاتے رھے ، بھٹو صاحب کی جب تک ضرورت رھی قائد عوام کے خطابات سے نوازا گیا ، جب مطلب نکل گیا تو لاش بھیجی گئی. اسی طرح غیر پنجابیون میں محمد خان جونیجو ، بینظیر بھٹو ، غلام مصطفیٰ جتوئی ، بلخ شیر مزاری، فاروق لغاری، جسٹس سجاد

مطلب کسی کی لاش کسی کی سیاسی لاش تحفے کے طور پر واپس بھیجی جاتی رہی ھیں. بلاشبہ انسانی فطرت سے ھمیں انکار نہیں لالچ اور بزدلی انسانی فطرت ھے. کیونکہ خالق نے بھی جنت کی لالچ اور دوزخ کا خوف انسان کو دیا ھےل کسی نے لالچ میں ناقابل تلافی غلطیاں کیں، کوئی خوف سے غیر دانستہ کرتے رھے. بھرحال کندھے غیر پنجابیوں کے تھے اور مزائیل میدان لاھور، تمام مظلوم اقوام پر برسائے جاتے رھے ھیں. یہ غلط بات ھے کہ مھاجر حضرات نے ممتاز علی بھٹو کی وجہ س ایم کیو ایم بنائی تھی. اصل میں ایم کیو ایم کے بانی جنرل ضیاءالحق پنجابی تھے. ایم کیو ایم حقیقی کے بانی جنرل آصف نواز تھے. سندھ کے پیر پگارو صاحب نے تسلیم کرلیا ھے کہ جنرل اسلم بیگ نے انھیں بیس لاکھ روپیہ بھجوایا تھا جو انھوں نے نذرانہ سمجھکر قبول کرلیا تھا، جب بھی حُر فورس کو استعمال کرتے ھیں ماشاءَ اللہ پنجابیوں کے مفاد میں، اور الزام بیچارے ڈاکٹر قادر مگسی، پلیجو، ممتاز بھٹو یا زرداری پر عائد کرتے ھیں. اگر ایسے رھبر ھوں تو کیا کیا جاسکتا ھے جو کالا باغ ڈیم کو سندھ کے مفاد سے تعبیر کر رھے ھیں اور اپنی قومی کونسل کے اجلاس میں اربوں کی ڈیمانڈ کر رھے ھیں. ادھر پنجاب کے اخبارات اور پاکستان ٹیلیویزن جو آج کل پنجاب ٹی وی کا کردار ادا کر رھا ھے کالا باغ ڈیم ھی سکرین پر نظر آرھا ھے، ھر بکا ھوا سیاستدان ٹھکرایا ھوا مھرہ چلا ھوا کارتوس ٹی وی سکرین پر طوطے کی طرح بُول رھا ھے.

یہ کون نہیں جانتا کہ پنجاب صرف 12 اضلاع پر مشتمل ھے جھلم سے آگے پوٹھوھار ھے ساھیوال سے میانوالی اور خوشاب سے رحیم یار خان تک سرائیکی عوام آباد ھیں. جسے خود پنجاب، جنوبی پنجاب کھنے پر مجبور ھے، کیونکہ سرائیکیوں کی اپنی سرزمین ھے اپنے وسائل ہیں اور صدیوں پرانی اپنی ثقافت ھے.

انٹرنیشنل لا کے مطابق بھی وہ ایک قوم ھے مگر وفاق پرست صرف ذاتی مفاد کو مد نظر رکھتے ہوئے، خاص طور پر ھمارے سندھی بھائی اسلئے ھمارے علیحدہ صوبہ کی حمایت سے گھبراتے ھیں کہ کھیں مہاجر حضرات علیحدہ صوبہ کا مطالبہ نہ کردیں. مگر میں ڈنکے کی چوٹ پر کھتا ھوں کہ یہ شوشہ بھی نئے اور پرانے سندھیوں کو لڑانے کا منصوبہ ھے ایم کیو ایم جب تک مہاجر قومی موومنٹ تھی وہ ولی اللہ تھے جب متحدہ قومی موومینٹ بنے وہ دھشت گرد ملک دشمن قرار پائے. ان کے ساتھیوں نے اپنے محسنوں کو نظر انداز کیا، جنھوں نے انھیں گلے لگایا، پناہ دی، وسائل دیئے. آگ لینے آئی اور باورچی خانے کی مالک بننے کے خواب دیکھنے لگی. یہ صرف پنجابی سامراج کی چال تھی کہ لڑاؤ اور حکومت کرو جو سنہ 92 میں آپریشن کلین اپ نے ثابت کیا اور جو آئندہ ھونے والا ھے ثابت کریگا کہ سندھی دشمن ھیں یا کوئی اور دشمن ھے، ویسے بھی ھم سب انسان ھیں مسلمان ھیں انسانیت کے ناطے بھی ھمیں کسی کا احسان نھیں بھولنا چاھیئے مسلمانیت کے ناطے فرمان رسول صہ ھے کہ وہ جب مکہ معظمہ سے ھجرت کرکے مدینہ منورہ گئے تو انھوں نے اپنے آپ کو مدنی کھلوایا. یہ احساس اب ھمارے نئے سندھی بھائیوں کو بھی ھونا چاھیئے کہ جس درخت کے سائے میں ھوں اسکی خیر مانگنی چاھیئے، نہ کہ غیر کے اشارے پر اپنوں کا خون بھاکر اپنے ھی شھروں کو رنگین کردیا جائے، یہ کھاں کی سیاست یا دانشمندی ھے آ.نے والا وقت ھر چھرے سے نقاب اٹھا دیگا.

اب تھوڑی روشنی موجودہ حکمران گھرانے پر ڈالنا چاھتا ھوں. ھندوستان کے ایک گاؤں (جاتی عمرا) سے ان کا تعلق ھے. شاید آپ نے زی ٹی وی پر ایک سکھ عمر رسیدہ عورت کا انٹرویو سنا ھو. جس میں اس نے ان کی ماضی کی تمام داستان سنادی تھی. خوشنود علی

خان کے جنوری 1997ع کے کالم ناقابل اشاعت میں انھوں نے میاں نواز شریف کے بارے میں لکھا تھا کہ انہوں نے جنرل جیلانی سابق گورنر پنجاب سے پچپن لاکھ میں پنجاب کی وزارت خزانہ خرید کی تھی. انھی کی سیڑھی سے جاگ پنجابی جاگ کا نعرہ لگایا. جھانگا مانگا میں ھارس ٹریڈنگ کی بنیاد ڈالی. وزیر اعلیٰ پنجاب بنے. صوبائی خودمختیاری کا مطالبہ کیا علیحدہ ٹی وی سٹیشن کا مطالبہ کیا جو آج تمام وعدہ پورے کر دیئے- احتساب کے نعرہ سے اب وزیراعظم پاکستان ہیں. پنجاب کے لکھاری اور قصیدہ خواں انہیں کوئی قائداعظم ثانی کوئی جلال الددین اکبر کوئی رنجیت سنگھ پتہ نہین کیسا ہیرو بنا رہے ہیں.

اب انھیں بم دہماکوں کا کریڈیٹ دیا جا رہا ہے. حالانکہ جاگ پنجابی جاگ نے بم دھماکے نہیں کرائے، یہ الہ دین کے چراغ کا کام نہ تھا. جو راتون رات ہو گیا، یہ لوگ بھٹو صاحب اور دیگر جن جن حضرات کو یہ کریڈیٹ جاتا ہے سمیٹ کر میاں نواز شریف کی جھولی میں ڈالنا چاہتے ہیں، جیسے لاہوریون کی عادت ہے. لاھور کا اصل مطلب بھی یہی ہے لا-ہور- ملطب اور لاؤ، جتنا دیتے جاؤ ہضم ہوتا جائیگا. اس وقت لاہور کے ساتھہ رائونڈ میں بھی بقول خوشنود علی خاں (جاتی عمرا) کا بورڈ عید کے موقعہ پر انہوں نے پڑھا ہے. فوج نے سیاست میں عدم مداخلت کا عندیہ دیا ہے. بقول سابق صدر فاروق لغاری کے موجودہ صدر تارڑ صاحب ججوں پر اور سابق جنرل افتخار علی خاں جو سکریٹری دفاع ہیں کور کمانڈروں پر کام کر چکے ہیں. جس ملک کی سب سے بڑی عدالت کا سربراہ چیف جسٹس تحفظ کی بھیک مانگے تو ظاہر ہے جس کی لاٹھی اسکی بھینس والا معاملہ ہوگیا ہے. آئین کی دجھیاں بکھیری جا چکی ہیں جج متوالے ہیں، فوج غیر جانبدار تو ظاھر ہے مظلوموں کو اپنی حفاظت خود کرنی ہوگی، اپنے حقوق چھیننے

ہونگے، مانگنے سے بھلا کبھی کچھ کسی کو ملا ہے؟ یہ احتجاج، مظاہرہ جلسے جلوس یہ اس متعصب مخصوص لابی نے آزمائے ہوئے ھیں، اب تو یہ اینٹ کا جواب پتھرے ھی سمجھ سکتے ھیں ورنہ پورے سندھ بلوچستان میں کوئی گورنری کے اھل نہ تھا.

اب میں اصل بات کالا باغ ڈیم کی طرف آتا ھوں آپ نے یقیناً پڑھا ہوگا کہ انگریز جس کوکڑی سے کڑی سزا دیتے تھے کالے پانی بھیج دیا کرتے تھے، یہ کالے انگریز بھی صرف اسلئے ناراض ھیں کہ قرارداد پاکستان سندہ اسیمبلی نے منظور کی تھی. سرحد و بلوچستان اور سرائیکی عوام نے تائید کی تھی. واحد پنجاب اسیمبلی تھی جس نے نہ صرف قرارداد پاکستان نامنظور کی بلکہ مسلم لیگ کی حکومت ھی نہ بنی تھی. اب جبکہ سندہ، سرحد، بلوچستان کی اسیمبلیوں نے کالاباغ ڈیم کی مخالفت کی قراردادیں منظور کی ھیں، پوٹھوہار اور سرائیکی عوامی اسیمبلیوں نے بھی اسکی تائید کردی ہے تو ظاھر ہے پنجاب کے بارہ اضلاع ھی تو پاکستان ھیں یا پورے ملک کو جاگ پنجابی جاگ کے نعرے لگانے والے پنجابستان بنانا چاھتے ھیں، پنجاب نے تو اپنے دریا 80 کروڑ میں فروخت کردیئے تھے. اب دوسروں کے حقوق پر ڈاکہ ڈالنا چاھتے ہیں. وہ سمندر کو زنجیروں میں جکڑنے کے خواب دیکھ رھے ھیں، کبھی فوج کی دھمکی دیتے ھیں، کبھی ملکی یکجھتی کی بات کرتے ھیں، ان کے قول و فعل میں تضاد ھے جو ان کی روایت کا حصہ ھے. سرائیکی غداروں کو کچھ چولستان میں اور کچھ رائٹ کینال میں تھوڑی بہت زمینیں الاٹ کی ھیں، اسلیئے مصطفیٰ کھر جیسے ضمیر فروش لوگ تائید کررہے ہیں. حالانکہ حقیقت یہ ھے کہ میانوالی، بکھر، خوشباب، لیہ کے اضلاع کی زمینیں اور چولستان اور چشمہ رائٹ کینال کی زمینیں فوجیوں اور مخصوص افراد کو الاٹ کردی گئی ھیں جن کو آباد کرنے کیلئے یہ سہانے خواب دیکھ رھے ھیں.

سرائیکی قومی موومنٹ کے علاوہ سرائیکی نیشنل الائنس میں شامل تمام تنظیموں اور جماعتوں نے ہر فورم پر کالاباغ ڈیم کی اسلئے مخالفت کی ھے کہ وہ پنھانوں، سندھیوں اور بلوچوں کو تباہ و برباد کرنے کی سازش میں شریک نہیں ھونا چاھتے. کیونکہ مظلوم اقوام اگر اپنے ذاتی معمولی مفاد کو مد نظر رکھتے ھوئے دوسرے مظلوموں پر ظلم کی اجازت دے دیں تو یہ ظالم عادی مجرم پھر بھیانک اقدام اٹھانے سے گریز نہ کریں گے. اگر کالاباغ ڈیم بنانے کی کوشش کی گئی تو میں چار کروڑ سرائیکیوں کی طرف سے یقین دلاتا ھوں کہ ھم سرائیکی صوبہ نہیں آزاد سرائیکستان کا نہ صرف نعرہ لگائیں گے بلکہ بناکر دکھا دیں گے. اگر جنرل یا انجنیئرز بچا سکتے تو روس کو بچالیتے. مشرقی پاکستان کو تو بنگلادیش انھوں نے بنوادیا تھا اور اب جنوبی پنجاب کو آزاد سرائیکستان بنوانا چاھتے ھیں. یہ کالا باغ ڈیم نہیں بلکہ کئی دیش آباد کرنے والا ڈیم ھوگا. پنجابیوں کی بالادستی سے آزادی ملے گی.

ایک نئے پاکستان کی تعمیر نو ھوگی، پنجاب پھر متحدہ پنجاب ھوگا. مگر اسکے لئے ھم سب کو ذاتی اختلافات اور جھوٹی انا چھوڑنا ھوگی مصلحت کی بجائے حقیقت پسندی پر اکتفا کرنا ھوگا آج جو پنجاب کے دانش ور کالم نویس قوم پرستوں کو ملک دشمن کے اعزازات سے نواز رھے ھیں، کیا وہ یہ بتاسکتے ھیں کونسا قوم پرست برسر اقتدار آیا تھا جس نے ملک کو لوٹا اور گروی رکھ دیا ھے ؟ اسوقت ملک کا اسی فیصد سرمایہ خود حکمران اور ان کی جعلی اسیمبلیوں میں ممبران اسیمبلیون کے پاس موجود ھے، اور الزامات دوسرون پر لگائے جا رھے ھیں، اگر سندھی سرائیکی بلوچ پٹھان مظلوم جو اٹھانوے فیصد ھیں متحد ھوجائیں تو یہ کالاباغ ڈیم تو کیا ساھیوال سے ادھر کا رخ بھی نہیں کرسکتے.

# سنڌ جا شاندار ٻئراج

سنڌ جي ناامياري اديب ،شاعر ۽ محقق مرحوم حبيب الله
مولابخش ڀٽو هي مضمون 1975ع ۾ لکيو هيو. جيڪو ان
وقت روزاني "هلال پاڪستان" جي خاص شماري ۾ شايع ٿيو
هيو. سنڌ ۾ ٻئراجن جي اهميت ۽ پاڻيءَ جي ورهاست بابت
هن مضمون جي افاديت کي محسوس ڪندي اسان هي مضمون
هن ڪتاب ۾ ان لاءِ شايع ڪري رهيا آهيون، جيئن پڙهندڙ
مضمون ۾ ڏنل اهم معلومات مان لاڀ حاصل ڪري سگهن.

ادارو

WESTERN RIVERS
EASTERN RIVERS
KABUL RIVER
INDUS RIVER
MANGLA RESERVOIR 5.90 MAF
RASUL BARRAGE
JHELUM RIVER
MARALA BARRAGE
QADIRABAD BARRAGE
CHENAB RIVER
MADHOPUR BARRAGE
BEAS RESERVOIR 6.60 MAF
BHAKRA RESERVOIR 7.25 MAF
RUPAR BARRAGE
BEAS RIVER
FEROZEPUR BARRAGE
JINNAH BARRAGE
CHASHMA RESERVOIR 0.50 MAF
BALLOKI BARRAGE
RIVER RAVI
TRIMMU BARRAGE
SIDHNAI BARRAGE
SULEMANKI BARRAGE
ISLAM BARRAGE
TAUNSA BARRAGE
PANJNAD BARRAGE
GUDDU BARRAGE
SUKKUR BARRAGE
GHULAM MUHAMMAD BARRAGE
ARABIAN SEA

SCHEMATIC DIAGRAM
INDUS BASIN IRRIGATION SYSTEM

پاڪستان ۾ پاڻيءَ جي ورهاست جو چارٽ

حبيب الله مولا بخش پنهور.

# سنڌ جا شاندار ٻراج

اسان جي سڀاجهڙي سنڌڙيءَ کي سرسبز ۽ شاداب رکڻ ۽ ان کي خوشحال ۽ آسودي بنائڻ جو سهرو، "سنڌوندي" جي سر آهي، جيڪا واديءَ ڪشمير پرسان، هماليه جبلن مان نڪري، اسان جي صوبي جي بلڪل وچ مان اٽڪل ۴ سئو ميل وهي، ڏکڻ ۾، ڪيٽي بندر وٽ وڃي سمنڊ ۾ پوي ٿي. اوائلي زماني ۾ هن درياءَ جو پاڻي اجائي ۽ بيڪار نموني وهي وڃي سمنڊ ۾ داخل ٿيندو هو. عربن جي سنڌ فتح ڪرڻ ۽ ميرن جي صاحبي پوري ٿيڻ، يعني سن ۷۱۲ع کان سن ۱۹۳۱ع تائين، هن عظيم درياءَ جي اٿاهه پاڻيءَ جي معقول تقسيم يا ورهاست جو ڪو انتظام ٿيل ڪونه هو ۽ ان عرصي دوران سنڌ جون زرخيز ۽ سونو رنيون زمينون، ڪن قدرتي، نون ۽ هٿرادو ڪوتايل واهن جي وسيلي آباد ڪيون وينديون هيون. پوک جو دارومدار گويا مينهن پوڻ ۽ درياءَ ۾ چاڙهه اچڻ تي هوندوهو. خاص طور تي جڏهن سانوڻي ۽ آبڪلاڻيءَ جي موسم ۾ اسان جو درياءُ سخت مؤج ۽ مستيءَ ۾ ايندو ۽ ڪيهر وانگر ڪوڪندو ۽ گينور وانگر گجگوڙون ڪندو، اسان جي علائقي مان لنگهندو هو، تڏهن اهي چند خانگي ۽ پنهنجي سر تيار ڪرايل واهه وهي نڪرندا ۽ ٿورين ۽ مختصر زمينن کي سائو ڪندا رهندا هئا. ان زماني ۾ هن درياءَ جو پاڻي، اسان جي ماڻهن کي فقط "خريف" جي پوک لاءِ ڪم ايندو هو.

ميرن جي حڪومت ڪانپوءِ سنڌ ۾ انگريزن جو راڄ قائم ٿيو ۽ سال ۱۸۵۲ع ۾، پهريون دفعو انهن هن درياءَ جي پاڻي جي باقاعدي ورڇ ۽ منظم آبپاشيءَ ڏانهن ڌيان ڏنو ۽ انهن جي هڪ قابل ۽ هوشيار انجنيئر "ڪرنل فائيف" هن درياءَ جي پاڻيءَ جي ورهاست سان تعلق رکندڙ ڪي مستقل ۽ ديرپا رٿون مرتب ڪيون ۽ اختياريءَ وارن کي

ٻڌايو تہ هن شاندار درياءَ جي پاڻي کي پوريءَ طرح ۽ ڪنهن مڪمل رٿا جي صورت ۾ ڪم آڻڻ لاءِ هڪ دائمي نظام قائم ڪيو وڃي. ان صاحب جي هن مدبرانہ ۽ دانشمندانہ مشوره ڪانپوءِ ئي سن ١٩٢٠-٢١ع ۾ هن درياءَ تي بندن (بئراجن) جي تعمير ڪرڻ جو پروگرام بنايو ويو. جنهن موجب سن ١٩٢٢ع ۾ بمبئي جي رائل انجنيئرس "سر والٽر اسڪاٽ" جي پاران پهريائين "سکر بئراج" جي ٺاهڻ جي رٿ پيش ڪئي وئي، جنهن کي بمبئي سرڪار، سال ١٩٢٣ع ۾ پاس ڪري، سن ١٩٢٦ع جي آخر ۾، مجوزه بئراج جي تعمير جو ڪم شروع ڪيو ۽ ان لاءِ نامور انگريز انجنيئر ۽ آبپاشيءَ جي ماهر "سر آرنوڊ مسٽو" جون خدمتون حاصل ڪيون ويون، جيڪو ان وقت عراق ۾ ڪنهن اهم سرڪاري مهم سان مشغول هو.

آخر ڇهن ورهين جي طويل عرصي ۾، اٽڪل ٦٠ هزار مزدورن ۽ ڪارگرن جي ڏينهن رات جي محنت ۽ مشقت ڪانپوءِ، هيءَ بئراج جڙي راس ٿيو ۽ ان جو افتتاح ٦-فيبروري ١٩٣٣ع تي ان وقت جي برطانوي وزيراعظم "سر لائڊ جارج" ڪيو، جنهن ڪانپوءِ ان جي نالي جي نسبت سان هي بئراج سرڪاري طرح "لائڊ بئراج" (Llyod Barrage) جي نالي سان سڏجڻ ۾ آيو.

هيءَ بئراج سکر شهر جي اولهہ ۾، بچل شاهہ جي مياڻيءَ جي پرسان بيٺل آهي. هن جي تعمير لاءِ، سنڌ جي طرفان، بمبئي سرڪار، هندستان جي مرڪزي سرڪار کان، ٢٣ ڪروڙ روپيہ قرض ورتا هئا، جيڪي پوءِ ان کي ٥٠ سالن جي پيٽ ۾ موٽائي ڏيڻا هئا، پر هن بئراج مان جلد ڪافي اپت ٿيڻ سبب، اهو قرض ١٥ ورهين جي قليل عرصي ۾ ادا ڪيو ويو!

هن بئراج جي پل جي ڊيگهہ ٤٩٢٥ فوٽ (اٽڪل هڪ ميل) آهي ۽ ان تي ٦٠ فوٽ ويڪرا، ڪل ٦٦ دروازا بيٺل آهن، جن مان ٻہ، پهريون ۽ پويون دروازا، رستي جو ڪم ڏيندا آهن ۽ باقي ٦٤ دروازا درياءَ جي پاڻيءَ ۾ بيٺل اٿس جن مان ڏهن دروازن کي مٽيءَ سان،

هميشه لاءِ بند ڪيو ويو آهي. جنهن سبب ان هنڌ هينئر هڪ چڱو خاصو ٻيٽ ٺهي ويو آهي. جنهن تي پاڇيون وغيره پوکيون وڃن ٿيون. اهو ٻيٽ پاڻي کي روڪي، ساڄي ڪپ وارن واهن کي پاڻي مهيا ڪري ٿو. هيءُ پل سڄي سفيد ۽ مضبوط پٿر جي ٺهيل آهي ۽ سنڌ جي معيشت ۾ ”ڪرنگهي“ جي حيثيت رکي ٿي. هن پل جي ذريعي درياهه جي پاڻيءَ کي روڪي ان کي هڪ مضبوط، مربوط ۽ منظم طريقي سان نون ڪوٽيل واهن ۾ موڪليو وڃي ٿو. ڪجهه وقت اڳ هن پل جي ونگن ۾، پاڻيءَ جي تيز وهڪري سبب، ڪافي ڏار پئجي ويا هئا. جنهن سبب حڪومت سان گڏ، سنڌ جي عوام جي دلين ۾ پڻ هن بئراج جي باري ۾، سوين خدشا جنم وٺي چڪا هئا، پر پوءِ بالا اختياري وارن جي ترت تحرڪ وٺڻ ۽ انهن جي مرمت لاءِ سادا ۴۱ لک روپيه منظور ڪرڻ ڪانپوءِ، اهي رفع دفع ٿي ويا. هن سلسلي ۾، گذريل ۳ مارچ ۱۹۷۵ع تي، صوبائي وزير آبپاشي جناب در محمد اوستي، سکر ۾ ٻڌايو هو ته، ”سکر بئراج جي ٦٦ دروازن جي مرمت جو ڪم جاري آهي ۽ اهو جون ۱۹۷٦ع تائين مڪمل طور پورو ڪرڻ ۾ ايندو. هن وقت تائين ان پل جي ۵٦ دروازي تائين، ۳۴ لک ۵۱ هزار روپين جي خرچ سان، رستي جي مرمت پڻ ٿي چڪي آهي ۽ باقي مرمت جو ڪم به زور شور سان ٿيندو رهي ٿو.“

اسانجي صوبي جي اندر جيڪا زمين آباديءَ هيٺ آيل آهي، تنهن جو گهڻو ڀاڱو، هن بئراج جو مرهون منت آهي ۽ ان جو تخمينو تقريباً ۷۸ لک ايڪڙ لڳايو وڃي ٿو. هن گڏ ڏنل نقشي مان اسان کي ڏسڻ ۾ ايندو، ته سنڌ جا اڪثر سيئي ضلعا ۽ بلوچستان جو ٿورو حصو، هن بئراج سان سيراب ۽ شاداب ٿيندو رهي ٿو. جيڪو انگلينڊ جي ڪل ايراضيءَ جي ٽين ڀاڱي جيترو آهي. هن تي ٿيندڙ مکيه فصل ڪڻڪ، ساريون، ڪپهه ۽ ڪمند آهن. هن بئراج جي وجود ۾ اچڻ ڪانپوءِ، اسان جي پوکي راهيءَ تي ٿيندڙ خرچ تي ڪهڙو خوشگوار اثر پيو، تنهنجو اندازو اسان هن حقيقت مان بخوبي لڳائي سگهون ٿا، ته جتي اڳ اسان جو في ايڪڙ جي پنيان سوا سئو (125/-) روپيه خرچ ايندو هو، اتي اهو گهٽجي وڃي فقط ۳۵ روپين تي بيٺو!

هن بئراج مان ڪل ۷ واهه نڪرن ٿا، جن مان ۳ هن جي ساڄي ڪناري ۽ ۴ کاٻي ڪپ تي بيٺل آهن. هن جي ساڄي ڪناري وارا واهه جن ۾، ۱. اتر-الهندو واهه (ڪيرٿر ڪئنال)، ۲-رائيس ڪئنال(چانورن وارو واهه) ۽ ۳. دادو ڪئنال. هن جي کاٻي ڪناري کان وري هي واهه وهن ٿا: ۱. ايرندو نارو، ۲. روهڙي ڪئنال، ۳. خيرپور اوڀر پر تي ڪندڙ ڪئنال ۽ ۴ خيرپور اولهه پر تي ڪندڙ واهه. هنن سڀني واهن جي ڊيگهه تقريبن ۱۱ سئو ميل آهي. انفرادي طور انهن واهن جي ڊيگهه ۽ ويڪر هن طرح آهي:

| نالو واهه جو | ڊيگهه (ميلن ۾) | ويڪر (فوٽن ۾) |
|---|---|---|
| 1). اتر اولهه ڪئنال | 36 | 165 |
| 2). رائيس ڪئنال | 81.5 | 245 |
| 3). دادو ڪئنال | 131.5 | 92.5 |
| 4). ايرندو نارو | 226 | 346 |
| 5). خيرپور ايرندو. | 13 | 82 |
| 6). روهڙي ڪئنال | 208 | 243 |
| 7). خيرپور الهندو. | 41.5 | 79 |

هنن واهن مان ڊگهي ۾ ڊگهو ۽ ويڪري ۾ ويڪرو "نارا ڪئنال" آهي. هن واهه جي ڊيگهه ۽ ويڪر، جڳ مشهور "سئيز ڪئنال" کان به وڌيڪ چئي وڃي ٿي! نيڪ روشن هجي، ته سئيز واهه جي ويڪر ۲-سئو فوٽ ۽ ڊيگهه هڪ سئو ميل آهي ۽ ان لحاظ کان هي دنيا جو وڏي ۾ وڏو واهه آهي.

هنن واهن جي اثر هيٺ ڪيتري زمين آيل آهي ۽ ان مان حقيقي طور ڪيتري آبادي ٿيندي رهي ٿي، تنهنجي صحيح ڄاڻ اسان هيٺين انگن اکرن مان حاصل ڪري سگهون ٿا.

(نوٽ: هي انگ اکر سال ٦٧-١٩٦٦ع جا آهن.)

| نالو واهہ جو | اثر هيٺ آيل ايراضي | سچ پچ آباد ٿيندڙ رقبو |
|---|---|---|
| 1). اتر اولهہ ڪئنال | 1027085 ايڪڙ | 773656 ڪيوسڪس |
| 2). رائيس ڪئنال | 547480 = | 693670 = |
| 3). دادو ڪئنال | 597464 = | 427820 = |
| 4). ايرنڊو نارو | 2176494 = | 1385986 = |
| 5). خيرپور ايرندو. | 531110 = | 363605 = |
| 6). روهڙي ڪئنال | 2956518 = | 2116960 = |
| 7). خيرپور الهندو. | 409121 = | 271815 = |

هن انگن اکرن مطابق سنڌ جي ڪل پکيڙ جو ۴۲-سيڪڙو ايراضي، آباديءَ جي لائق آهي، جنهن مان صحيح طور تي ۲۴-سيڪڙو زمين آباد ٿئي ٿي. ۸-سيڪڙو تي ٻيلا وغيره بيٺل آهن ۽ باقي ۶۸سيڪڙو زمين غيرآباد پيل آهي. آباد زمين جي تناسب جي خيال سان پڻ نارا ڪئنال، سيني واهن کان گوءِ کٽي وبل ٿو ڏسجي. هن واهن مان ڪيترو پاڻي ڊسچارج ٿيندو رهي ٿو، تنهنجي وچور هن ريت آهي.

| نالو واهہ جو | ڊسچارج ٿيندڙ پاڻي. |
|---|---|
| 1). اتر اولهہ ڪئنال | 5152 - ڪيوسڪس |
| 2). رائيس ڪئنال | 10658 - = |
| 3). دادو ڪئنال | 3150 - = |
| 4). ايرندو نارو | 13649 - = |
| 5). خيرپور ايرندو. | 2094 - = |
| 6). روهڙي ڪئنال | 10887 - = |
| 7). خيرپور الهندو. | 1940 - = |

هن تفصيل موجب پڻ گهٽي ۾ گهٽو پاڻي "نارا ڪئنال" کي ملندو رهي ٿو. هن واهن مان اڳتي هلي، بي شمار شاخون، پيچون، واهوندا ۽ واهڙ وغيره نڪرن ٿا، جن جي ڊيگهہ پڻ هزارين ميلن ۾ آهي. انهن واهن ۽ شاخن وغيره تي بيٺل پليون ۽ ريگيوليٽرس جو تعداد پڻ سون جي پيٽي ۾ آهي.

هڪ محتاط اندازي موجب هن بئراج جي سيني واهن مان اونهاري ۾ پاڻي جو جملي وهڪرو ساڍا ۴۷ هزار ڪيوسڪس ۽ سياري ۾ ۲۵ هزار ڪيوسڪس هوندو آهي. شروعات ۾ هن بئراج مان، هڪ ايڪڙ جي پنيان، پاڻيءَ جو ڊسچارج ۲ء۸ ڪيوسڪس رکڻ ۾ آيو هو، جيڪو آبپاشيءَ جي لحاظ کان تمام ٿورو هو، جنهن ڪري ان وقت سنڌ مان "بمبئي ڪائونسل" تي چونڊجي ويل نمائندن، ان تي ڪافي اعتراض اٿاريا هئا. هن باري ۾ انهن جو موقف هي هو، تہ هيترو ٿورو پاڻي، اڳتي هلي، سنڌ جي زمينن لاءِ، پورو پئجي ڪونہ سگهندو. انهن اعتراض اٿاريندڙ حضرات مان، اسان جي ملڪ جي لائق فائق ۽ هر دلعزيز وزيراعظم "قائد عوام جناب ذوالفقار علي ڀٽو" جو والد بزرگوار "سر شاهنواز خان ڀٽو مرحوم" پيش پيش هو.

سر موصوف، هن باري ۾، ۱۲-مارچ ۱۹۲۳ع تي، بمبئي ڪائونسل ۾ تقرير ڪندي، فرمايوهو تہ،

"سکر بئراج لاءِ رٿيل واهن جو معيار، گهٽو گهٽ رکيو ويو آهي. ان جو مستقبل ۾، قدرتي طرح، اهو نتيجو نڪرندو، جو تجويز ڪيل واهن ۾، ڪنهن معقول صلاحيت موجود نہ هئڻ سبب سنڌ جي ماڻهن کي پاڻيءَ جي ڪمي ۽ ڪوتاهيءَ جو شڪار ٿيڻو پوندو ۽ هن بئراج جا واهہ پڻ اجايا ۽ بيڪار ڏسڻ ۾ ايندا."

هن سلسلي ۾ سنڌ جي ٻين بزرگن ۽ خود بمبئي علائقي جي بعض غير مسلم ميمبرن، سر صاحب جي هن صحيح ۽ جائز اعتراض جي، ڀرپور حمايت ڪئي هئي ۽ ان نقطہ نگاهہ کان، ان وقت بمبئي سرڪار طرفان، هن بئراج جي ڪارڪردگي، پاڻيءَ جي ورهاست ۽ اخراج جي تز ۽ صحيح اندازو لڳائڻ لاءِ ڪي "جاچ ڪاميٽيون" وجود ۾ آنديون ويون هيون، پر پوءِ جلد، يعني سال ۱۹۳۶ع ۾ سنڌ جي بمبئي علائقي کان ڇڄي ڌار ٿيڻ ۽ هڪ علحدي صوبي جي صورت اختيار ڪرڻ بعد اهو سوال اڌ ۾ رهجي ويو ۽ اهو ئي هڪ مکيہ سبب آهي، جو اسان جي صوبي ۾ سدائين پاڻيءَ جي کوٽ ۽ قلت جون دانهون ۽ پڪارون ڪرڻ ۾ اچن ٿيون.

هن متعلق وري ڪن ڄاڻن جو چوڻ آهي، ته پاڻيءَ جي هيءَ کاٽ، سنڌ کان ٻاهر، درياءَ تي ٻي انداز بندن(ڊيمس) جي ٺهڻ ۽ خود اسان جي بئراج جي واهن ۽ شاخن ۾ بي حساب رڌ ۽ لَٽ (Slit) جي گڏ ٿيڻ ۽ انهن جي تري ۾ آئرجي سدائين جي لاءِ جاءِ وٺڻ ۽ ان جي ڪڍڻ لاءِ، ڪنهن معقول انتظام نه هئڻ سبب ٿي آهي. هن باري ۾ وري ڪن ماهرن جو خيال آهي، ته اوائل ۾ زمين جي درجه بندي ڪرڻ وقت، هن بئراج تي بيٺل جن زمينن کي "سي" ۽ "ڊي" ڪلاسن جو درجو ڏيئي، ڪاشت ڪرڻ جي لحاظ سان "بندشي، زمين" قرار ڏيڻ ۾ آيوهو. سال ١٩٤٧ع جي آزادي ملڻ کانپوءِ انهن تي نگراني نه ڪرڻ ۽ انهن جي آباديءَ هيٺ اچڻ سبب به اسان وٽ پاڻيءَ جي کوٽ رهي ٿي. بهر حال اسان جي هن شاندار ۽ بي نظير بئراج مان اسان جي علائقي جي اپٽائيتن ۽ سون اپائيندڙ اراضين کي سارو سال(يعني ربيع ۽ خريف جي فصلن کي) پاڻي ملندو رهي ٿو ۽ ان لحاظ سان مقامي ماڻهو هنجي واهن کي "سدا واه" سڏيندا آهن.

اسان جي صوبي جو ٻيو مشهور بئراج "ڪوٽڙي بئراج" آهي، جيڪو حيدرآباد جي اتر طرف اٽڪل ٦-٧ ميلن جي مفاصلي ۽ ڪوٽڙي شهر کان اتر پاسي، ٿورن ميلن جي پنڌ تي واقع آهي.

هن بئراج جي ٺاهڻ جو خيال انگريزن جي وقت ۾ ئي سن ١٩٤٠ع ۾ ڪيو ويو هو، پر پوءِ ٻي مهاياري لڙائي ۽ ٻين ڪن اڻ ٽر سببن جي ڪري ان کي في الحال مهمل ڪرڻ ۾ آيو هو. هن بئراج جي وجود ۾ آڻڻ جو مکيه مقصد هي هو ته اپر سنڌ وانگر لوئر سنڌ ۾ پڻ خاص طور تي آبڪلاڻيءَ جي موسم ۾، درياءَ جي وافر پاڻيءَ کي روڪي، پنهنجي مرضيءَ مطابق ان کي استعمال هيٺ آڻي سگهجي.

آخر هن بئراج جي پيڙهه جو پٿر پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کانپوءِ ١٢-فيبروري ١٩٥٠ع تي رکيو ويو هو ۽ اٽڪل ساڍن ٥ ورهين کانپوءِ ٥ جون ١٩٥٥ تي هن جي ڪاهي ڪپ وارن واهن وهڻ شروع ڪيو.

هن بئراج جي تعمير تي، شروعات ۾، خرچ جو تخمينو اٽڪل ٢١-ڪروڙ لڳايو ويو هو، جو پوءِ وڌي وڃي ۴۵ ڪروڙ ١٦ لک روپين تائين پهتو. وقت بوقت هن جي ڪن ٻين رٿائن تي پڻي ڪم ٿيندو رهيو آهي. جنهن ڪري سال ٦٩-١٩٦٨ع تائين هن بئراج تي ۵٢ ڪروڙ کان به وڌيڪ خرچ ٿيو آهي. هن تي اوائل ۾ پاڪستان جي گورنر جنرل غلام محمد جي نالي پٺيان "غلام محمد بئراج" نالو تجويز ڪيو ويو هو، پر پوءِ هن جي طرفان زوريءَ "ون يونٽ" ٺاهڻ ۽ ١٩۵٧ع واري آئين کي رد ڪرڻ ۽ ٻين ڪن هتڪ آميز حرڪتن ۽ ڪارنامن ڪرڻ سبب، هن کي هاڻي عام طور تي "ڪوٽڙي بئراج" جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو.

هن مان ڪل چار واهه وهن ٿا، جن مان هڪ، هن جي ساڄي ڪپ تي "ڪلري بگهاڙ واهه" جي نالي سان آهي، جنهن تي سنڌ جي مشهور . "ڪلري-ڍنڍ" جي نسبت سان اهو نالو رکيو ويو آهي. هنجي کابي ڪناري تي وري پڃاري ۽ ڦليلي واهه ۽ لائينڊ چئنل بيٺل آهن. هنن واهن جي ترتيب وار ڊيگهه ٨٢ سادا ۵٨، ۵٦ ۽ ٧٠ ميل آهي. هن بئراج جي پل جي ڊيگهه ٢٩٨۴ فوٽ آهي ۽ هن تي ٦٠ فوٽن جي ڊيگهه جا ڪل ۴۴ دروازا بيٺل آهن. هن بئراج تي جهازن وغيره جي لنگهڻ لاءِ هڪ ٢٧٠ فوٽ ڊگهو ۽ ٦٠ فوٽ ويڪرو رستو Lock Channel پڻ ٺهيل آهي.

اونهاري جي موسم ۾ هنجي واهن مان، مجموعي طرح 41520ع ڪيوسڪس پاڻي خارج ٿيندو رهي ٿو ۽ انفرادي طور تي ڪلري بگهاڙ واهه ٩- هزار، پڃاري واهه ١۴٣۵٠، ڦليلي واهه ١٣٨٠٠ ۽ لائينڊ چئنل ۴١ هزار ڪيوسڪس پاڻي نيڪال ڪندو رهي ٿو. دادو ضلعي جي ڪوٽڙي تعلقي جو ڪجهه حصو، حيدرآباد ضلعي جو ٽنڊو محمد خان ۽ حيدرآباد تعلقه، بدين ضلع جا بدين، ماتلي ۽ ٽنڊو باگو تعلقه، ۽ ٺٽي ضلع جا جاتي ، شاهه بندر، گهوڙا ٻاري ميرپور ساڪرو، ميرپور بٺورو ۽ سجاول جا تعلقا، هن بئراج مان پاڻي پيئندا رهن ٿا. هن بئراج جي وجود ۾ اچڻ ڪانپوءِ، لوئر سنڌ جي اٽڪل ٢٨-لک ايڪڙ آباد ٿندڙ زرعي زمين کي فائدو رسيو آهي، جنهن

مان سانڍا ١٦ لک ايڪڙ سرڪاري ۽ سانڍا ١١ لک ايڪڙ خانگي آهي. هن بئراج مان ڪراچي ۽ ڪلري ڍنڍ کي بہ پاڻي ملندو رهي ٿو. هن بئراج تي اڪثر ڪپهہ، سارين ۽ ڪمند جي پوک ٿيندي رهي ٿي ۽ هن تي پيدا ٿيندڙ ڪمند فوجي شگرمل ٽنڊو محمد خان باواني شگرمل تلهار ۽ مهراڻ شگرمل ٽنڊوالهيار کي ملندو رهي ٿو. سال ٦٧-١٩٦٦ع ۾، اها ڪمند جي پوک خريف ۾ ٧٩١١٧ ۽ ربيع ۾ ٧٦٥٧٨ ايڪڙن تي ڪرڻ ۾ آئي هئي ۽ ان سال، مٿي ڄاڻايل ڪنڊ جي ٢ ڪارخانن کي، هڪ ڪروڙ ٥٤ لک مڻ ڪمند مليو هو. هن بئراج تي ٿيندڙ فصلن تي، في ايڪڙ جي پنيان سراسري ٦٦ روپيہ خرچ اچي ٿو. هن بئراج جي واهن مان پڻ ڪيترين شاخون، پيچون، ڪڙيا ۽ نالا نڪرن ٿا، جن جي ڪل ڊيگهہ اڍائي هزار ميلن کان بہ وڌيڪ آهي. هن جي سيني واهن تي ٣٧٠ ريگيوليٽر، ٨ هزار واٽر ڪورس، ٣٩٥ پليون ٢٧ سائفن ۽ ٢ مچين جا تلاءَ آهن. هن بئراج کي مزيد ڪارائتي بنائڻ لاءِ سنڌ سرڪار هن تي ٧٥ ڪروڙ رپين جي خرچ سان هڪ بي رٿ پڻ تيار ڪئي آهي.

هن بئراج تي بيئنل واهہ. هن بئراج جي وجود ۾ اچڻ کان اڳ بہ موجود هئا، پر ان وقت انهن واهن ۾، آبڪلاٽيءَ جي مند ۾، بنا ڪنهن ترتيب ۽ حساب جي پاڻي ڇڏيو ويندو هو يا جڏهن درياءَ ۾ پاڻي چڙهندو هو، تڏهن اهي واهہ وهي هلندا هئا. پر هاڻي انهن واهن ۾ گهرج آهر ۽ پوري مقدار موجب پاڻي ڇڏيو وڃي ٿو ۽ اهي واهہ هڪ موسم يعني خريف جي فصل وقت پاڻي پهچائين ٿا. آبپاشيءَ جي ڪن ماهرن جو چوڻ آهي، تہ ڦوهہ سانوڻ جي مند ۾، جڏهن اسان جو سنڌو درياءُ زبردت چاڙهہ ۾ اچي، مڪني هاٿيءَ وانگر جهولڻ ۽ ڪپرن ۾ ڪن ۽ پاسا هڻڻ شروع ڪري ٿو، تڏهن هن بئراج جي واهن کي ضرورت آهر پاڻي دستياب ٿيڻ ڪانپوءِ، باقي لکين ڪيوسڪس وافر پاڻي، اڳتي ڪنهن بند يا بئراج نہ هئڻ سبب، اجايو ۽ بيڪار نموني وهي وڃي سمنڊ ۾ داخل ٿئي ٿو.

هن سلسلي ۾ انهن جو خيال آهي، تہ هن بئراج وٽان جيڪڏهن

"ماتلي برانچ" کي لائينڊ چئنل سان گڏي، ان کي ڦليلي واهہ مان پاڻي ڏيڻ بجاءِ، علحده طور هن بئراج جي منهن وٽان براهہ راست پاڻي ڏنو ويندو، تہ ائين ڪرڻ سان "نصيرآباد ڊويزن" جي پڇڙين ڪان علاوه، هالا ڊويزن ۽ نارا ڪئنال جي پڇڙيءَ وارين زمينن کي پڻ پاڻي پهچائي سگهبو ۽ ان نموني، ان بئراج وٽان بي فائدي وهي ويندڙ پاڻيءَ کي استعمال هڪ طرف ڪري سگهبو تہ انهن ايراضين تي بيٺل ڪيتري غيرآباد زمين آباد، ٻئي طرف ٿي سگهندي ۽ ڦليلي واهہ تان موجود غير معمولي دٻاءُ ٽئين طرف گهٽجي ويندو.

اسان جي پياري ۽ منڍڙي سنڌ جي ٽئين بئراج گڊوبئراج آهي، جيڪو سنڌ جي بلڪل اترئين ڇيڙي تي، سنڌ، پنجاب، سرحد وٽ موجود آهي. هن جي ساڄي پاسي جيڪب آباد ضلعو ۽ کاٻي طرف سکر ضلعو بيٺل آهي ۽ ان جاءِ تي گويا هن بئراج جي پل، اپر سنڌ جي هنن ٻن ناميارن ضلعن کي پاڻ ۾ ڳنڍي ۽ ملائي ٿي. هن تي "گدو ڍنڍ" جي نسبت سان اهو نالو رکيو ويو آهي، جيڪا هن جي کاٻي ڪناري تي، سکر ضلعي جي اٻاوڙي تعلقي ۾ موجود آهي.

هن بئراج جو منصوبو پڻ سال ١٩٤٠ع ۾، ڪوٽڙي بئراج سان گڏ، ناهڻ ۾ آيوهو، پر ٻيءِ ٻي جنگ عظيم جي پڪڙجي وڃڻ ۽ زرمبادلہ (فارين ايڪسچينج) جي ڪميءَ هئڻ سبب، ان رٿا کي فقط قرطاس تائين محدود رکڻ ۾ آيو هو. ان وقت هن بئراج جي تعمير تي خرچ جو اندازو ١٧ ڪروڙ ٦٥ لک رپيا لڳايو ويو هو جو پوءِ ٤٧ ڪروڙن کان بہ مٿي ٿي ويو.

هن بئراج جي ناهڻ جي شروعات جنوري ١٩٥٨ کان ڪئي ويئي هئي ۽ هن جو افتتاح ١-مارچ ١٩٦٣ع تي، سابق صدر ايوب خان ڪيو هو. هن بئراج تي ڪل ٣ واهہ بيٺل آهن، جن مان ٻہ واهہ: ڊيزرٽ-پٽ فيڊر ۽ بيگاري- سنڌ فيڊر، هن جي ساڄي ڪناري تي ۽ گهوٽڪي-فيڊر هن جي کاٻي ڪناري تي بيٺل آهن. هنن واهن جي ذريعي، هن جي ساڄي پاسي بلوچستان جي نصيرآباد سب ڊويزن جو ڪجهہ ڀاڱو، جيڪب آباد ضلعي جا: جيڪب آباد، ڪشمور،

ڪنڊڪوٽ ۽ ٺل جا پورا تعلقا ۽ ڳڙهي خيري تعلقي جو ٿورو حصو، لاڙڪاڻي ضلعي جي شهدادڪوٽ تعلقي جو ڪجهه ڀاڱو ۽ سکر ضلعي مان شڪارپور جو سمورو تعلقو ۽ سکر ۽ ڳڙهي ياسين تعلقن جا ڪجهه حصا ۽ هن جي کاٻي ڪناري تي سکر ضلعي جا اٻاوڙو، ميرپور ماٿيلو، پنو عاقل جا پورا تعلقا ۽ روهڙي تعلِقي جو ڪجهه ڀاڱو، آبادي؛ هيٺ اچن ٿا.

شروع ۾ هيءَ رٿا ٢٣ لک ايڪڙ زمين کي آبپاشيءَ جي سهولتن پهچائڻ لاءِ، عمل ۾ آندي ويئي هئي، جيڪا بعد ۾، سبي ۽ بلوچستان جي ڪن پنهن ايراضين کي پڻ هن پروجيڪٽ هيٺ آڻن سبب وڌي وڃي ٢٨ لک ٧٠ هزار ايڪڙن تائين پهتي آهي. هن بئراج جي تعمير جو ڪم پنهنجي ملڪ جي پاڻي ۽ بجليءَ جي ترقياتي اداري واپڊا جي سپرد ڪيل هو ۽ هن جي افتتاح وقت، ان اداره جي چيئرمين پنهنجي پيش ڪيل "سپاس نامہ" ۾ هن بئراج جي عملي صورت ۾ آڻڻ جي مقصد تي روشني وجهندي، ظاهر ڪيو هو تہ،

جناب صدر:

هن بئراج جي رٿا سن ١٩٤٠ ۾، سنڌ سرڪار تيار ڪئي هئي. جنهن جو مقصد پاڻيءَ جي اٿل تي مدار رکندڙ نندن وڏن واهن تي آباد ٿيندڙ زمين کي، يقيني ۽ گهربل انداز ۽ مقدار ۾ پاڻي پهچائڻ هو. درياءَ جي پورالن سطحن تي انحصار رکندڙ اٿل وارن واهن رستي آبپاشيءَ جو انتظام، گهڻو ڪري، روايتي طور تي ، غيريقيني پئي رهيو آهي. ڪيترن موقعن تي، وڏي محنت سان پوکيل فصل، اوچتو درياءَ ۾ پاڻيءَ جي سطح گهٽجي وڃڻ سبب، انهن جي پچڻ واري آخرين منزل ۾ اچڻ ڪانپوءِ، ان اهم وقت تي، پوري پاڻي نہ ملڻ سبب، تباهہ و برباد ٿيندا پئي رهيا آهن. ٻوڏ وارن واهن جي ان دستوري ۽ غير يقيني صورتحال، سنڌ جي آبپاشيءَ واري نظام کي، انوقت وڌيڪ خراب ڪيو، جڏهن هن درياءَ جي پاڻيءَ جو ڪُجھ مقدار، پنجاب جي مٿين دريائن جي پاسن ۾ پيل زمين جي هڪ نئين ۽ وسيع زرعي اراضيءَ جي آباد

ڪرڻ تي ڪپائڻ شروع ڪيو ويو.

پاڻيءَ جي هن نموني جي استعمال جي نتيجي ۾، نه فقط هي درياءَ دير سان چڙهڻ ۽ جلد لهڻ لڳو، جنهن جو قدرتي طور تي، فصلن جي تيار ٿيڻ تي خراب اثر پوڻ لڳو، پر واهن جي نين رٿائن کي پڻ سخت نقصان رسندو رهيو، جيڪي انهن اراضين ۾، پيداوار ڪي وڌائڻ لاءِ عمل ۾ آنديون پئي ويئون.

هن طرح سنڌو درياءَ جي پاڻيءَ کي، پنجاب ۾ ڪم آڻڻ ۾ خاص طور تي جهلم نديءَ تي "باڪڙا بند" جي ٺهڻ کانپوءِ، اسانکي، فطري طور تي، هي خيال پيدا ٿيو، ته جيڪڏهن هن ايراضيءَ ۾، ڪافي سرمائي سان، وڏا بند بئراج ۽ فيڊر وغيره نه ٺاهيا ويا، ته پوءِ اتل وارن واهن تي آباد ٿيندڙ سيئي زمينون، ٿوري وقت اندر، بلڪل تباهه ۽ برباد ٿي وينديون."

هن بئراج جي ڪل ڊيگهه ۴۴۴۵ فوٽ آهي ۽ هن تي ٦٠ فوٽ ويڪرا، جملي ٦۴ دروازا بيٺل آهن. ٻوڏ ۽ آبڪلاٽيءَ جي موسم ۾ هن بئراج جي پاڻيءَ جو اخراج اٽڪل ١٢ لک ڪيوسڪس هوندو آهي. هن بئراج تي پڻ ڪوٽڙي بئراج وانگر جهاز راني لاءِ، ۵٠ فوٽ ڊگهو قفلي دروازو Lock Channel به ڊگهيون پاڻيءَ کي روڪيندڙ ديواريون ۽ مڇيءَ جي پرورش ڪرڻ جا ٢ تلاءَ موجود آهن.

هن جي ڊيزرٽ پٽ فيڊر مان ١٣٢٧۵ ۽ بيگاري سنڌ فيڊر مان ١۴٧٦۴ ڪيوسڪس پاڻي خارج ٿيندو رهي ٿو. هن جي ڊيزرٽ پٽ فيڊر مان ٿورو اڳتي هلي "پٽ فيڊر" ڦٽي ٿو جيڪو بلوچستان جي ٽيمپل ديره ڏانهن ويندڙ ۽ ان علائقي جي زمين کي آباد ڪندڙ آهي. هن واهن ۽ انهن مان نڪرندڙ شاخن جي جملي ڊيگهه ۴٨٢ ميل آهي ۽ هي واهه اتر واهه، سنڌو واهه ۽ رجب واهه کي پاڻي پهچائيندا رهن ٿا. اهڙي طرح گهوٽڪي فيڊر جي پاڻيءَ جي ڊسچارج وري ٨۴٠٠ ڪيوسڪس آهي. هن فيڊر مان وري سکر ضلعي جي سيهڙ، مسو، ماهي، ڏهر، مهرو، لنڊي، ڏنگڙو، مهير، [illegible]، حانب واهن کي

پاڻي پهچندو رهي ٿو. هن بئراج مان نڪرندڙ واهن ۽ شاخن وغيره جي ڪل ڊيگهه ۲۴۴۴ ميل آهي ۽ هن تي ۵۸۹ ريگيوليٽر ۽ ۸۳۹ پليون ٺهيل آهن. ان کان علاوه هن بئراج جي واهن وغيره تي ۳۳ فال ۽ سائفن وغيره پڻ موجود ڏسجن ٿا.

واپڊا جي طرفان، هن بئراج جي تعمير جو ڪم مسٽر عبدالرشيد قاضي، چيف انجنيئر ۽ مسٽر عبدالغفور شيخ، پروجيڪٽ ڊائريڪٽر جي حوالي ڪيل هو ۽ هنن جي هٿ وٺڻ لاءِ هنن کي تقريباً ۲ ڊزن سپرنٽينڊنگ انجنيئر ۽ ايگزيڪيوٽو انجنيئر پڻ ڏيڻ ۾ آيا هئا. هنن صاحبن جي مدد ۽ رهنمائيءَ لاءِ، اقوام متحده جي پاران پڻ ڪيتري فني امداد ڏيڻ ۾ آئي هئي ۽ ان مقصد سان ان جي طرفان، ميشرس بي اي ڪلاتوسين، اي جي ميڪمينس ۽ بي جي جائوبرٽ جهڙا قابل ۽ يگانهءِ روزگار ماهر اسان کي ڏيڻ ۾ آيا هئا.

هن بئراج جي زير اثر قابل ڪاشت اراضي ۳۲ لک ۵۰ هزار ايڪڙ آهي، جنهن مان ۲۷ لک ۳ هزار ايڪڙ ايراضيءَ کي، هن بئراج مان پاڻي مهيا ڪيو وڃي ٿو. هن بئراج تي اڪثر سارين جي پوک ٿئي ٿي. هن بئراج جي رستي پڻ فقط خريف جي پوک کي پاڻي ملي ٿو، پر جلد هن درياءَ جي اوپر ۾ تاهيل بند ۾، پاڻيءَ جي غير معمولي ذخيرن جمع ٿيڻ ڪانپوءِ، هن بئراج سان گڏ، ڪوٽڙي بئراج جي واهن کي به سکر بئراج جيان ربيع جي فصلن لاءِ پڻ پاڻي مهيا ڪري سگهبو. هن بئراج جي واهن کي وڌيڪ سڌارڻ ۽ مزيد ڪارآمد بنائڻ لاءِ هن سال، سنڌ سرڪار طرفان هڪ ڪروڙ ، ويهه لک روپيه خرچ ڪيا ويندا. جن مان ۷۸ لک بيگاري، ۱۷ لک گهوٽڪي فيڊر تي خرچ ٿيندا.

هنن بئراجن جي ڪارڪردگي تي نظرداري ڪرڻ ۽ هن جي ملازمن کي رهائشي سهولتن مهيا ڪرڻ لاءِ، انهن جي پاسن کان آفيسون ۽ ڪالونيون قائم ڪيون ويون آهن ۽ عوام جي وندر ۽ تفريح لاءِ پڻ انهن جي پاسن تي ڪيترا هوٽل ۽ تفريح گاهه موجود ٿا ڏسجن. ربيع جي مند ۾، درياءَ ۾ پاڻيءَ جي گهٽجي وڃڻ ڪري، درياءَ جي

پنهجي ڪنارن تي موجود ”ڪچي واري زمين“ آباد ڪرڻ لاءِ صوبائي سرڪار طوفان، ”ٽيوب ويل اسڪيم“ ڪي عمل ۾ آڻڻ جون ڪافي ڪوششون ڪيون پيون وڃن ۽ ان غرض سان سنڌ سرڪار طرفان ٢٠-ڪروڙ روپيہ منظور ڪيا ويا آهن. انهن ٽيوب ويلن کي بجليءَ کان علاوه گئس تي هلائڻ جي تجويز پڻ زير غور آهي. مجوزه رٿا مطابق هن وقت تائين سکر ضلعي ۾ ١٠٧، خيرپور ضلعي ۾ ٥٦٥، لاڙڪاڻي ضلعي ۾ ٣٥ ۽ نوابشاهہ ضلعي ۾ ٨٥٠ ٽيوب ويل نصب ڪرايا ويا آهن. موجوده وقت، مجموعي طور تي، سنڌ ۾ خريف جي پوک لاءِ پاڻيءَ جي فراهميءَ جو تخمينو اٽڪل ١١-ڪيوسڪس ۽ ربيع جي فصل لاءِ تقريبا ٦ ڪيوسڪس في ايڪڙ لڳايو وڃي ٿو. ياد رهي تہ خريف جو فصل بهار ۾ پوکبو ۽ اونهاري ۾ لٽبو آهي، ۽ ربيع جو فصل سرءُ ۾ پوکبو ۽ بهار (مارچ) ۾ لٽبو آهي.

چوٿين، پنجسالا رٿا مطابق، اسان جي علائقي جي ڪل ايراضي ٥٤ هزار چورس ميل آهي، جيڪا پاڪستان جي ڪل پڪيڙ جو پنجون حصو بيهي ٿي ان اندازي موجب، سنڌ ۾ اٽڪل ٧١ لک ايڪڙ زمين هر سال آبادي هيٺ ايندي رهي ٿي ۽ هن کان علاوه اسان جي علائقي اندر ٻي کيتري زمين جبل، نديون ٻيلا، ٻنراجون ۽ واهہ وغيره بہ والاري بيٺا آهن.

اسانجي سڄي سنڌڙيءَ ۾ ساليانو صرف ٧ انچ برسات پوي ٿي، جنهن مان اسان جي آبپاشيءَ جو ڪوبہ ڪارج نہ ٿو سري ۽ ان جي برعڪس اسان جي پوري زرعي آبادي، اسان جي شاندار درياءَ ۽ ان تي بيٺل ٻنراجن ۽ واهن جي ذريعي ٿيندي رهي ٿي ۽ ان باري ۾ اسان جو صوبو هميشہ اڳرو ۽ نالي وارو پئي رهيو آهي.

مشهور انگريز عالم، مفڪر دانشور، مصنف ۽ مستشرق ”آنجهاني ڊاڪٽر ايچ ٽي سورلي“ پنهنجي هڪ مشهور تصنيف ۾ لکي ٿو تہ،

”سنڌ آبپاشيءَ جي سلسلي ۾ پوري نندي ڪنڌ ۾ سدائين برڪ

۽ اڳري پئي رهي آهي. تاريخي ۽ تهذيبي دور شروع ٿيڻ سان هن ۾ واهن ۽ واٽر ڪورسن ذريعي آبادي ڪرڻ جو هڪ ڪامياب تجربو ڪيو ويو آهي. هندستان جي ٻين صوبن ۾ آبپاشيءَ تي ڪوبه ڌيان ڏيڻ ۾ نه ايندو هو، پر ان جي ابتڙ سنڌ ۾ مغلن ۽ ڪلهوڙن جي صاحبيءَ وقت، ان سرشتي کي گهڻي هوشياري ۽ قابليت سان هلائڻ جا اهڃاڻ ملن ٿا."

جيئن ته اسانجي صوبي جي ۸۵-سيڪڙو عوام جو بسراوقات زراعت جي ذريعي ٿئي ٿو، ان ڪري اسانجي عوامي، جمهوري ۽ دستوري حڪومت جي طرفان، ان تي خاص ڌيان ڏيڻ ۾ اچي ٿو ۽ ان سلسلي ۾ اسان جي علائقي اندر ٽنهي بئراجن تي بيٺل اٽڪل ۵ لک، ۱۶ هزار ايڪڙ زمين مان، ۲ لک، ۸۸ هزار، ٦ سئو ايڪڙ زمين تقسيم ڪئي ويئي، جنهن مان هن علائقي جا ۳٦ هزار هاري، ڪاتيدار ۽ مهاڳدار مستفيد ۽ مستفيض ٿيا آهن ۽ باقي ۱ لک، ۲۰ هزار سکر بئراج، هڪ لک، ۳٦ هزار ڪوٽڙي بئراج ۽ هڪ لک، ٦۰ هزار ايڪڙ گڊو بئراج تي موجود زمين به جلد هارين وغيره ۾ ورهائي ويندي.

پئداوار ۾ اضافي آڻڻ لاءِ ايندڙ خريف جي موسم کان، سنڌ اندر، باهمي امداد مطابق، ٻارهن "گڏيل سهڪاري فارم" پڻ آزمائشي طور تي قائم ڪيا ويندا. اسان جي علائقي ۾ زرعي پيدائش کي وڌائڻ ۽ پنهنجي ملڪ کي اناج جي باري ۾ خودڪفيل ڪرڻ لاءِ، اسان جي حڪومت طرفان جيڪي سهولتون مهيا ڪيون ويئون آهن، تن جهڙو سابقه حڪومتن جي دؤر ۾ ڪو مثال نٿو ملي. هارين ۽ ڪاتيدارن کي زمين کي سڌارڻ ۽ انهن کان گهڻي ۾ گهڻي پئداوار وٺڻ لاءِ آسان قسطن تي قرض ۽ سستي اگهه تي ولايتي ياڻ ڏنو وڃي ٿو. هارين جي مٿان ٻج ۽ ياڻ وغيره جي خرچ جو بار پڻ لاٿو ويو آهي ۽ اناج جا اگهه پڻ ڪافي وڌائڻ ۾ آيا آهن ۽ اسان کي ياد رکڻ گهرجي، ته هنن سيني ڳالهين جو صحيح فائدو اسان تڏهن ئي حاصل ڪري سگهنداسون، جڏهن اسان جي ملڪ جو هاري، سستي ڇڏي چست ٿيندو ۽ فرسوده ۽ دقيانوسي طريقن جي بجاءِ، جديد طريقن سان پوک ڪندو، پاڻي جو

پورو خيال رکندو ۽ ان جو مناسب استعمال ڪندو. پنهنجي جنسن ڪي مارڪيٽ پر آڻڻ لاءِ مشيني ذريعن ڪان ڪم وٺندو ۽ پاڻ ڪي هميشه محنت ۽ مشقت لاءِ تيار رکندو.

سائين سدائين ڪرين متي سنڌ سڪار،
دوست مٺا دلدار عالم سڀ آباد ڪرين.
(ڀٽائي ؒ)



In the case of Kala Bagh Dam the international rules on water rights have been violated. The Government of the day has insulted three provincial assemblies and over ruled their recommendations. Technicall speaking the environmental impact study has not been conducted. The main impacts shall include.

Scarcity and pollution of the Indus drinking water supply: pollution of water increases with decrease in flow (6-7 MAF) as the salts, effluents are concentrated in the low humidity and dry weather conditions. All the major cities post Kala Bagh Dam shall suffer. Apart from this the waste water disposal in the Indus from the cities and towns on both sides of Indus shall contribute in decreasing biological Oxygen density of the low flow waters and it shall be determental for acquetic and human life.

Flood Hazards: A reduction in storage capacity of reservior means less storm water can be accepted or intercepted by the dam. This will increase the danger of flooding in the upland areas of the takes as the delta is built up, thus rushing the level of water during floods. As such flooding in vulnerable Peshawar vale will be accentuated.

Water logging: The 260 km long link Canal to connect the Indus with the Jehlum and provide irrigation for adjacent land will inherit the water logging problems. The Chashma-Jhelum link linking the Indus with Jhelum from the Chashma reservior has experienced seepage and erosion with in a couple of years of its operation.

Katcho of Sindh: These shall be deforestation of Katcho due to the lack of water in Indus. About 600,000 acre forest shal be ruined which shall contribute to global warming.

Viability: It is projected that the dam will have water for only 12 years out of every 72 years. The water; passing through the saline area, will be saline adding to the water logging and salinity of southern Punjab and Sindh. The dam will clog up further silt thus leading to soil erosion. The earth, being salty, is porous and will collapse similar to the Motorway in the Salty range.

The Pakistan Peoples Party is of firm opinion that this project shall be disaster for all people of Pakistan.

**Benazir Bhutto.**
Chairperson
Pakistan Peoples Party



نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورهه ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محلہ نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

اڻ ڇپيل ڪتاب

ڌرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع

سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع

برهه منجهارا بوند (شاعري) 2022ع

صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 0344 – 3919786

0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

